# خانہ بدوش قبیلا



خالد کُنبھار

كتاب جو نالو خانہ بدوش قبيلا

صنف: اينٿروپالاجي

ڇاپو: پهريون

ڇاپي جو سال: 2020ع

لي آئوٽ : شيردل اعوان 03133413659

ٽائيٽل: پرڪاش ڪرمواڻي

ڇپائيندڙ: ماءِ پبليڪشن سکر

قيمت: 320 روپيا

ڪتاب نمبر: 61

ڪتاب ملڻ جا هنڌ: ڪانياواڙ ڪتاب گهر، اردو بازار ڪراچي. ٿامس اينڊ ٿامس، ريگل چوڪ ڪراچي - ڪنگ پن ڪتاب ميلو، پريس ڪلب حيدرآباد. سنڌي لينگويج اٿارٽي، حيدرآباد - اشرف بڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاهه - رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو - وسيم ڪتاب گهر، شڪارپور. ڪامريڊ ڪتاب گهر، ڄامشورو. نيشنل بڪ اسٽور، پنج گلو خيرپور. الفتاح نيوز ايجنسي ۽ ڪتاب گهر مهراڻ مرڪز سکر - عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ سکر. ناولٽي بڪ اسٽور، ميرپور ماٿيلو. المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ. ڪنگري بڪ هائوس، ميرپور خاص، سنڌيڪا ڪتاب گهر، سارنگ بڪ ورلڊ سکر - سلمان برادرز بوڪس اسٽال، نوابشاهه

لکپڙه لاءِ:

ماءِ پبليڪيشن سکر


mypublicationsuk@gmail.com

ارپنا

طيب آريسر
جي نالي

# پبلشر نوٽ

اداري پاران ”خانہ بدوش قبيلا“ خالد ڪنڀار جو ڇپجندڙ ٻيو ڪتاب آهي. ان ڪان اڳ سندس ڪتاب ”جهنگ جا ماڻهو“ بہ سنڌ جي انٿراپالاجي جي حوالي سان بهترين موٽ ماڻي چڪو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي انهن خانہ بدوش قبيلن جا تحقيق سان احوال بيان ٿيل آهن جيڪي سنڌ جي مٽيءَ جا ماڻهو آهن. ان سان گڏ انساني زندگي ۾ جا اهڙا لڪل ڪرت ۽ قبيلن جون ثقافتون آهن جيڪي عام طور تي ظاهر ناهن ٿينديون، جي ٿينديون بہ آهن تہ اهي نظر انداز ڪيون وينديون آهن سو انهن نظر انداز ڪيل اهم حقيقتن کي هن ڪتاب ۾ اجاگر ڪيو ويو آهي.

سنڌ جي مختلف علائقن ۾ رهندڙ ڪيجن، سامين، ٽورين، ڪاتر ۽ ڪولهين، تيرنهن تالين، ڪيرين، سانسي، ڪوچڙين ۽ ڪوچڙن، ميلين، ڪوڪڙين، ٽورين، ٺڳن، لوهارين، شڪارين، پواريا وغيره ۽ ٻين خانہ بدوشن جي زندگين جي اندروني ۽ حقيقي پاسن ۽ ٻين موضوعن کي ظاهر ڪيو ويو آهي. انهن خانہ بدوشن بابت احوالن ۽ موضوعن سان گڏ دلچسپ ۽ انوکن ڪردارن ميران جوڳڻ، ليڙو ڪولهڻ، مصري جوڳي، منڇو شڪاري، محبوب گرگلو تي بہ قلم کنيو اٿائين.

”خانہ بدوش قبيلا“ خالد ڪنڀار جو اهڙو ڪتاب آهي جيڪو سنڌ جي سوشل سائنس جو عوامي دستاويز پڻ آهي جو تہ هن ۾ عام لاڏائو قبيلن جي جهڙوڪر گهمندڙ ڦرندڙ تاريخ پڻ آهي. اهڙا احساس بہ آهن جيڪي دربدرين ۾ پڪندا رهن ٿا.

**پبلشر**

# فهرست

# پنهنجي پاران

حسن ۽ ڪلچر سدائين مونکي پاڻ ڏانهن ڇڪيندا رهيا آهن. انهي ڪري آئون ڪلچر ڏانهن بہ اهين ئي ڇڪجي ويندو آهيان . جيئن خوبصورت صورت جي پٺيان ڇڪجي ويندو آهيان. منهنجون اکيون سدائين ڪجهہ مختلف ڏسڻ جي تلاش ۾ رهيون آهن. سدائين اندر انهي تلاش ۾ بي چين ٿيو آهي .انهي ئي تلاش مونکي خانہ بدوش ڪيو آهي، انهي خانہ بدوشي ۾ مون مسلسل سفر ڪيا آهن. انهي سفر ۾ سدائين دل چاهيو آهي تہ ڪو نہ ڪو خوبصورت صورت گڏ هجي . جي اها ناهي هوندي تہ مون سفر ڪتابن سان ڪيو آهي. مون گهڻا ڪتاب بہ سفر ۾ ئي پڙهيا آهن. مون ڪي پڙهڻ وڻندو بہ سفر ۾ آهي. آئون ڪتابن ڪي بہ اهين ئي ڏسندو آهيان جيئن خوبصورت جسم کي ڏسندو آهيان. انهن ڏسڻ ڏسڻ ۾ هيجي ٿي ويندو آهيان. مون ۾ ڪتابن ۽ حسن جي هيج سدائين رهي آهي . دل چاهيندي آهي. دنيا جا سڀ ڪتاب منهنجي دماغ ۾ قيد ٿي وڃن ۽ اتي ئي دل اهو بہ چاهيندي آهي تہ اکين جي اڳيان سدائين خوبصورتي هجي. هر خوبصورت ماڻهو هر وقت مونسان گڏ هجي. سو اها خانہ بدوشي ۽ بي چيني منهنجي اندر ۽ ٻاهر سدائين رهي آهي. اها اڄ مونکي شايد ٿر جي پٽن ڪان ميراث ۾ ملي آهي. مون انهي اڄ ۾ سفر ڪيا آهن. اهين پڳو آهيان. جڻ سخت اڃيو ماڻهو ٿر جي پٽن ۾ اپراٿين پيرين پڄندو هجي. شايد ڪلچر جو عاشق هجڻ جي ڪري ئي مونکي منفرد قبيلا وڻندا آهن.

اسان وٽ چوندا آهن تہ اهي خانہ بدوش ئي دراوڙ آهن يا چوندا آهن تہ اهي ئي سنڌ جا اصلوڪا رهاڪو آهن تہ اهين بلڪل ناهي جيڪڏهن اوهان هنن سان گڏ ويهندا تہ اوهان ڪي خبر پوندي تہ هي ڪيئن گڏيل هندستان جي مختلف علائقن مان سفر ڪندا ڪندا هتي

ڀهنا آهن. هنن جي ٻولي، ڪلچر ڪجهه ٻه سنڌ سان ملندڙ ناهي. باقي هي اصلي جهنگلي يا باغي قبيلا آهن. جن مختلف وقتن تي حملي آورن سان پنهنجي ڌرتي بچائڻ لڳ جنگون جوٽيون آهن. يا مختلف حملي آورن هنن کي پنهنجي ئي ڌرتي تي ڊوڙائي ڊوڙائي بي وطن ڪيو آهي. ويندي انگريز جي دور تائين. انهي ڪري هن ڪتاب ۾ انگريزن طرفان پاس ڪيل ڪرمنل ايڪٽ جو ٻه ٿورڙو ذڪر ڪيو ويو آهي.

هن ڪتاب "خانہ بدوش قبيلا" کان اڳ ۾ ٻه منهنجو سنڌ جي خانہ بدوش قبيلن تي ڪتاب "جهنگ جا ماڻهو" آيل آهي. انهي ۾ خانہ بدوشن ڪانسواءِ ڪجهه جهنگ جا ٻيا ماڻهو ٻه هئا. سو انهي ڪتاب لکڻ ڪانپوءِ ٻه دل ۾ اها اڃ رهجي وئي جيڪا مونکي واري جي پٽن ڏني هئي. دل چاهيو خانہ بدوشن تي الڳ ڪتاب لکجي .انهي ڪري وري اهو ڪتاب لکڻ لڳ نڪري پيس انهن قبيلن جي پٺيان ننگر پارڪر جي آخري ڇيڙي واري ڳوٺ کان وٺي سجاول جي سوڙي گهٽي ۽ ڪوٽڏجي جي قلعي جي ٿڏي ڇانءِ تائين پوري سنڌ تہ پيرن مان ناهي ڪڍي پر ڳچ جهڙي سنڌ هنن قبيلن جي پٺيان ڏڪا ڪائيندي جهڳين ۾ ويهي ڏٺي آهي. هن ڪتاب ۾ اهو سفر آهي. انهي سفر ۾ ٿيل ڪچهريون آهن. انهي ڪانسواءِ انهن قبيلن تي جيڪو ڪجهه پڙهيو آهي. مختلف يونيورسٽيز جون ٿيسز ۽ ڪجهہ ٻين رولاڪن جا ڪتاب انهن جو ذڪر ٻه هن ڪتاب ۾ آهي. انهن جا نالن سان حوالا ڏيڻ وري وڏي ڊيگهہ ٿي ويندي سو انهن اينٿروپالاجيسٽ جو ڪم ٻه هن ڪتاب ۾ ڪٿي ڪٿي اوهان کي نظر ايندو.

هن ڪم جي انهي انداز ۾ ڪرڻ جي پٺيان گهڻو حصو آئون ميڊم عيني علي خان جو ٻه سمجهان ٿو. انهي ڪري جو جڏهن آئون هن سان هن جي تحقيق واري ڪم ۾ گڏ هئس تہ منهنجي اکيان حيراني جي ڪا حد نہ هئي. هن سنڌ ۾ ستين واري ڪم تي ايتري محنت ڪئي جيتري محنت اسان وٽ لکڻ واري قبيلي ۾ ڪوئي ناهي ڪندو. انهي جي انهي انداز مونتي وڏو اثر ڇڏيو . لکڻ ۾ اهين محنت بلڪ عشق ڪرڻ کپي. جيڪو عشق اوهان جي لکڻي ۾ حسن پئدا ڪري سگهي. بلڪل اهين جيئن عاشق جي اک محبوب جي جسم ۾

حسن تخليق ڪندي آهي. آئون بہ سنڌ جي روايتي ليکڪن وانگر لکندو ۽ سوچيندو رهيو آهيا. جهڙ ۾ لکجي جهڙ ۾ ڇپجي. پر مونکي عيني علي خان سان گڏ سفر انهي عادت کان ٿورو پري ڪري ڇڏيو. انهي ڪانپوءِ مون تي گهڻي تنقيد طيب آريسر ڪندو رهندو آهي. توڙي جو هو ڪو اديب دانشور ناهي. پر هن منهنجي ڪنهن بہ لکڻي جي ڪڏهن واکاڻ ناهي ڪئي. هن منهنجون چڪون ڪڍيون آهن. بس هڪڙي پڙهندڙ طور، ايتري بي رحمي سان جو ڪڏهن ڪڏهن منهنجو ليک پڙهڻ شروع ڪري ڇڏي ڏيندو آهي. چوندو آهي. انهي ۾ مزو ناهي. اهو ئي طيب مونسان گهڻو ڪري هنن سڀني اسٽوريز ۾ گڏ هليو آهي. جن ڳالهين جا مونکان نوٽس وڃڻ رهجي ويندا هئا. هو اهي مونکي ڇيڇڙ ڪان اڳ ۾ ٻڌائي ڇڏيندو هو. هڪ ڳالهہ هي بہ ڪيان تہ اهين بہ ناهي تہ هي ڪتاب ”خانہ بدوش قبيلا“ ڪو انهن قبيلن جو حرف آخر آهي. اجان هڪ هڪ قبيلي تي ريسرچ الڳ الڳ ڪتاب لکي سگهن ٿا. هي صرف انهن جو هڪڙو تعارف آهي.

هن ڪتاب لکڻ دوران عباس خاصخيلي منهنجي تمام گهڻي مدد ڪئي. اقبال هاليپوٽو اهو ماڻهو آهي جنهن جي اک هڪ هڪ اکر تي رهي آهي. اهين سمجهو تہ هو جهڙوڪر هن ڪتاب کي حفظ ڪري ويٺو آهي. اقبال ۽ عباس جي محبت لفظن ۾ بيان نٿا ڪريون. علي آڪاش هن ڪتاب جي سموري ايڊيٽنگ ڪئي آهي. علي آڪاش منهنجي لکڻ واري دنيان ۾ اهڙو ماڻهو آهي جنهن سڀ کان پهرئين مونکي لکڻ تي همٿايو. ڪتاب جي پروفنگ لاءِ گل محمد ڪلهوڙي جا قرب ۽ منظوري ميراڻي جا بہ ٿورا. ماءِ پبليڪيشن طرفان هي ڪتاب ڇپجي رهيو آهي. منهنجو پهريون ڪتاب بہ ماءِ پبليڪيشن ڇاپيو هو. سائين ممتاز بخاري، ياسين جوڻيجي ۽ قدير انصاري جا ٿورا جو هي ڪتاب پنهنجي دل جي سڀني سچاين سان ڇاپي رهيا آهن. باقي هر پڙهندڙ فيصلو پاڻ ڪندو آهي.

**خالد ڪنڀار**

**فطرت ۽ ڪثرت جو گهر**

**نهٽو مهراڻو ٿر**

# خانہ بدوش گزيٽيئر

نثار کوکر

جيئن ڪنهن زماني ۾ انگريز عملدار جتي مقرر ٿيندا هئا تہ انهن مٿان اها ذميواري بہ هوندي هئي تہ اهي ان علائقي جي سماجي سياسي حالتن سان گڏ درياهن، ٻيلن ۽ چراگاهن کان ويندي اتان جي عام ماڻهن، قبيلن، سردارن ۽ انهن جي سياسي مخالفن کان ويندي انهن جي سريتن جا بہ تفصيل لکي انگلينڊ جي راڻيءَ جي بادشاهي کي موڪلين، تيئن ئي خالد جوکي جو هي ڪتاب پڙهي مونکي لڳو تہ هو جتي بہ رهيو آهي اتان جي دربدر ۽ وطن ۾ بي وطن اهڙن ماڻهن جا تفصيل گڏ ڪري رهيو آهي جيڪي تاريخ جي بي رحم سنبن هيٺان صدين کان لتاڙجندا ايا آهن. هي اهڙن قبيلن جي اصل ۽ لڳ ڪانداريندڙ ڪهاڻين تي مشتمل ڪتاب آهي جيڪي شايد اسان جي ايندڙ نسل کي ڳولئي نہ لڀن، يا ائين ڪٿي چنجي تہ سياڻي اگر ڪو چريو انٿروپالوجسٽ انهن دربدر قبيلن جي ماڻهن کي ڳولڻ بہ چاهي تہ هو پلي ڪڙيو گهنور کان سانگهڙ يا ڪاهي جي ڦاهيءَ تائين سفر ڪري پر ڪيس ڪٿي بہ اهڙا قبيلا ۽ انهن جا اڏيل پڪا نہ ملن جن کان سندن ابن ڏاڏن بابت ائين پڇي سگهي جيئن خالد جوکيءَ هاڻي پڇيا آهن. انهن خانہ بدوش قبيلن جي طرزِ زندگي ۽ انهن جا درد لکيڪ ايترو تہ گهرائيءَ سان پنهنجي اندر ۾ اوتيا آهن جو هو خالد ڪنڀار مان خالد جوکي بڻجي ويو آهي. سندس لکڻ جو انداز صحافتي انٽرويوز جهڙو ئي آهي پر ڪڏهن ڪيس منڇو شڪاري جهڙا انوکا ڪردار بہ ملي وڃن ٿا جن جي جوابن دوران سادن لفظن ۾ ڪيل سوال سندس راتين جون ننڊون حرام ڪري ڇڏين ٿا ۽ هو ڪنهن روسي ليکڪ جي ناول جي ڪردار واري درد جيان ان ڪردار تي هڪ

نہ پر لاڳيتا ۽ ڪالم رھڙي ويئي ٿو پر منھنجو شڪاري جي انھن ڳالھين جا جواب ڪيس ڏنا ملن جيڪي ھن ساڻس سادگيءَ سان سليا ھئا. منھنجو تہ ڪيس خواب ۾ شڪار ڪندي بہ نظر آيو سو بہ سوئر جو شڪار، جنھن بعد ھن ٻئي ڪالم ۾ تاثرات لکندي لکيو تہ سنڌ پاڻ ھڪ گھاٽو جھنگ بڻجي ويئي آھي جنھن ۾ ھاڻ سوئر ٻيلن بدران وڏن بنگلن ۾ رھن ٿا وڏين گاڏين ۾ ھلن ٿا انھن سوئرن تائين ھاڻي منھنجو شڪاري جي نندي ڳن واري کھاڙيءَ جو ڏک پھچندو الائي نہ...

شڪارين بابت سندس اھي تاثر ڪنھن آرامدہ گھر جي ڪشادي ڊرائننگ منجھان ڪيل تصوراتي ذوق بعد لکيل ڪو شخصي تاثر ناھي پر ٻاھر جي اڪيلي وڻ ھيٺان رکيل کٽ تي شڪارين سان گوڏو گوڏي ۾ گڏجي ڪيل ڪچھرين مان ھن اھا معلومات گڏ ڪئي آھي جيڪا فرسٽ ھينڊ معلومات چئجي. انھن خانہ بدوش قبيلن بابت لکيل سندس آرٽيڪلز ۾ اھا معلومات تہ آھي پر سندس موضوع جي دلچسپي مان ڪو بہ پڙھندڙ آساني سان اندازو لڳائي سگھندو تہ ھن جو وس پڄي تہ پاڻ بہ ھو ڪن زمانن تائين خانہ بدوشي اختيار ڪري جھنگ منھن ڪري، جيئن ليڊي آف ڪيمل سڏجندڙ ليکڪا ايلسي ڪوھلر ڪيو ھو. اتفاق سان اھا مائي بہ خالد جيان ڪنھن اين جي او ۾ ڪم ڪندي ھئي ۽ ڪيس لائيو اسٽاڪ تي پروجيڪٽ مليل ھو جنھنجي انڊيا ۾ سربراھي ڪندي ھئي پر سندس اوٺارن سان اھڙو من لڳو جو سموري دنيا جا ڏنڊا ڏاڙي ڇڏي پورا ويھہ سال ھن راجستان جي رڻ ۾ پٽي ڏاچين ۽ اٺن سان گذاريو ۽ موٽي اچي جو ڪيمل ڪرما نالي ڪتاب لکيائين تہ ھرطرف واھہ واھہ ٿي ويئي. انکان اڳ بہ ھڪڙي چرياڻ ليکڪا روبن ڊيوڊسن 1977 ڌاري چار اٺ ۽ ھڪڙو ڪتو ڪٺي آسٽريليا جا رڻ جھاڳڻ نڪري پئي ھئي، اھا طويل رولاڪي ڪرڻ بعد جڏھن واپس آئي تہ سندس من آسٽريليا جھڙي ملڪ واري ماحول ۾ بہ نہ لڳو ۽ ھن ويئي انڊيا جو رخ ڪيو جتي راجستان ۾ وڃي ريبارين سان انھن جھڙي ٿي رھي پئي. ان مائي جي رولاڪين تي ھاڻي تہ ڪجھہ ڊاڪيومينٽري فلمون بہ ٺھيون

آهن پر هن پاڻ انديا جي راجستان ۾ رهندي هڪڙو پلو ڪتاب رهڙي ورتو جنهنجو عنوان رڪيائين چيزنگ آفٽر نوميڊس، سو مونکي به بظاهر وڏا وڏا ٺهڪ ڏيندڙ هن قدآور همراهه مان ڊپ لڳندو آهي ته ڪٿي هي وسنديون ڇڏي وڃي جوڳين، شڪارين، ڇهڙن، چمارن جا نه ويڙها وسائي. چو ته اهي خانه بدوش جنهنجي من ۾ ڪاٺ هڻن ٿا ان جو سارو چين ڪٽن ٿا. مون ٽنڊوالهيار جي گهٽين ۾ گهمندي ان خانه بدوش ليکڪ خورشيد قائمخاني جي من ۾ به اهڙو ڪاٺ لڳل ڏٺو هيو جو هن پنهنجي زمين ئي ڪولهين حوالي ڪري انهن کي ڳوٺ ٻڌي ڏنو هيو ۽ پنهنجو آشرم به ان ئي ڳوٺ جي ڪولهين جي گهرن اندر ئي رکيو هئائين. هڪ پيري اسانکي به ان آشرم تي وٺي وڃي مانجهاندو ڪرايو هئائين. پر بعد ۾ جڏهن سندس بيماري جو ٻڌي ساڻس ملڻ ويو هئس ته خورشيد جو هڪ پٽ مٺس ڏمريل هو ته فوج مان ميجر ٿي ريٽائر ڪيائين اسان لاء چا ڪيائين. اهي ته وڏن ليکڪن جا وڏا قصا آهن سي پيا ٿيندا پر پاڻ موٽي اچون ٿا خالد ڪنڀار جي هن ڪتاب طرف جنهن ۾ مونکي اها ته خبر ناهي ته هن ڪنڀار بدران پنهنجو تخلص جوڳي چو لکيو هو پر مصري جوڳي بابت لکيل سندس پروفائيل پڙهي مونکي ائين لڳو ته مصري جوڳي جيکي اڪ جي سڪل ڪاٺيء واري مرلي مان سر ڪڍي گورين کي رقص ڪرڻ تي مجبور ڪيو هو سو ٿي سگهي ٿو خالد به اها اميد رکي هجي پر شڪر ٿيو جو ڪيس ستت ئي خبر پئجي وئي ته جوڳي ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي.

خالد جوڳي جي هن ڪتاب ۾ توهانکي تلهار جي ڏيري ۾ ويٺل انهن راوڻن جو درد به ملندو جيکي ساڻس سور سليندي چون ٿا ته شايد اسانجي هٿ جي لڪيرن ۾ وطن، ملڪيت يا گهر لکيل ئي ناهي تنهنڪري اسان دربدر آهيون. هن ئي ڪتاب ۾ اهي ڪولهي به ملندا جيکي شڪار ڪرڻ دوران ڪاتر وارو ڏڪ هڻڻ جا ماهر هوندا آهن، ڪنهن زماني ۾ انهن ڪولهين جي سڃاڻپ ئي ڪاتر هوندي هئي پر هاڻوڪن ڪولهين چواڻي ته سندن نئين نسل کي ان ڪاتر جي

ڏک جي ڪا خبر ئي ناهي. هن ڪتاب ۾ اهڙن خانہ بدوش قبيلن جا دلچسپ قصا بہ بيان ٿيل آهن جيڪي پنهنجي قبيلي کي ڪنهن هڪ مذهبي دائري ۾ واڙيل نٿا ڏسن، جيئن ناري جا سامي ۽ ڀيل شڪاري قبيلا آهن. جن منجهان ڀيل شڪاري تہ رمضان جا روزا بہ رکن، عيد تي نوان ڪپڙا بہ پائين، ريتون رسمون مسلمانن واريون ڪن صرف نماز نہ پڙهن. اهي ڀيل شڪاري ڪتن ذريعي شڪار ڪرڻ جا ماهر آهن تنهنڪري شڪاري ڪتن سان اهڙو نينهن لڳل اٿن جو ڪڏهن ڪڏهن شادي مهل ڪو نوجوان شڪاري ڏاج ۾ سهري کان شڪاري ڪتو ضد ڪري گهري وٺندو آهي تہ سهرو نہ چاهيندي بہ ڪيس اهو ڏئي ڇڏيندو آهي. يا وري ناري جا سامي سي بہ پنڻ ۾ اهڙا ماهر جو پنندي پنندي وڃي ايران افغانستان کان نڪرندا پر پنهنجو وطن وري بہ ناري کي سمجهندا. انهن خالد کي ٻڌايو تہ اڳي سندن وڏڙا مذهبي اعتبار کان وڏو گوشت نہ کائيندا هئا پر هاڻوڪا سامي ايترا مذهبي نہ رهيا آهن تنهنڪري وڏو گوشت شوق سان کائيندا آهن. پنهنجي ٻارڙن جو طهر بہ ڪرائيندا آهن حلال جانور کي ڪهڻ مهل سير بہ پاڻ ڏيندا آهن پر سڏائيندا هندو آهن. انهن ۾ اجان بہ ڊارو هڻن ۽ هٿ ڏسڻ جو هنر آهي پر پنڻ سندن پهرين ترجيح آهي.

خالد ڪنڀار جي هن ڪتاب پڙهڻ جو چس انوکري بہ آهي جو هن مختصر ڪتاب ۾ ڪيترن ئي خانہ بدوش قبيلن جي ريتن رسمن بابت معلومات فراهم ڪئي آهي جيڪا سندس فيلڊ ورڪ يا فيلڊ ريسرچ جو نتيجو آهي. ڪجهہ قبيلن تي پڙهيل ڪتابن ۽ ڏٺل فلمن جي مدد سان بہ هن شاهوڪار ڪالم لکيا آهن جنهن ۾ هندستاني نٽن تي بهتر انداز ۾ تفصيل سان لکيو اٿائين. خانہ بدوش قبيلن بابت سندس هي ڪتاب پڙهندي جڏهن مون ليڙو ڪولهڻ جو پروفائيل پڙهيو تہ مونکي الائي ڇو ائين لڳو تہ هي اڌورو ڪالم آهي، ليڙو ڪولهڻ تي ڪو ڀرپور ڪتاب لکڻ يا ڪا ڊاڪيومينٽري فلم ٺاهڻ گهرجي جيڪا اڻپڙهيل هوندي بہ ايتري وصيت ڪري وڃي تہ ڪيس زرعي زمين ۾ پورجو ۽ اهو گئوچر ڪري ڇڏجو تہ پيو مال چري. ان

زمين ۾ ڪا آبادي نہ ڪجو تہ ان قسم جي عورت بابت واقعي وڏيڪ لکڻ جي ضرورت آهي، مونکي سندس خر مغز قبيلي پورايا جا تفصيل پڙهي مٽياري جي پرسان ويٺل اهي ڳهيلا ياد اچي ويا جن جا پرڪار بہ پورايا جهڙا آهن. پورايا انيڪ وارداتون ڪرڻ جا ماهر هئا پر مٽياري جي ڳهلين تہ آسپاس جي چورن سان شرطون رکي ان وقت راڻي باغ جي چڙيا گهر ۾ نئين آندل هاٿي چورائي هئي جيڪا بعد ۾ پوتارن جي ٺياڪڙي بعد واپس ڪئي هئائون، اهي ڳهيلا ڪوهستان جي پالارين وانگر نيشنل هاءِ وي تي هلندڙ ٽرڪن منجهان فرجون، ٽي ويون ۽ ٻيو سامان ائين لاهي ويندا هئا جو استاد عبدالقادر جوڻيجي چواڻي اک نہ ڏسي گوڏي ڪي....

خالد جوڳي جي هن ڪتاب ۾ ڪاهي جي انهن پوڙهين طوائفن جو بہ ذڪر ملندو جن پنهنجي ڪارن ڪپڙن اندر تر جي چڳن پلن وڏيرن ڪي مدارين واري اباڻي ڪرت جيان پولڙن وانگر آڳرين تي نچايو هوندو تہ نڱن ۽ ڪوڪڙين جو بہ ذڪر ملندو ۽ اهڙن قبيلن جو بہ ذڪر ملندو جن جو دين ڌرم درياهہ بادشاهہ هوندو هيو، يعني ساک ڪٽڻ مهل بہ درياهہ ۾ ٽٻي هڻائي ويندي هئي تہ باس باسڻ مهل بہ درياهہ کي پيئا، ان قبيلي جي ڪنهن ماڻهون کي ڪا شڪايت هوندي هئي تہ اهو پنهنجي پونگڙي اندر ڏينهن جون گولو ٻاري رکندو هيو جنهن مان ان قبيلي جي وڏڙن کي خبر پوندي هئي تہ ڪيس ڪا شڪايت آهي. اهڙن انيڪ قبيلن سان خالد هن ڪتاب معرفت ملاقات ڪرائي ٿو تہ اسانکي دلي خوشي ٿئي ٿي ۽ اسان بہ من اندر هڪ گولو ٻاري هلون ٿا هن سنڌ ڌرتي جي اصل ڌڻين جي اها دربدري ڪڏهن ختم ٿئي ۽ ڪڏهن تہ انهن جي حق مالڪيت قبول ڪئي وڃي.

**نثار ڪوکر**

**لاڙڪاڻو**

**07 اپريل 2020**

# تيرنهن تاليون

پنجاب واري پاسي جيڪي رول قبيلا رهن ٿا. انهن رول قبيلن جا وري ڪم پاڻ واري رول قبيلن کان ٻه ابتا آهن. اهي ابتا ٻه وري اهڙا جو ڇا ڇئجي. انهن رول قبيلن تي هن وقت تائين ڪو خاص ڪم تہ ناهي ٿي سگهيو. جيڪو ٿورو گهڻو ڪم ٿيو آهي. اهو ڪم ڪالونيل دور جو ٿيل آهي. انهي ڪري هنن قبيلن کي سمجهڻ لئہ انهي دور جي ڪتابن جي ڪوٽ ڪوٽان ڪرڻي پوندي.

هن وقت بہ پنجاب ۾ اهڙا رول قبيلا آهن، جيڪي مختلف جهنگلي جانورن جو اڄان بہ شڪار ڪن ٿا. انهي شڪار مان وري مختلف شيون ٺاهي وڪرو ڪن ٿا. گذريل پيري جڏهن آئون روهي واري پاسي. جهوڪ فريد ويو هئس تہ اتي جنهن ڪرڙ هيٺان فريد جهوڪ پوري ڪئي هئي. اها جهوڪ بہ ڏٺي هئي. اتي ئي روهي ۾ فريد جو ڪوهہ بہ موجود هو. اهو ڪرڙ اڄان اتي موجود آهي. جنهن ڪرڙ هيٺان فريد پنهنجي سهڻي محبوبا لئہ پيار جو چلو پڇايو هو. فريد جي اها محبوبا لاڙ ذات جي هئي. انهي ڏينهن اتي روهيلا پنهنجي ثقافتي رقص ۾ مست ٿي نچي رهيا هئا. اتي ئي انهي فريد جي روهي واري ميلي ۾ اهي پنجاب جا رول قبيلا بہ آيا هئا. انهن رول قبيلن جا اتي اسٽال لڳل هئا. اهي اسٽال بہ ڏاڍا عجيب هئا. اتي لڳل هڪڙي اسٽال تي ڏئوسين تہ گاسليٽ واري چلهہ تي سانڊن جو تيل ڪڍيو پئي ويو. جيڪو شيشين ۾ پري وڪرو ٿي رهيو هو. انهن گاسليٽ واري گولن جي روشني ۾ روهي جي اڇي ريٽ تي سوين سانڊا پيا هئا. جيڪي اتي ريٽ تي ريڙهيون پائي رهيا هئا. انهي سانڊن واري تيل جي اسٽال تي خفتين جي وڏي رش هئي. انهن تيل جون شيشيون هرڪنهن خريد ٿي

ڪيون ڪنهن لڪ چوري ۾ وٺي اصل پاسي واري ڪيسي ۾ ٿي
وڃيون.اصل ۾ اهو تيل جنسي ڪمزوري ۾ مخصوص عضوي تي لڳائڻ
لئي وٺي رهيا هئا. جنهن ۾ اهو تيل خريد ڪيو ٿي. انهي جي چهري تي
خوشي محسوس ٿي رهي هئي. اهي اتي تيل وڪڻندڙ ڪهڙي قبيلي جا
ماڻهو هئا. ؟اهي ڪير هئا ؟ڪٿان آيا هئا.؟ اها اوڏي مهل اسان کي خبر
نہ پئجي سگهي. پر جڏهن ڪالونيل دور جي ڪتابن جا پنا ٿا اٿلايون تہ
انهن ئي رول قبيلن جو ذڪر ملي ٿو وڃي. جيڪي مختلف جانور جهلي
انهن مان اهڙيون شيون ناهي حڪمت طور وڪرو ڪندا رهن ٿا.

انهن ڪالونيل دور جي لکڻين ۾ ڪيجر قبيلي سان گڏ انهي
پنجاب جي جلاد قبيلي جو ذڪر بہ اچي ٿو. جيڪو سڏبو ئي جلاد قبيلو
هو. چون ٿا اهو قبيلو ڪيجر قبيلي جي شاخ آهي. اهو جلاد قبيلو بنيادي
طور جسم فروش قبيلو آهي. اهي قبيلو جسم فروشي سان گڏ، انهي
جلاد قبيلي ۾ جسم فورشي جي حوالي سان بہ عجيب معيار هئا. هي
قبيلو ڇا ڪندو هو جو پنهنجي قبيلي ۾ پئدا ٿيندڙ عورتن کي ٻن
حصن ۾ ورهائيندو هو. هڪڙيون اهي عورتون جن جي چيل سنهڙي ۽
ڳچي ڊگهي هوندي هئي. جنهن جون اکيون واڻ ويندڙن کي ونگي ۽
ڏنگي سگهنديون هيون. انهن جي ڇاتي جا ڪبوتر اڏڻ لئہ پيا ڦڙ ڦڙائيندا
هئا. انهن خوبصورت عورتن کي هڪڙي پاسي ڪندا هئا. ٻيو حصي ۾
وري اهي عورتون هونديون هيون جيڪي ڏسڻ جون ايتريون
خوبصورت نہ هونديون هيون. جن جي چيل ۾ نہ ور هوندو هو نہ وري
اک جي ڏسڻ ۾ ڪو ڏاوڻ هوندو هو. جن جي ادا ايترو موهي نہ
سگهندي هئي. انهي حصي کي ٻي پاسي الڳ ڪندا هئا. انهن مان
جيڪي عورتون خوبصورت نہ هونديون هيون. انهن سان جلاد قبيلي
وارا پاڻ شادي ڪندا هئا. باقي جيڪي عورتون بي حد حسين عورتن
هونديو هيون. انهي جي اک جو چمڪو وري ٻين جي جسم ۾ باهہ
لڳائڻ لئہ هوندو هو.

انهن جلادن ۾ بہ هڪڙي اخلاقيات هوندي هئي. جن عورتن سان

جلاد قبيلي جا مرد پاڻ شادي ڪندا هئا انهن عورتن جي دل ۽ دماغ سميت سموري جسم تي حڪومت بہ جلادن جي هوندي هئي. انهن جسمن تي بين جون آگريون ڪون گهمنديون هيون. انهي جلاد قبيلي لئہ ڪتاب لکن ٿا تہ هي اهو ئي جلاد قبيلو هو جيڪو دهلي جي دربار ۾ ڦاسي گهاٽ تي ڦاسي ڏيڻ جو ڪم ڪندو هو. انهن جلادن ۾ بہ انبالا جا جلاد دربار ۾ وڏي حيثيت رکندا هئا. هي اهو ئي جلاد قبيلو هو جيڪو دهلي جي دربار ۾ سزا تي عمل ڪندو هو. جنهن ۾ رڳو ڦاسي ڏيڻ جو ڪم بہ نہ هوندو هو، جيڪڏهن ڪنهن کي ڪوڙا لڳائڻان هوندا هئا تڏهن بہ اهي ئي جلاد لڳائيندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن جا هٿ پير ڪٽڻان هوندا هئا تڏهن بہ اهو ڪم اهي ئي جلاد ڪندا هئا. انگريز لکن ٿا تہ جلاد لفظ بہ جلد مان نڪتو آهي. اهي جلاد اڇوت هئا. پر اهي ڪالي ماتا جي پوڄا ڪندا هئا. دهلي انهي قبيلي جو وڏو مرڪز هو جتي سڀ کان گهڻا جلاد رهندا هئا. پر انهي قبيلي ۾ پڻ اهڙي پيل هئي جو اهو پنهنجي ڌئيرن جي بہ دلالي ڪري چڙهيندا هئا. اهين ڪٽي چئون ڌيءُ جو دلو وري پيءُ هوندو هو. هنن جي دربارن کان پوءِ بہ وڏي ڪمائي بہ اها هئي.

انهن ڪنجرن ۽ جلادن کان سواءِ هڪڙو ٻيو قبيلو بہ پنجاب واري پاسي آهي جنهن جا ڌنڌا بہ اهڙا ئي آهن. جهڙا جلاد قبيلي جا آهن. انهي قبيلي جو نالو پرانا آهي. انهي پرانا قبيلي جون عورتون بہ جلاد عورتن وانگر جسم فروشي جو دنڌو ڪنديون هيون. سڄي رات هنن جي روون رون ما ٻيا مرد رس چوسيندا آهن. جتي اهي گرهاڪن کي چيل جي ور ۾ قابو ڪري اڪين جا تير ۽ تلوار هڻنديون هيون اتي اهي ئي عورتون وڏيون ڪرتب باز ۽ مداري بہ هيون. جيڪي پنهنجي گلي ۾ چاقو ۽ تلوار لٽڪائي پوءِ ڪرتب ڏيکاريندا هيون. انهي قبيلي جون عورتون جڏهن ڪرتب ڏيکاريندا هيون تڏهن انهن جا مرد رڳو انهي ڪرتب ڏيکاريندڙ عورتن جي اڳيان ڍول وڄائيندا هئا. هتان مردن جي هٿ ڍول تي پوندا هئا. هتان عورتن جو مداري پڻو ۽ رقص شروع ٿي ويندو هو. جسم جو انگ انگ نچڻ لڳندو هو. پوءِ انهي نچندڙ حسن

ڪي ڏسي هجوم گڏ ٿي ويندا هئا. انهن پراڻا قبيلي مان پوءِ گهڻا مسلمان بہ ٿي ويا. انهي قبيلو ۾ وري بہ ٻہ طبقا عورتن جا هئا. هن قبيلي جون هڪڙيون اهي عورتون هيون جن کي ٽيرنهن تاليون سڏيو ويندو هو ۽ ٻيون اهي عورتون هونديون هيون جن کي ٻارنهن تاليون سڏيو ويندو هو. انهن عورتن تي اهو نالو انهي ڪري پيو. جو اهي عورتون ميوزڪ جي ٻارنهن ۽ ٽيرنهن تال تي رقص ڪنديون هيون. انهي ٻارنهن ۽ ٽيرنهن تال جي حوالي سان جيڪي ميوزڪ جا وڏا ڄاڻون آهن. اهي چون ٿا تہ ميوزڪ ۾ جيڪي اڪي عدد وارا تال هوندا آهن. انهن تي ڳائڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. جيڪا هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ ناهي هوندي. اهي چون ٿا انهي اڪي عدد واري تال تي رقص ڪرڻ ڳائڻ کان بہ گهڻو ڏکيو هوندو آهي. هر رقاصا اڪي عدد واري تال تي نٿي نچي سگهي. پر پراڻا قبيلي جون اهي عورتون انهن اڪي عدد واري تال تي گلي ۾ چاقو ۽ تلوار وجهي رقص ڪري ويندیون هيون. انهي رقص ڪرڻ جي ڪري ئي اهي ناچڻيون پوري پنجاب ۾ مشهور هيون. انهن ناچو عورتن لئہ استعمال ٿيندڙ اهو ٽرم ايترو مقبول ٿيو جو سنڌ جي عام ڳوٺن ۾ اهو ٽرم اڄ بہ عام جام استعمال ٿيندو آهي. ڪا عورت گرهوڙي وانگر رنگ مٽائيندي آهي تہ چوندا آهن، هي تہ ڪا تيرنهن تالي آهي. انهي پراڻا قبيلي جي ڪام جي ورندڙ بدن اهڙا ماڻهن جي اندر ۾ ور وڌا جو پوءِ مرد انهي جسم جا رقص ۾ پنهنجي جسم کي بہ شامل ڪندا ويا. اهي جسم جيڪي رقص تي ورندا هئا. اهي مردن جي هٿن جي ڇهاءَ سان ورڻ لڳا. اهين انهن عورتن کان رقص ويندو رهيو. انهن قبيلن جهنگ ڇڏيا رقص ڇڏيا، جسم ورڻ ڇڏي ڏنو. اهي جسم جيڪي گلي ۾ تلوار ۽ چاقو وجهي رقص ڪندا هئا. اهي ڪنهن ٻي هنڌ تي ورڻ لڳا. جسم ۾ ور ۽ ورڻ جي ادا ۽ رقص تہ اهي ئي هئا. بس رڳو جڳهيون تبديل ٿي ويون. اهي خانہ بدوش پوءِ خيمن جي اندر محدود ٿي ويا. هاڻوڪو پنجاب ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو آهي. انهي ڪري هن پنجاب ۾ اهي قبيلا آهن، الئي ناهن. پر انهن قبيلن جو ذڪر

اجان تائين انگن اکرن سان ڪالونيل دور جي لکڻين ۾ ملي ٿو جيڏي مهل انهن پنن تي اکيون پون ٿيون تہ ايئن ٿو لڳي اجهو ڪا انهن پنن مان پرانا قبيلي جي ڪا عورت نڪرندي جنهن جي گلي ۾ تلوار ۽ چاقو هوندو هن جو مڙس پر ۾ دهل وڄائيندو ۽ اها پني تي ئي رقص ڪرڻ شروع ڪندي. پر ايئن هاڻ الئي ممڪن آهي يا ناهي. جڏهن تہ اڄ اسان جي سماج ۾ انهن رقص کي ئي سنو نٿو سمجهيو وڃي.

# ڪيريون

ڪيرن جي پوري قبيلي جي سڃاڻپ ڪيريون آهن. اهي ڪيريون وري پنهنجي ناچ جي ڪري نالي چڙهيون هيون. هر ڪيريءَ جي انگ انگ ۾ ناچ هو. ڪيري جيڪو بہ قدم کڻندي هئي، ان ۾ رقص هو. هن جي وک وک ۾ ناچ جي لئہ هئي. ڪيريءَ جهڙو ناچ اڄ بہ ڪير نہ ڪري سگهندو. سنڌ ۾ مشهور ناچ جو نالو روپ ناچ هو. روپ ناچ نچڻ بہ هر ڪيريءَ جي وس جي ڳالهہ نہ هو. بس ڪا ڪا ڪيري ئي روپ ناچ نچي سگهندي هئي. ڪيرين جي اکين جا ڇپر ڪڇڻ ۽ جهڪڻ ۾ بہ هڪڙو رقص هو.

انهي ڪير قبيلي ۾ پاجوڙي هئي جي پوري قبيلي جي مشهور ناچڻي هئي. هن جو ناچ اڄ بہ ڪيرين جي لوڪ قصن ۾ مشهور آهي. اهين سمجهو پاجڙي انهن جو لوڪ داستان آهي. اها پاجوڙي ئي هئي، جنهن گجر بادشاهہ کي پنهنجي ناچ سان گهائي وڌو هو. جڏهن هوءَ گجرن جي محل ۾ ناچ ڪري رهي هئي، تڏهن گجر بادشاهہ داد ۾ هن ڏانهن سون جا ڪنگڻ اڇليا هئا، جيڪي هن روپ ناچ ڪندي جهٽي ورتا هئا. تڏهن انهيءَ گجر بادشاهہ هن کي چيو هو تہ جيڪڏهن تنهنجا پئي پير ناچ ڪندي تنهنجين اکين جي برابر اچي ويا تہ آئون توکي گجرن جي بادشاهي ڏئي ڇڏيندس. هن ايئن ڪري ڏيکاريو هو، پر تيستائين هن جا پير ناچ جي وچ ۾ اچي ويا ۽ هو ڪري پئي. ان عمل جي ڪري هوءَ سخت زخمي ٿي پئي. اها زخمي پاجوڙي مرڻ لڳي. ايئن سمجهو تہ پاجوڙي رقص ڪندي مري وئي. هن جي رقص بڻجي ويل جسم مان جڏهن ساهہ ناچ ڪندي نڪري رهيو، تڏهن هن پنهنجن ويجهن عزيزن توڙي قبيلي جي ڪيرين کي چيو هو تہ اوهان مان هاڻ ڪابہ ڪيري روپ ناچ نہ ڪندي. قبيلي جو ڪوبہ ماڻهو، جونءِ جي مهيني ۾ پپر جي

وڻ هيٺان نہ ويهندو. اوهان کي هميشہ وهندڙ نديءَ مان پاڻي پيئڻ کپي.
ڏياريءَ تي سڀ ڪيجرَ پنهنجا پڪن وارا گهر ڏيئن سان روشن رکجو.
ڪيجرن ان وچن کي نڀايو. پاجوڙي کان پوءِ ڪنهن بہ ڪيجريءَ وري
روپ ناچ نہ ڪيو. ڪيجرَ ڪڏهن بہ جونُ جي مهيني ۾ پپر جي وڻ هيٺان
نہ ويٺا. وهندڙ درياهہ جو پاڻي پيئڻ جي ڪري اهي ڪيجر خانہ بدوش بہ
ٿي ويا. انهي پاجوڙي ڪيجري جي ڏنل قسم پوري ڪيجر قبيلي کي خانہ
بدوش ڪري ڇڏيو.

پاجوڙي مري وئي، ڪيجرين روپ ناچ ڇڏي ڏنو، پر رقصُ
ڪيجرين جي انگ انگ ۾ هو. اُهي هلنديون بہ ناچ واري ردم ۾ هيون.
روپ ناچ ڇڏي باقي ٻيا جيڪي بہ ناچ ڪيجرين کي ايندا هئا، اهي
ڪيجريون نچنديون رهيون. اهي ڪيجريون نچنديون بہ رهيون ۽
ڳائينديون بہ رهيون. وري بہ ڪيجرين جي خانہ بدوشي هنن جي جسم جي
ڪري ختم ٿي. هنن وري ڪوٺن کي آباد ڪيو. ڪوٺن تي نچڻ کان پوءِ
ڪيجريون نچڻ ۽ ڳائڻ کان بہ ڪجهہ قدم اڳتي نڪري ويون. انهن
وهندڙ درياهہ مان پاڻي پيئندڙ ڪيجرين جا جسم وري پياسن لئہ پاڻ
درياهہ بڻجي پيا.مڌ ۽ ناچ هنن جي روڻ روڻ ۾ رقص ۾ آڻي ڇڏيو.
مڌ،ناچ، موسيقي انهن جي سڃاڻپ هئي.

انهن ڪيجرن ۽ڪيجريون جون ريتون رسمون بہ عجيب هيون.
اهي ڪيجر اڄ بہ پنهنجي ڪنهن مري ويل جي قبر تي ويندا آهن تہ پاڻ
سان گڏ مڌ جا مٽ پريِ ويندا آهن. اتي ويهي ڪجهي شرب مرد توڙي
عورتون گلاس ڀري ڀري پئيندا آهن.شراب سان گڏ چلم بہ ڇڪيندا آهن.
اتي انهي قبرستان ۾ شراب پئڻ کان پوءِ ڪيجريون ڳائينديون ۽ رقص
ڪنديون آهن. چون ٿا تہ هنن ڪيجرين ۽ ڪيجرن جي انهن قبرن مٿان
هڪڙي ننڍڙي دري بہ ڇڏيل هوندي آهي، جنهن مان اهي مڌ ۽ چلم کي
قبر ۾ بہ لاهيندا آهن. هنن جو خيال آهي تہ جيڪو ڪير ۽ ڪيجري مري
وئي آهي، تنهن جو روح ان دريءَ مان ٻاهر نڪري، هن دنيا جو دورو
ڪندو آهي. انهي ڪري هو نچنديون آهن. ڪيجر ٻاهہ ۽ پاڻيءَ جي پوڄا بہ

ڪندا آهن، پر هنن جو گهڻو عقيدو وري پيپر جي وڻ تي آهي.

جڏهن ميواڙ واري مها راڻي پرتاب ۽ اڪبر وچ ۾ هلدي گهاٽيءَ ۾ جنگ لڳي هئي، تڏهن بہ، هن راجستاني قبيلي پنهنجي ميواڙ جي مها راڻي سان نڀايو هو. مها راڻي ڪجرين ۽ ڪجرن کي باقاعدي جاسوسيءَ جي سکيا ڏياري، مغلن جي راڄڌاني دهليءَ ڏانهن روانو ڪيو. پوءِ اهي ڪجريون ۽ ڪجر پوريءَ دهليءَ ۾ مها راڻيءَ جا جاسوس ٿي، مغلن تي نظر رکندا رهيا. ايئن اهي ڪجر دهليءَ ۾ بہ آباد ٿيا، هن وقت دهلي ۾ ڪجر گهڻي تعداد ۾ آهن. پر چون ٿا تہ ڪجرن جو اصل وطن راجستان ۽ پنجاب آهي.

اهي ڪجر در در جا رولاڪ هئا. ڪجر اصل ۾ سنسڪرت جي لفظ ڪناچارا مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي: "جهنگل ۾ گهمڻ وارا". هنن ڪجرن جون راجستان ۾ 23 نُکون آهن ۽ پنجاب ۾ هنن جو وري 12 نکون آهن، جنهن ۾ چماڙ منگتا، ياٽ، چوهاڻ، جٽ ۽ ٻيون نکون اچي وڃن ٿيون. هنن ڪجرن جي هڪڙي نک جلاد ڪجر بہ آهي. انگريزن ان قبيلي تي ڏوهاري قبيلي جو اسٽيمپ بہ هنيو هو.

اينٿروپالاجيءَ جا شاگرد چون ٿا تہ ڪجر ڪو هڪڙو مخصوص قبيلو ناهي. اهو ڪيترن ئي قبيلن جو مجموعو آهي. اُن ۾ سانسي ۽ جوڳي بہ اچي وڃن ٿا. پر اهي ڪجر جڏهن راجستان ۽ پنجاب مان ٿيندا سنڌ پهتا تہ هتي هنن کي ڪُوچڙا بہ چيو ويو. اهي ڪوچڙا اڄ بہ پنهنجي ذات لڪائي سنڌ جي مختلف شهرن ۾ آباد آهن يا اهي سنڌ ۾ ڪجر ۽ ڪوچڙي بدران پنهنجي نک سان سڃاپبا آهن. اهي ڪجر پنهنجو نسل مانا گروءَ سان ڳنڍين ٿا. اهي چون ٿا تہ اسان مانا گروءَ جي نسل مان آهيون، جنهن جي زال حو نالو نٽيا هو. مانا ۽ نٽيا جهنگ ۾ رهندا هئا. هنن جو گذران شڪار ۽ ڏوهن تي هوندو هو. مانا زوراور ۽ مضبوط ماڻهو هو. مغل سلطنت هن کي انعامن سان نوازيو هو. ڪجرن وٽ اهڙيون ڪيتريون ئي ڪهاڻيون آهن.

اهي ڪجريون اڄ بہ دهليءَ ۽ بمبئي جي بارن ۾ رقص ڪندي

نظر اچن ٿيون. ڪڏهن ڪڏهن رات جو پوليس هنن کي گرفتار ڪري به
وٺي ويندي آهي ۽ لاڪ اپ ڪري ڇڏيندي آهي، پر لاهور واري قلعي
جي بلڪل پرسان هاڻ انهن ڪيجرين واري اها بازار فُود اسٽريٽ ۾
بدلجي چڪي آهي. اتي اليٽ ڪلاس جا ماڻهو پنهنجين فيمليز سان گڏ،
رات جو انهن ڪوٺن جي ڇت تي چڙهي، قلعي کي حسرت ڀري نظر
سان ڏسن ٿا. مغل دور ۽ ڪالونيل دور جا اهي ڏينهن سارين ٿا. جڏهن
هيءَ بازار سڄي رات رقص، راڳ ۽ مئہ ۾ مدهوش هوندي هئي. سنڌ
جي ناري وارن وڏيرن جا اتي بورڊ لڳل هوندا هئا. چون ٿا تہ ناري جا
گهڻا نواب پنهنجون جاگيرون بہ ان ئي گهٽي ۾ ڪٽي وڃائي آيا. انهيءَ
فود اسٽريٽ ۾ اڄ بہ پروفيسر اقبال جو ننڍڙو ميوزيم آهي، جنهن ۾
هُو ان دور جي هڪ هڪ لمحي کي محفوظ ڪري ويٺو آهي. اقبال فائن
آرٽ جو پروفيسر آهي. انڪري هن ڪوٺي جي هڪ هڪ منظر کي
پينٽ ڪيو آهي، جن ۾ ڪيجرين جي هر ادا ۽ ناچ جي هر لئہ محفوظ
آهي. اهو ميوزيم اڄ بہ ڪوٺي واري اصل شڪل ۾ محفوظ آهي. اتي
سوپاري ٽوڙڻ واري سُنڙي ۽ ڪاٺ مان ٺهيل پان داني ڪان وٺي هر
شيءِ محفوظ آهي. ان ميوزيم ۾ رهندڙ پوڙهي مون کي ٻڌايو تہ هن
ميوزيم جي اپت مان پوڙهين ڪيجرين جو پيٽ پرجي ٿو. هن اهو بہ
ٻڌايو تہ جڏهن هتي رقص ٿيندو هو تہ وڏن گهراڻن جا ماڻهو پنهنجا ٻار
بہ هتي ڇڏي ويندا هئا تہ جيئن اهي محفل جا آداب سکن. هڪڙو اهڙو
دور بہ آيو، جڏهن ڪوٺي تي رقص ڪندڙ هر رقاصا کي ڪيجري
سمجهيو ويو. ڪوٺا ڪيجرين جي ذات سان سڃاپجڻ لڳا. ايئن ڪيجر
لفظ پوري سماج ۾ هڪڙي گار بڻجي ويو. نہ تہ لفظي طور ڪيجر ڪا
گار نہ آهي. ڪيجريون رقص واري آرٽ جي ڪري معتبر بہ آهن. اهي
لاهور واريون ڪيجريون هيون يا نہ، پر انهن کي بہ چوندا ڪيجريون هئا.

هاڻ نہ اهي ڪوٺا رهيا آهن، نہ رقص جي اها اهميت رهي آهي.
ڪيجرين ۽ ڪيجرن بہ رولاڪيرن ڇڏي ڏنيون آهن. هاڻ هو دنيا جا ٻيا
ڌنڌا سکي ويا آهن. ذات مٽائي ڇڏي اٿن. پر ڪنهن رقص جي ڄاڻوءَ جي

نظر، ڪنهن ذات مٿائي ويل ڪجريءَ تي پئي ته، هو سندس هلڻيءَ ۽ لئه
مان ئي سمجهي ويندو ته، ها ٻيلي اها آهي ڪجري.

پاڻ وٽ هتي گهڻو مشهور موران ڪجري جو قصو آهي. جنهن
جي عشق جو مرڪز رنجيت سنگهه هو. موران جي حسن اڳيان رنجيت
سنگهه جي دل جو ڌڙڪو وڌي ويندو هو. اها موران ڪجري توڙي جو
مسلمان هئي. جيڪو پوءِ رنجيت سنگهه جي رکيل بہ سڏبي هئي.
رنجيت سنگهه بہ مغل وانگر مختلف مذهبن جا وزير ۽ زالون رکيون
هيون.. امرتسر کان 35 ڪلوميٽر پري ۽ واهگا بارڊر جي ويجهو
ڏنوڪلان اهو هنڌ آهي جتي رنجيت سنگهه ٻارنهن دري ٺهرائي هئي،
رنجيت سنگهه پنهنجي شاهي دستي سان گڏ لاهور کان امرتسر ايندي
ويندي انهي هنڌ تي آرام ڪندو هو ۽ رقص موسيقي سان دل
وندرائيندو هو. رنجيت سنگهه جي انهي ٻارنهن دري ويجهو ماکن پور
وارو علائقو هو جتان جي طوائف موران پنهنجي سونهن ۽ سونهپ ۾
يڪتا هئي. موران تي سندس نالو هن جي ناچ جي مورن جهڙي انداز
تان پيو، ان وقت رنجيت سنگهه جي عمر 21 سال هئي ۽ موران پنهنجي
حسن، رقص ۽ انداز سان سڌو سندس دل ۾ گهر ڪري وئي. جڏهن بہ
رنجيت سنگهه ٻارنهن دري ايندو هو تڏهن موران سندس آڏو رقص جي
محفل سجائيندي هئي. چون ٿا تہ هڪ ڀيري هوءَ ٻارنهن دري اچي رهي
هئي تہ سندس پيرن ۾ پاتل چاندي جو جوتو، جيڪو ڪيس رنجيت
سنگهه تحفي طور ڏنو هو، سو انهي ڪينال ۾ ڪري پيو جيڪو مغل
بادشاهه شاهجهان لاهور جي شالامار باغ ۾ پاڻي پهچائڻ لاءِ جوڙايو هو.
موران کي جوتي جي وڃائڻ جو تمام گهڻو ارمان ٿيو ۽ هن رنجيت
سنگهه ڏانهن نياپو موڪلرايو تہ جيستائين انهي ڪينال جي مٿان پل نہ
جوڙائيندو، تيستائين هوءَ سندس آڏو رقص نہ ڪندي. رنجيت سنگهه
اهو ٻڌندي هڪدم انهي ڪينال مٿان پل تعمير ڪرڻ جو حڪم ڏنو،
جيڪا "ڪنجري واري پل" جي نالي سان مشهور ٿي. موران جي محبت
رنجيت سنگهه جي دل ۾ ايترو تہ گهر ڪري وئي جو هن ڪيس پنهنجي

پڻ راڻي بڻائڻ جو ارادو ڪيو. جيتوڻيڪ انهي دور ۾ طوائفن سان سنگت هڪ عام رواجي ڳالهہ هئي پر ڪنهن طوائف سان راجا مهاراجا پاران شادي ڪرڻ غير معمولي هو. ٻيو مسئلو اهو بہ هو تہ رنجيت سنگهہ سک هو، جڏهن تہ موران مسلمان هئي. جيتوڻيڪ شاهي روايتن تحت رنجيت سنگهہ جون ڪيترين ئي شاديون ٿيل هيون پر موران جو انداز ئي الڳ هو، رنجيت سنگهہ موران کي سمورين راڻين کان وڌيڪ خوبصورت قرار ڏيندو هو، سندس انهي رويي جيڪري رنجيت سنگهہ جي هڪ زال تہ آپگهات پڻ ڪري ڇڏيو هو، هوندئن تہ هر حڪمران پنهنجا تصويري سڪا جاري ڪندو آهي پر رنجيت سنگهہ ڪڏهن بہ پنهنجو سڪو جاري نہ ڪيو پر ان جي بدران هن موران جو سڪو جاري ڪيو جنهن تي مور جا پر ٺهيل هئا. انهن سڪن کي موران شاهي سڪا سڏيو ويندو هو. رنجيت سنگهہ جيڪو اڳ ڪيس موران راڻي چوندو هو تنهن بعد ۾ ڪيس موران سرڪار جي نالي سان پڪارڻ شروع ڪيو. جنهن وقت رنجيت سنگهہ روايتن کان هٽي ڪري موران سان شادي ڪئي تہ ان تي سک برادري سخت رد عمل جو مظاهرو ڪيو، هڪ تہ هوءَ مسلمان هئي ۽ ٻيو تہ پردو نہ ڪندي هئي. سکن جي روحاني مرڪز اڪال تخت تي هڪ جرڳو ٿيو جنهن ۾ سکن جي روحاني پيشوا ڦولا سنگهہ ڪيس ڪوڙا هڻڻ جي سزا جو حڪم ٻڌايو. رنجيت سنگهہ انهي فيصلي کي قبول ڪيو ۽ جڏهن اڪال تخت پهتو تہ ڦولا سنگهہ ڪوڙا هڻڻ واري فيصلي کي ڏنڊ ۾ بدلائي ڇڏيو. جيتوڻيڪ رنجيت سنگهہ جي حوالي سان تہ تاريخ جا ڪيترائي ڪتاب ۽ محققن جي تمام گهڻي تحقيق موجود آهي پر موران جي باري ۾ تمام ٿورو مواد آهي ان ۾ بہ ڪيترائي سوال رهيل آهن، مثال اهو تہ موران جا آخري ڏينهن ڪيئن گذريا، سندس وفات ڪهڙين حالتن ۾ ٿي، ڪٿي لکيل آهي تہ سک برادري جو رنجيت سنگهہ مٿان سخت دٻاءُ هو تہ موران کي شاهي محل مان نيڪالي ڏني وڃي، جنهن بعد رنجيت سنگهہ ڪيس پٺانڪوٽ ۾ رهايو ( اهوئي پٺانڪوٽ، جتي

هن سال جي شروعات ۾ پارتي هوائي فوج جي اڏي مٿان حملو ٿيو هو، جنهن جو الزام پارت پاڪستان مٿان لڳايو هو)، ايئن هوءَ آخر تائين اتي رهي ۽ رنجيت سنگهہ جي موت تائين اهو عرصو لڳ ڀڳ 20 سال ٿئي ٿو.ڪي چون ٿا رنجيت سنگ موران ڪيجري مٿان اهڙو ئي مقبرو ٺهرايو جهڙو مقبرو شاهجان پنهنجي زال نورجهان لئہ ٺهرايو هو.

رنجيت سنگهہ جي ڪابي اک جي ديد ننڍپڻ ۾ ماتا جي بيماري سبب ختم ٿي چڪي هئي ۽ سندس نقش بہ ڪي چڱا ڪونہ هئا، چون ٿا تہ هڪ پيري موران ڪيس چرچي وچان چيو تہ خدا جڏهن خوبصورتي ورهائي رهيو هو تڏهن تون ڪٿي هئين؟ تنهن تي رنجيت سنگهہ ٺهہ پهہ چيو تہ آئون يقينن ڪنهن جنگ جي ميدان تي ويل هوندس!

هون تہ رنجيت سنگ جي زندگي عورت، شراب، جنگ ۽ گهوڙن سان محبت ۾ پريل هئي پر موران ڪيجري جهڙي محبت هن جي ڪنهن سان نہ هئي. اهي ڳالهيون تاريخ سک راج ۽ رنجيت تي آيل ڪتابن ۾ موجود آهن. اهي فيس بڪ تي بہ شئير ٿينديون رهن ٿيون.

# ڪيجا

انهي ڏينهن جڏهن هو عمرڪوٽ جي شهر ۾ اسان سان ان ڪونج ڪبوتريءَ جي ڳالهه ڪري رهيو هو، تڏهن سندس فون جي رنگ هر هر وڄي رهي هئي. پر هن هر هر فون ڪٽي ٿي ڇڏي. شايد ڪونج جي ڳالهه هن جي دل جي ڳالهه هئي. انهي ڪري هن جو جسم به اها ڳالهه ڪندي ڪندي پاڻ فون جي رنگ بڻجي ٿي ويو.اها ڪونج جنهن سان هن زندگيءَ جا پورا ڏهه سال گذاريا هئا. جڏهن هن جي هر رات پيڙي تي گذرندي هئي. اُتي هي ۽ ڪونج ٻئي اڪين ۽ دل ڪان ٿيندا هڪٻئي جي جسمن ۾ لهي ويندا هئا. هنن اتي هڪ ٻي جي جسم ۾ گهرو لهي ڏٺو هو.هي ٻئي هڪ ٻي جو جسم پڙهيندا رهندا هئا. جسم هنن لئه تڏهن تمام گهڻو اهم هو. اهو هنن جي ٻنهي جسمن جو ٽڪراءُ هو جيڪو هنن کي مزي جي گهري سمنڊ ۾ وٺي ٿي ويو.هن جڏهن اها ڳالهه ٿي ڪئي ته هن جو رون رون ڪاندارجي ٿي ويو.ڄڻ هن کي ڪونج جي جسم جي اڄ لڳي هجي.اها اڄ هن جي نس نس ۾ هئي.

هن ٻڌايو ته هيءَ تڏهوڪي ڳالهه آهي، جڏهن وڏا وڏا آفيسر ۽ تر جا وڏا وڏا وڏيرا ۽ جاگيردار روز رات جو پيڙن تي ويندا هئا.تڏهن پيڙي تي وڃڻ ڪنهن عام غريب ماڻهو جي وس جي ڳالهه نه هوندي هئي. تنهن هوندي به، ڪبوتريون روز صبح سان تيار ٿي تيل ڦليل ڪري اڇي ڪنري واري بس مان بازار ۾ لهنديون هيون. تڏهن انهن سهڻين ڪبوترين کي شهر جي هر اک تڪيندي هئي. هو چاهينديون به اهو هيون ته هر اک جو محور هجن. تڏهن ڪنهن جي به دل ڪبوتريءَ جي اوڇاڳيل اک جي ڪان خمار بچي نه سگهندي هئي. هنن جو جسم رات جو ٽڪل هوندو هو، پر اک گراهڪ جي تاڙ هوندي هئي. هر روز ڪونه

ڪو نئون شڪار هنن کي ملندو ئي ملندو هو.

هن جڏهن پيڙي تي اچڻ وڃڻ سکيو تہ ڪبوترن جي پوري ٻولي بہ هن کي سکڻي پئي. جيڪا ٻولي هو سکيو بہ سهي. هو اڄ بہ اها ٻولي مڪمل ڳالهائي سگهي ٿو. انهن ئي ڪبوترين جي ڪري هن کي ان وڏيري سان بہ دوستي ڪرڻي پئي، جنهن جي ڳوٺ ۾ اهو ڪبوترين جو پيڙو هو. هو ٻڌائي ٿو تہ جڏهن پهريون ڀيرو ڪو ماڻهو، هنن سان ملڻ جي ڪوشش ڪندو آهي تہ ڪابہ ڪبوتري نہ پنهنجو اصل نالو ٻڌائيندي آهي ۽ نہ ئي ورري پنهنجي اصل پيڙي جي ايڊريس ڏيندي آهي. شروع ۾ ڪبوترين جو ٽولو ماڻهوءَ کي پيو ڦريندو آهي. ڪو ماڻهو شهر ۾ پهريون ڀيرو مليو تہ سڀ ڪبوتريون گڏجي ڪا ننڍيءَ عمر جي ڪبوتريءَ کي سندس پر ۾ ويهاري، پوءِ هر ڪبوتري پنهنجي انداز ۾ انهي نئين ڦاٿل ڪيجي کي ڦريندي. انهي ٽولي جي ڪا ڪبوتري، ان ماڻهوءَ کي چوندي آهي: هيءَ ويني آهي، اسان کي خرچي ڏئي تہ وڃو. ايئن هر هڪ پئسا وٺي هلي ويندي آهي. آخر ۾ اها پر ۾ وينل ننڍي عمر جي ڪچڙي ڪبوتري بہ هن کان پئسا وٺي هلي ويندي آهي. گهٽا ڏينهن رڳو اهي قصو هلندو آهي. جسم جي اڄ جا ماريا پيا ڪبوترين کان اهين ڦربا آهن. جيڪو ماڻهو ڪبوترين کي گهٽا پئسا ڏيندو آهي، تنهن کي اُهي صحيح ايڊريس ۽ نالو بہ ٻڌائي ڇڏينديون آهن. باقي جيڪو نئون هوندو آهي. جنهن وٽ ايترو پئسو بہ ناهي هوندو. انهي کي پيون هلائينديون آهن. ڪيترائي نوان ماڻهو راتين جو رلي پيڙن تہ ڏڪا ڪائي بنا ڪجهہ حاصل ڪرئي واپس اچي ويندا آهن. ورري ٻئي ڏينهن ساڳيو ٽولو، ساڳيا پئسا ڦرڻ جو انداز هوندو آهي. اهڙا ماڻهو پيو ڦربو آهي. هن ٻڌايو تہ جڏهن سندس پيڙن ڏي وڃڻ ٿيندڙ هوندا، گاڏي ڳوٺ کان ٻاهر ڇڏڻي پوندي هئي. ڳوٺ وارن جو ڌيان بہ هوندو هو. رات جو شروع شروع ۾ لڪي لڪي پيڙي تائين پهچندا هو. اهو سڀ تيستائين هوندو هو جيستائين سهي ايڊريس ۽ ڪبوترين جي اصل نالي جي خبر نہ پوندي هئي.جو جو ڪبوتريون اڪثر ڪري غلط

ايڊريس ۽ ڪوڙو نالو ٻڌائيندا آهن. ايئن هي مرحلو هلندو هو. جڏهن پڪي ايڊريس ۽ صحيح نالو ملي ويندو هو ته مڏ، گوشت ۽ فروٽ وٺي وڃڻو پوندو هو. اهو روز جو خرچ هوندو هو. اهو وٺي جڏهن ڪيجو پيڙي ۾ داخل ٿيندو هو ته وري ساڳيو حشر هوندو هو: "منهنجي ماءُ جا پئسا ڏي، منهنجي پاءُ جي خرچي، منهنجي پيءُ جي خرچي..." بس جيڪڏهن ڪو ڏهه هزار ڪٺي ويو ته ڏهه ئي هزار پُورا. پوءِ اٺ ڪان ڏهه ڪبوتريون اچي ماڻهوءَ جي ڪچهريءَ ۾ ويهنديون. اهي به خرچي وٺنديون هيون.

هن ٻڌايو ته سگريٽن، پان ۽ مڏ تي، اڌ رات تائين، ڪبوترين جي ٿڪن واري ڪچهري هوندي هئي، جنهن ۾ هو (ڪيجو) گهوٽ ٿيو اٺن ڏهن ڪبوترين وچ ۾ ويٺو هوندو هو ۽ ڪبوتريون نشي ۾ مست هونديون هيون. هن جو چوڻ هو ته "گهٽيون راتيون ته رڳو اهي ڪبوترين جون ڪچهريون ئي نصيب ٿينديون هيون". ماڻهوءَ کي ٿڪائينديون رهنديون. وري ٻئي ڏينهن شهر ۾ ساڳيو خرچ، پوءِ جڏهن ڪبوترا اوهان تي پروسو ڪندا ته ڳالهه ٿوري اڳتي هلندي. آهستي آهستي ڳالهه گهٽي اڳتي هلي ويندي.ايتري اڳتي هلي ويندي جو پنهنجي گهر جي گهٽي ئي وسري ويندي.انهي ڪان پوءِ ماڻهوءَ جي رات فڪس ٿيندي. آهي بس وٽس هفتي ۾ اها هڪڙي رات ئي هوندي. ڪبوتريءَ جي هڪڙي پلي ڳالهه آهي ته ان رات جا پلي ٻيو ڪو ڪروڙ رپيا ڏيندو هجي ۽ جنهن ماڻهوءَ سان ڪيس رات گذارڻي آهي، اُن رڳو ٻه هزار ڏنا هجن، پر هوءَ ڪروڙ کي ٿڏي ڇڏيندي. رات انهي ٻه هزار واري سان هوندي. تنهنڪري ڪيجا پنهنجي پنهنجي پيڙڪي ۽ عشق کي آزمائڻ لئہ هڪ ٻي سان شرطون بہ رکندا آهن.

جيڪي وڏا وڏا سرياند ماڻهو آهن. اهي پيڙڪيون بہ رکندا آهن. تنهن جو مطلب آهي تہ اهي مهينو فڪس ڪندا آهن. جنهن جو مهينو فڪس ٿي ويو، اهو عورت ٻي ڪنهن مرد وٽ نہ ويندي ۽ اهو ڪيجو ٻي ڪنهن عورت وٽ نہ ويندو. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ پيڙڪي ٿوڙي

تہ ڪبوتريون هن سان ايئن وڙهنديون، جيئن عشق ۽ محبت ۾ رسڻ، ڪاوڙجڻ ۽ وڙهڻ ٿيندو آهي. اها ڪبوتري هن سان محبوبا وانگر وڙهندي. ڪبوترين ۾ سڀ محبوباڻيون ادائون هونديون آهن. ڪنهن ڪبوتريءَ کي جڏهن پئسا ڏيڻ بند ڪبا تہ پوءِ اها ڪبوتري ڇا ڪندي جو، قميص جو پلو مرچن ۾ پسائي، پئي اکين تي هڻندي، انهي مرچن واري پسيل پلو لڳڻ جي ڪري سندس اکين مان لڙڪ پيا وهندا. گهر ٻاتي، ڪيجي جي موجودگيءَ ۾ ان ڪبوتريءَ سان پيا وڙهندا: هيءُ ڪيجو ڪجهہ نٿو ڏي، هن کي ڇڏي ڏي. پوءِ ڪبوتري پئي روئيندي. ڪيجو ڪنڌ هيٺ ڪري ويٺو هوندو. ڪبوتري ان حالت ۾ بہ محبت جي ڳالهہ ڪندي ۽ ڪيجو قرضي ٿيندو ويندو. اهين ناري ۾ جاگيرون انهن ڪبوترين جي پيڙن تي پوريون ٿيون آهن. جيڪڏهن ڪا ڪبوتري ڪنهن جي مهيني واري پيڙڪي آهي ۽ ڪنهن سان شادي ڪندي تہ هوءَ پنهنجي ڪيجي ڪان اجازت ضرور وٺندي. انهيءَ ڪيجي جي موڪل ڪان سواءِ شادي نٿي ڪري سگهي. جيڪڏهن ڪيجي اجازت ڏني تہ ڪبوترا وري هن جي ننڍي پيڻ ڪيجي کي پيڙڪي ڪري ڏيندا! اهو سلسلو هڪ پيڻ ڪان ٻي پيڻ تايئن اهين هلندو رهندو آهي.

هن اهي ڳالهيون ڪندي ڪندي، جڏهن ڪونج ڪبوتريءَ جي ڳالهہ ڪئي تہ، سندس چهري تي اها اداسي اچي ويئي، جيڪا عشق ۾ بڏل اکين ۾ ايندي آهي. مون ڪونج کي ڏهہ سال ڏنا. پوءِ اسان ٻئي ڀڄي وياسين. شادي ٿي ڪئي، پر جنهن دوست جي گهر ۾ مون ڪونج کي ڇڏيو هو، انهيءَ دوست بہ "لو ميريج" ڪئي هئي. انهيءَ دوست جي گهر واريءَ ڪونج کي سمجهايو تہ اوهان وٽ ڪجهہ بہ نہ آهي. اوهان وٽ نہ گهر نہ پئسا نہ نوڪري آهي. شادي ڪري ڪيڏانهن ويندا. اوهين رلي ويندا تيستائين اسان کي ڪبوترن بہ ڳولي هٿ ڪيو. هنن چيو تہ اوهين شادي نہ ڪريو. تو ڏانهن جيڪي رهيل پئسا آهن،(ڪبوتريون پنهنجي ڏنڍي ۾ اوڌر بہ ڪنديون آهن.) اهي معاف ڪريون ٿا. اسين توکي واپس گهر ۾ رکون ٿا. پوءِ اسين واپس آياسين. واپس اچڻ ڪان پوءِ ٿورن

ڏينهن اندر مون پيڙي تي وڃڻ ڇڏي ڏنو. ڪونج مون کي رت سان خط لکيا، جيڪي مون وٽ پيا آهن. ڪجھ درديلن ڳانن واريون ڪيسٽون بہ موڪليون، اهي بہ مون وٽ پيون آهن. اڄ بہ جڏهن مونکي ڪونج سان گهاريل راتيون ياد اينديون آهن. تڏهن اهي خط پڙهندو آهيان ۽ ڪيسٽون ٻڌندو آهيان. انهن سيني جي ڳالهين کان پوءِ بہ آئون نہ ويس. تڏهن ڪونج انهي منهنجي وڇوڙي ۽ بي وفائي ۾ زهر پي ڇڏيو. هن کي اسپتال کڻي آيا. جڏهن مونکي اها خبر پئي تڏهن آئون هن سان اسپتال ۾ ملڻ ويس. هو بيڊ تي پئي هئي. مونکي ڏسي هن جي اکين مان سچ وارا ڳوڙها وهي هن جي ڳلن کان ٿيندا هيٺ هليا ويا. ڪجھ ڏينهن کانپوءِ هوءَ ٺيڪ ٿي وئي، پر پوءِ اسان جي عشق کي نظر لڳي وئي وچ وارن اسان کي ويڙهائي ڇڏيو. آئون هن جي پٺيان بدين بہ ويو هئس. پر اتي هن ٻيو ڪيجو ڪري ڇڏيو هو. مون کي اهو ڏينهن اڄ بہ ياد آهي، جڏهن هوءَ مون کان موڪلائي بدين واري بس ۾ چڙهي هئي.ڪبوترين جي پيڙن تي اهڙا ڪيترائي عشق ۽ محبت جا داستان جنم وٺندا ۽ مرندا رهن ٿا.ڪبوترين جون دليون محبتن جا قبرستان آهن.

اهڙو ئي هڪڙو ٻيو ڪيجو مليو، جنهن جي عمر هاڻ لڳ ڀڳ پنجاھ سال هوندي، پر هن پنهنجيءَ زندگيءَ جا ٽيھ سال پيڙي کي ڏنا آهن. ايستائين جو هن ڪبوترن کي پنهنجي زمين تي ويهڻ لئہ جڳھ بہ ڏني آهي. اهو ڪيجو چوي ٿو تہ هيءَ عشق آزاد آهي. هن عشق ۾ ڪنهن جو بہ ڊپ ناهي. هن وٽ هن وقت هي ٻي پيڙڪي آهي، هن جي پهرين پيڙڪيءَ جي شادي ٿي وئي.انهي ڪري هن کي سندس پيڻ پيڙڪي ٿي ملي آهي. هو چوي ٿو تہ، پيڙڪيون پڳهار تي بہ هونديون آهن. جيڪا پيڙڪي پڳهار تي آهي، ان جيڪڏهن پنهنجي پڳهار واري ڪيجي کي ڇڏي ٻيو ڪيجو ڪيو تہ، هوءَ اڳئين ڪيجي جا اهي سڀ پئسا ڀري ڏيندي، جيڪي هن ڪانئس ورتا آهن. پر ڪو ڪيجو ٻي پيڙڪي ڪري ٿو ۽ انهيءَ پيڙڪيءَ تي ڪا اوڌر رهيل آهي تہ اها هُو

پري ڏيندو. انهيءَ کان سواءِ کيس مڌ جي صورت ۾ ڏنڊ به ڀرڻو پوندو!
اهو ڪيجهو چوي ٿو تہ، اڳي ڪبوتريون ڦريندڙيون هيون، پر ڪيجهو
ويهاريندڙيون ڪين هيون. اهين سمجهو اڳي پيڙي جي پکن ۾ راڻيون
جو ڪبوترين جا جسم بلب وانگر پرندا ڪونہ هئا.ڪيجهو ويهارڻ جو
رواج هنن ۾ هاڻ پيو آهي. هو چوي ٿو تہ هاڻ گهڻا ڪيجا ڪبوترين جو
رڌل کائن بہ ٿا، نہ تہ شهر مان ماني وٺيو ايندا هئا. جيڪڏهن ڪبوترن ۾
ڪو مري ويو تہ، انهيءَ پيڙي تي ڪيجا ٽي ڏينهن نہ ايندا آهن. باقي
شادي ڪيجن لئہ بہ جشن آهي. اهو ڪيجهو تہ پنهنجيءَ پيڙڪيءَ کي
ڪٽڪ لهڻ مهل ڪٽڪ جا ڏهہ مڻ بہ ڏئي ڇڏيندو آهي. هو چوي ٿو تہ،
اهي جيڪي وڏا وڏيرا پيڙن تي پورا ٿيا، اهي ڏينهن رات پيڙن تي پيا
هوندا هئا. هن جي اِنهيءَ پيڙي تي پوليس ڇاپو بہ هنيو هو، جنهن ۾
سڀ ڪبوترا، ڪيجا ۽ ڪبوتريون جهلجي ويون هيون. پوءِ هن انهن
کي آزاد ڪرايو. تنهن کان پوءِ هنن پوليس تي ڪيس داخل ڪيو، جنهن
۾ هنن رسول بخش پليجي کي وڪيل ڪيو هو. پوءِ باجواہ جي منٿن
جي ڪري هنن کي ڪيس تان هٿ ڪڍڻو پيو هو. هيءُ ڪيجهو ڪبوترن
جو وڏو طرفدار آهي. هو چوي ٿو تہ هاڻ پيڙن تي ڪيجن اچڻ ئي ڇڏي
ڏنو آهي. ڪبوترن ۾ گهڻو ڪري ”لو ميريجز“ ٿينديون آهن. ڪبوتريون
پسند جي شادي ڪنديون آهن، پر اسان جو دوست اهو ڪيجهو تہ هاڻ
ڪبوترين جي ڳالهہ تي بہ ڪاوڙجي ٿو، جيڪو ڪنهن زماني ۾ پيڙن
جا پنڌ ڪندو هو.

انهن ڪبوترين جي عشق جا ماريل ڪيجا اوهان کي نہ رڳو
ناري ۾ ملندا، پر لاڙ ۾ بہ ملي ويندا. اهي ڪبوتريون اوهان کي ناري
جي وڏن وڏن گهراڻن ۾ بہ ملنديون، پر اڄ ڪلهہ گهڻا ڪبوترا نواب
شاهہ ۽ ميرپورخاص ۾ بہ ملندا. ڪبوترين جا عشق هاڻ گهٽجي ويا آهن،
پر پراڻن ڪيجن جي دلين ۾ اهي ڪبوتريون ۽ انهن جو عشق اڃا جوان
آهي. ڪبوترين جي سنهڙي چيلهہ ۽ اوچاڳي ۽ مڌ خماريل اکين کي
ڪير وساريندو.

# سانسي

ليڪ وانگر سنهڙين ۽ سوڙين گهٽين مان ٿيندا انهي ڏينهن ۽ آئون ۽ ميرحسن مري سانگهڙ ۾ انهي سانسي قبيلي جي پاڙي ۾ هئاسين. جيڪي پاڻ کي سوچي سڏرائن ٿا.هنن اسان سانسي قبيلي تي ڳالهائي رهيا هئاسين. تاريخ جا ڪتاب ٻڌائن ٿا تہ سانسي قبيلي جي هنن ماڻهن جو اصلي وطن راجستان آهي، پر هنن پهريون پيرو پنهنجو ملڪ تڏهن ڇڏيو هو، جڏهن علاءُالدين خلجي اچي تلوارون سندن سسين ۾ هنيون هيون. هي علاءِالدين خلجي سان پنهنجي وطن لئہ وڙهيا هئا.اها 1303ع جي ڳالهہ آهي. هنن سانسين جون پيڙهيون پاڻ واري جيسلمير جي پاٽي قبيلي سان ملن ٿيون. جن پاٽين مان ڪجهہ ڌاڙيلن بہ هئا. جن جا ڌاڙا ٿر ۽ اڇڙي ٿر جي پٽن ۾ مشهور آهن، هي جيڪي يادو ونشي آهن ۽ پنهنجي پاڻ کي ڪرشن جو اولاد سڏائين ٿا. چون ٿا تہ سانسي بدمر رات جو پٽ هو. پاٽين سان پيڙهي ملڻ ڪري، اهي سانسي ارڏا ۽ اٽڪي پوڻ وارا هئا. پر هنن کي خلجيءَ ايترو مجبور ڪيو، جو اهي ڏوهاري، چوراٽيا ۽ خوني راجپوتن مان ڦري رولاڪ ۽ خانہ بدوش قبيلو بڻجي پيا. پوءِ راجستان مان اچي پنجاب، پٽيالا، فريد ڪوٽ، هريانا ۽ سنڌ وارن پٽن ۾ آباد ٿيا.

هنن سانسين جا وڏا اڳي بہ ڏوهاري هئا، جيڪي ڍڳين جا ولر ۽ اٺن جا وڳ، اڳ ۾ ڪري، ڪٽان جا ڪٽان وجي نڪرندا هئا. اها عادت پاٽين ۾ ننڍي ڪندٻ جي ورهاڱي کان پوءِ بہ ڳچ عرصو رهي. اهي

اهي سانسي گڏيل پنجاب ۾ وري امرتسر ۽ لاهور جي ويجهو وجي آباد ٿيا هئا. جتان ٽڙيا پکڙيا بہ سهي ۽ اتي ئي هنن پنهنجو مذهب بہ مٽايو. ڪرشن جو اولاد سڏائيندڙ هن قبيلي جي ماڻهن، پاڻ کي

گرونانڪ واري سک مت ۾ پناهہ ورتي ۽ پو ڏوهہ ڇڏي وڃي رولاڪ ٿيا.

امرتسر جي رولاڪ سانسين واري پيڙهيءَ مان مها راجا رنجيت سنگهہ پيدا ٿيو، جيڪو پنجاب جو نالي چڙهيو حاڪم بڻيو. هڪ تہ انهن سانسين علاءُالدين خلجيءَ جي دور ۾ لڏپلاڻ ڪئي يا ڪٽي خانہ بدوش ٿيا. ٻيو هنن کي راجستان واري پاسي کان انگريزن 1871ع ۾ لڏپلاڻ ڪرڻ تي مجبور ڪيو هو، ۽ هن رولاڪ قبيلي تي "ٽرائيبل ڪرمنل ايڪٽ" لاڳو ڪيو ويو. سو انگريزن بہ هنن سان گهٽ نہ ڪئي. اهڙن حالتن کان پوءِ بہ هنن 1300ع کان وٺي 1871ع تائين پنهنجيون عادتون نہ مٽايون. ايتري رلڻ ۽ دربدر ٿيڻ کان پوءِ بہ هنن جا ڌنڌا اهي ئي ساڳيا رهيا: چوري ڪرڻ، ڦر ڪرڻ، قتل ڪرڻ.

1871ع کان وٺي ننڍي کنڊ جي آزاديءَ تائين، راجستان جي هن رولاڪ قبيلي تي اهو قلم لاڳو رهيو. 1952ع کان پوءِ هنن تان اهو قلم تہ لٿو، پر هن قبيلي بابت ماڻهن جي ذهنن تي موجود ڳالهہ لهي نہ سگهي. تنهنڪري ٿر واري پاسي هيءَ چوٽي هڪ مهٽي طور مشهور آهي تہ "تون جهڙو سانسي هجين."

ان وچ ۾ هنن پنهنجا مذهب بہ مٽايا ۽ ملڪ بہ ڇڏيا. ڪن نانڪ پنٿ ۾ پناهہ ورتي، تہ ڪن اسلام قبول ڪيو. گهڻا تہ هندو مت سان ئي واڳيل رهيا. ڪن تہ وري پنهنجي ذات ئي مٽائي ڇڏي. جيئن انهن مان ڪيترا "سوچي، سانسي" ۽ ٻيون بہ ڪيتريون ئي ذاتيون سڏائن ٿا.

هيءُ قبيلو پنهنجي سانسي ٻولي ڳالهائيندو هو. ان کي پيلڪي ٻولي بہ چئبو آهي. چون ٿا تہ اها ئي آرين جي اصلي ٻولي هئي. ايڪويهين صديءَ جي شروعات ۾، سڄيءَ دنيا ۾، ان جا رڳو 60 هزار ڳالهائيندڙ بچيا هئا. هاڻي تہ وڃي ٿورا ئي بچيا هوندا. سو انهيءَ ٻولي کي بہ وڏو خطرو آهي. ان سانسي ٻوليءَ ۾ "ڪاري" خالص ٻولي آهي ۽ "مالي" گڏيل ٻولي آهي.

اهي سانسي پنجاب ۾ تہ گهڻا آباد آهن، پر اهي گهمندا ڦرندا،

پاڻ واري سنڌ ۾ بہ پهتا. اهي سنڌ ۾ نوابشاهہ، سکر ۽ قاضي احمد واري پاسي کان سواءِ سانگهڙ ۾ بہ ويٺا آهن. سانگهڙ ۾ نظاماڻي محلي سان لڳو لڳ ويٺل هنن سانسين جي پاڙي جي سڃاڻپ "مانگي لعل سانسي" آهي. هن کي سموري سانگهڙ ۽ اوسي پاسي وارو تہ سڃاڻي. اهي سانگهڙ وارا سانسي پنهنجي پاڻ کي "سوچي" سڏائين ٿا. هتي رهندڙ سانسي سڀ جا سڀ موچکو کم کن ٿا، پر اهي مينگهواڙ ناهن. اڄ بہ هندو مذهب کي مڃيندڙ آهن. اهي سانسي چون ٿا تہ، اسان جا ابتا پيرا جوڌپور ۾ کٽن ٿا. اجمير شريف جي اوسي پاسي، اڃا بہ، اسان جا قبيلا آباد آهن. هنن چواڻي: اسان جون چار نکون آهن، جن ۾ ماچراڻي، هيماڻي، راساڻي ۽ ماريلاڻي شامل آهن. ساڳي نک ۾ هنن جي بہ ڏيڻ وٺڻ شادي ڪرڻ واري ريت ڪونهي.

مانگي لعل ٻڌائي ٿو: "تڏهن اڃا ليکو نہ نڪتو هو ورهاڱو نہ ٿيو هو، ملڪ هڪڙو ئي هو. هتي زمينون آباد هيون. هوڏانهن بک پئي هئي. تڏهن اسان جا وڏا گڏهن تي ٽپڙ کڻي هتي پهتا هئا. اسان سڀ کان اڳ پڊعيدن جي سامهون مغيرين اڇي ويٺاسين. نوابشاهہ واري شگرمل جي پاسي ۾ اسان جو ديرو هو. اتان اسين حر فقيرن سان گڏ لوڙهن ۾ بہ رهياسين. پر وڏو عرصو گڏهن تي ٽپڙ کڻي رلڻ ۾ ڪٽيوسين. ڳوٺ، ڳوٺ رلندا هئاسين. اتي ماڻهن جون جتيون ڳنڍيندا ۽ پالش ڪندا هئاسين. ان عيوض ڪڻڪ ۽ پيو ان ملندو هو. ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ملڪ واپس بہ هليا ويندا هئاسين. اسان جو اهو سفر ورهاڱي کان اڳ تائين جاري رهيو. ڪڏهن ڪڏهن اسان جا اڌ گهر جوڌپور ۾ رهيل هوندا هئا تہ اڌ گهر وري هتي روزگار پٺيان ايندا هئا. پر ورهاڱي کان پوءِ هوڏانهن جا ماڻهو اوڏانهن رهيا ۽ هيڏانهن جا ماڻهو هتي ئي رهجي ويا. اسين جيڪي سانگهڙ ۾ رهجي وياسين، اهي سڀ شهر ۾ جتين کي پالش ڪرڻ ۽ ڳنڍڻ جا دڪان کولي ويٺا آهيون. اسين هاڻ سانسي نہ پر سوچي آهيون."

سانسي ڏهن سالن جي ٻار کان سواءِ، جهان ڇڏيندڙ پنهنجي هر

ماڻهوءَ کي ساڙيندا آهن. تن جون هڏڙيون (جن کي هي ڦل چون ٿا) ساڙدري يا سنڌوءَ ۾ لوڙهڻ بدران گنگا ۾ لوڙهيندا آهن. جڏهن بہ ڏهن يا ٻارهن سالن کان پوءِ کو سرحد پار ويندو آهي تہ، اهو رڳو پنهنجيءَ نک جي ماڻهن جون هڏيون کڻي ويندو آهي. ٻيءَ نک وارو ٻلي پٽ سان پٽ ڏيئي وڃڻو هجي، پر هنن جون هڏيون اهو نٿو کڻي وڃي سگهي. هر ويندڙ وٽ ڏهن کان پندرهن ماڻهن جون هڏڙيون يا ڦل هوندا آهن.

شاديءَ ۾ اهي ڇئونريءَ جا ست ڦيرا ڏيندا آهن. سانسيءَ جي گهوٽ جو تيلاهو يا وهنجارڻ ساهراڻي گهر ۾ ٿيندو آهي. گهوٽ کي ميندي سالين هٿنديون آهن. شادي وارو وڳو ساهراڻي گهر ۾ پائيندو آهي. پنهنجي پيءُ جي گهران وڃڻ مهل گهوٽ کي ڇنانگ جيترو نج گيهہ پياريو ويندو آهي. باقي رسمون ساهراڻي گهر ۾ ٿينديون آهن، پر ڳڙ پيءُ جي گهر ۾ ورهائبو آهي.

جڏهن سانگهڙ واري سانسي يعقوب مسيح جي گهر پادري ايندو آهي تہ، اهي سانسي انهي جي تقرير ٻڌڻ ويندا آهن. جڏهن موهن واڻيي جي گهر گيتا جو پاٺ ٿيندو آهي تہ اهي اهو بہ ٻڌڻ ويندا آهن. محرم جا ڏهہ ئي ڏينهن اهي ڏکارا هوندا آهن. ڏهين محرم تي هنن جي وڏي لهري فقير جو بہ ڏهاڙو هوندو آهي، اهين هي هر مذهب جو احترام ڪندا آهن. انهن جا ڏهاڙا بہ ملهائيندا آهن.هنن جي ڏاڏي لهري فقير جو مرشد هڪڙو سيد هو. سانسي ڏاڏي لهري فقير کي بہ مڃين، جنهن جو خاندان اڄا سانگهڙ ۾ رهي ٿو. ان جي ياد ۾ هڪ مندر ٺهيل آهي، جنهن جو گهنڊ روز صبح جو وڄندو آهي. ان ئي لهري فقير جي مندر ۾ نغارا، ڪشتا، ڏنڊا، سنک، ڍولڪ ۽ ٻيا ڪيترا ئي ساز پيا آهن. اهي ساز لهرو فقير وڄائيندو هو. اتي ئي سنڌ ۽ پنجاب جي سيني پيرن ۽ بزرگن جون تصويرون پڻ لڳل آهن. لهري فقير جو اصل استاد سرحد جي هن پار آهي.

هنن سانسين مان راماپير جو ميلو ڪوبہ ناهي گسائيندو. هاڻي تہ هنن وٽ راجستان وارو ڪلچر، پولڪو، پڙو ۽ پٽڪو ناهي رهيو.

هاڻي اهي ٻولي بہ سنڌي ڳالهائين ٿا. اردو ٻولي بہ سٺي ڳالهائيندا آهن. مانگي لعل جو ننڍيو ڀاءُ گجراتي، مارواڙي، پارڪري ۽ ان پاسي جون ڪجهہ ٻيون ٻوليون بہ ڳالهائي ٿو.

سانگهڙ وارن انهن سانسين ۾ مانگي لعل سانسي هڪ الڳ پروفائيل وارو ماڻهو آهي. اهو مانگي لعل سانسي ئي هو، جنهن سڀ کان اڳ سانگهڙ جي سانسي محلي جا ويهہ ٻار اسڪول ۾ داخل ڪرايا. اڄ ٻيو نہ، تڏهن بہ، اهي سانسي سانگهڙ شهر ۾ صاف سٿري مزدوري ڪن ٿا. مانگي لعل ٻڌائي ٿو تہ ڪيس پنهنجيءَ مشهوريءَ جو وڏو شوق هو، انڪري هو پاڻ ئي پٽين تي لکي ڇڏيندو هو: ”مانگي ڪان تتل جتيون ڳنڍرايو.“

مانگي لعل ان دور ۾ سانگهڙ جي سئنيمائن ۾ پنهنجي نالي جا اشتهار پڻ هلرايا هئا. ان ڪان پوءِ مانگي لعل کي هر ماڻهو سڃاڻڻ لڳو هو. هن ڪيترن ئي هندستاني گانن تي سانگهڙ ۾ ماڊلنگ ڪري رڪارڊنگ بہ ڪئي. اڄ سانگهڙ جي دڪانن تي اوهان کي مانگي لعل جي ماڊلنگ وارا ڪيترائي گانا ملي ويندا، جن ۾ محمد رفيع ۽ مڪيش جا ڳايل گانا شامل آهن. ان ڪان سواءِ، هن ايڪشن واري رڪارڊنگ پڻ ڪئي، جنهن مان هن جي اندر لڪل اداڪار ظاهر ٿيو، پوءِ بہ مانگي لعل کي پنهنجين صلاحيتن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪو وڏو موقعو نہ ملي سگهيو. هن کي اڄ ڏينهن تائين چٽو ياد آهي تہ جڏهن هو ريڊيو پاڪستان جي پروگرام ”محنت ڪش“ ۾ شريڪ ٿيو هو. ان وقت سندس ماءُ پيءُ بہ ان ڳالهہ کي مڃڻ لاءِ تيار نہ هئا تہ ڪو مانگي لعل بہ ريڊيو تي اچي سگهي ٿو. هن گرجا ۾ ٿيندڙ ڪيترن ئي اسٽيج ڊرامن ۾ اداڪاري پڻ ڪئي.

جڏهن اسان ميرحسن مريءَ سان گڏجي، سندس گهر ۾ ساڻس ڪچهري ڪري رهيا هئاسين تہ هو هڪڙي ننڍڙي ٻار وانگر پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائي رهيو هو. مانگي لعل اڄ بہ سانگهڙ ۾ ماڻهن جون ڦاٽل جتيون ڳنڍي ٿو، پر هن سان سندس ماڊلنگ جي ڳالهہ ڪجي ٿي تہ هو، ڪنهن

ٻئي جي موبائيل ڪٽي اچي ان ۾ رڪارڊ ٿيل پنهنجي ماڊلنگ وارا گانا
اسان کي ڏيکاري ٿو.انهن سان ڳالهيون ڪندي اهين محسوس ٿئي ٿو.
هي اڄ بہ هنن شهرن ۾ پنهنجو پاڻ کي اوپرا ۽ اجنبي سمجهن ٿا. هو
پنهنجي نسلن جي اوج کي سارن ٿا.

# ڪوچڙيون ۽ ڪوچڙا

ڪوچڙو هجي يا ڪوچڙي هجي. هن جي سڃاڻپ چوري آهي. جي وجهه مليو ته هنن جو ڀار به چوري ڪندي ڪونه گسندو. تاريخ ۾ پوئتي وڃبو ته ڄاڻي سگهبو هن قبيلي جا مرد ته چور هئا ئي هئا، پر هنن جون عورتون به چوريءَ جي فن ۾ وڏيون ماهر ڪاريگر هيون. اهي ڪوچڙيون ۽ ڪوچڙا چوريءَ کي آرٽ سمجهندا هئا. اهو هنن لئه هڪڙو ڏکيو فن هو. ڪوچڙن لاءِ اهو به مشهور آهي ته هو جتان چوري ڪري ويو، اتي پنهنجن پيرن جا نشان نه ڇڏيندو هو. جيڪڏهن چوري ڪنديءَ هن جي پيرن جو نشان، ڪٿي پُل سان به لڳي ويو ته، ان کي ڪوچڙا، ڪوچڙو ڪري ئي نه مڃيندا هئا. ڪوچڙا چون ٿا ته، اسين ذات جا ڪوچڙا ناهيون. اسين به سانسي نسل مان آهيون. چوريءَ جي ڪري اسان تي ڪوچڙا نالو پيو. هنن جو اهو به چوڻ آهي ته ڪوچڙا لفظ "ڪوچ"مان آيل آهي. ڪوچ فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي. اُن جي معنيٰ "لڏيندڙ يا خانه بدوش" آهي. ايئن ڪوچڙي جي معنيٰ ٿي: خانه بدوشيون ڪندڙ يا رولاڪيون ڪندڙ. سندن چوڻ آهي ته اسان کي اهو لقب ڪلهوڙن جي دور ۾ مليو.

ان رات جڏهن اسان ميرپورخاص شهر واري لغاري پمپ کان ٿورڙو اوڀر پاسي، ڪي وکون پريان موجود ڪوچڙن جي پاڙي ۾ وڃنا هئاسين. اُتي اسان سان انهيءَ قبيلي جون اهي ڳالهيون ڳالهيون، اهو دليپ ڪوچڙو ڪري رهيو هو. جيڪو اڄ رنگ جي بيماريءَ ۾ ورتل هو. هو جيڪڏهن ٿوري دير ويٺو پئي ته ڪيس چڪر پئي آيا. تنهنڪري ٿوريءَ دير لاءِ ويهي وري ليٽي ٿي پيو. هن اُن وقت پاڻ کي ڪوچڙو سڏائيندي فخر محسوس پئي ڪيو. هن جو چوڻ هو اسين ڪوچڙا

آهيون تہ آهيون. انهي سڌائڻ ۾ کهڙي خرابي آهي. تنهن کان سواءِ، اسان ميرپورخاص کان ٽنڊي آدم روڊ تي، ٻي رات، اُن پپو عرف جهانپو کوچڙي سان بہ سندس قبيلي جي باري ۾ ڪچهري ڪئي، جيڪو هاڻ ميرآباد اسٽاپ تي پنهنجو اليڪٽريشن ۽ سولر جو دڪان هلائي ٿو.

اهي ڪوچڙا چوريءَ جي فن جا اهڙا تہ ماهر هئا، جو هلندي ٻڪرين ۽ رڍن جي ڌڻ مان ڪا ٻڪري يا رڍ ڪٽيندا هئا تہ اها خبر هنن سان گڏ هلندڙ ڌراڙ کي بہ نہ پوندي هئي. هنن جو چوڻ آهي تہ، اسان جو هٿُ رڳو ٻڪريءَ جي ڪنڌ ۾ پوندو هو تہ اوڏي مهل ٻنهي هٿن جي زور سان ٻڪري ۽ رڍ جو ڪنڌ ڀڃي، گڏهہ تي ٻڌل ٻوريءَ ۾ وجهندا هئاسين. ڪڏهن ڪڏهن وري، جتان ٻڪرين ۽ رڍن جو ڌڻ گذرندو هو، اتي وڻ جي آڏ وٺي ويهي رهبو هو. جيئن مال گذرندو هو تہ بس ٻڪريءَ ۽ رڍ جي منهن تي هٿ ڏئي، ڪنڌ مٽڪي وٺان ڀڃبو هو. هنن جو چوڻ آهي تہ، جڏهن ڪوچڙو گهر مان ڪا ٻڪري چوري ڪندو هو تہ گهٽو ڏئي، ان جي زبان ٻاهر ڪڍي، تنهن ۾ ڪنبو هڻندو هو. زبان ۾ ڪنبي لڳڻ کان پوءِ ٻڪري رڙ نہ ڪري سگهندي هئي. رڍ ٻڪريءَ کان سواءِ ڪوچڙا ڪٽڪ بہ چوري ڪندا هئا. اها چوري بہ عجيب طريقي سان ڪندا هئا. جڏهن ڪٽڪون لهنديون هيون تہ، اُهي ڪٽڪ ڪري مان ڪٽي، اتي ئي ٻهہ جي ڏڙ ۾ لڪائي ڇڏيندا هئا. جڏهن ڪٽڪ جي ڪرن جي ورهاست ٿي ويندي هئي ۽ ڪٽڪ ڪرن مان ڪڇي ويندي هئي تہ اُهي پلن لاسي گڏهن تي چڙهي، راتو رات ٻُهہ ۾ لڪايل ڪٽڪ ڪٽي، آ ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪوچڙا ڪنهن جاءِ تان چوري ڪندا هئا تہ اتان راتو رات ٽپڙ ڪٽي هليا ويندا هئا. ڪوچڙي جي چوريءَ کان پوءِ ٻي سڃاڻپ ٻوڙ ۾ تکو هجڻ آهي. ڪوچڙو پچڻ جو اهڙو تکو هوندو آهي، جو ٻوڙندي ڪوبہ نہ رسندس. دليپ ڪوچڙو چوي ٿو: "سبزل ٻوڙ جو اهڙو تہ تکو هو، جو پلي گهوڙي بہ هن کي ٻوڙ ۾ نہ رسندي هئي. پلين اها گهوڙي سراڙي ۾ هجي " ڪوچڙا چون ٿا تہ اڳي اسان جي قبيلي جا ماڻهو رولاڪ هئا تہ چاليهہ چاليهہ پنجاهہ پنجاهہ گهر گڏجي سفر ڪندا هئا.

انهيءَ سفر ۾ هنن سان گڏ لاسي نسل جا پلا گڏهہ هوندا هئا، جيڪي هنن جي لڏن جو وزن کڻندا هئا. اهي گڏهہ اهڙا تہ هوشيار هوندا هئا، جو، جنهن مهل، ڪوچڙا چوريءَ تي ويندا هئا تہ ' ي گڏهہ ئي سندن ساٿي هوندا هئا. اهي گڏهہ ڪوچڙن جي زبان سمجهندا هئا. ڏٿي ڪيتري بہ پنڌ تان گڏهہ کي سڏ ڪندو هو تہ اهو گڏهہ هڪ سراڙيءَ ۾ اچي وٽس پهچندو هو. اهي ڪوچڙا پنهنجي گڏهن تي مخصوص نالا بہ رکندا هئا.
ميرپورخاص وارو دليپ ڪوچڙو چوي ٿو: "اسان جي قبيلي ۾ ڪيترائي نالي وارا چور ٿي گذريا آهن. پر هنن ۾ ديبو ڪوچڙو پنهنجو مٽ پاڻ هو. هو اهڙو چور هو، جيڪو هلندي ريل واري مال گاڏي مان مال جون ڳنڍڙيون لاهي ويندو هو. هو انگريزن کي بہ گهربل هو. اهو ديبو ئي هو، جيڪو ريل گاڏيءَ مان اسلحو بہ لاهي ويندو هو. پيرو خاصخيليءَ کي اهو هٿيار وڪرو ڪندو هو. جڏهن حر انگريزن سان وڙهي رهيا هئا. ايئن سمجهو تہ هنن کي هٿيار ديبو ڪوچڙي پئي رسايا." هن وڌيڪ ٻڌايو: "گهڻو وقت اڳي روجي نالي ڪوچڙو انديا مان آيو هو. هن جو سچو منهن ڏنيپل هو. هو اهڙو ڪوچڙو هو، جيڪو مندرن مان چوريون ڪندو هو. جهلجي پيو. پوءِ برهمڻن هن جو سچو منهن ڏنيي داڳي ڪري ڇڏيو هو.انهي سان گڏ ڏيهہ نيڪالي بہ ڏني هئائون"

چون ٿا تہ اڳي ڪوچڙن ۾ سوني ڪوچڙي مشهور ۽ نالي واري مائي هئي. جڏهن ڪنهن جي بہ چوري ٿيندي هئي تہ اهو سوني ڪوچڙيءَ وٽ ويندو هو. اها سوني ڪوچڙي، جيڪڏهن ڪوچڙن چوري ڪئي هوندي هئي، تہ چوندي هئي: اسان ڪئي آهي، پر ڪاٺي وياسين، ورندي ڪانہ. جڏهن ڪوچڙن ۾ ڪنهن بہ چوريءَ جا پير کڻندا هئا تہ ماڻهو آسرو پلي ڇڏيندا هئا. ڪوچڙا چون ٿا: "اسان چوري ڪرڻ مهل اڳ پٺ جو سوچيندا آهيون، انڪري ناهيون جهلبا. ڪوچڙي جو چوريءَ ۾ ڪو اصول ناهي، جنهن سان گڏ هلندو ۽ رهندو، تنهن جي بہ چوري ڪري ويندو. ڪي ڪوچڙا چوري ڪرڻ مهل مرچن جو استعمال بہ ڪندا آهن. هنن جي کيسي ۾ مرچ هوندا آهن. جيڪڏهن هنن کي، ڪٿان

ڏينهن مهل چوري ڪرڻي هوندي آهي تہ ڪيسي مان مرچن جي لپ پري، اڳئين ماڻهوءَ جي اکين ۾ وجهندا آهن. جيستائين ماڻهو اکيون مهٽي سنئون ٿئي، تيستائين اکين اڳيان سندس شيءِ گم ٿي ويندي آهي. سندن چوڻ آهي تہ اهي ڪٽي بہ چوري ڪرڻ ويندا آهن تہ، هڪ بہ ڏينهن اڳ، اُن جاءِ جو جائزو وٺندا آهن تہ، اتان چوري ڪيئن ڪبي. ڪي ڪُوچڙا، ڪوچڙو سڏائيندي شرم بہ محسوس ڪن ٿا، پر گهڻا ڪوچڙا پنهنجي ذات سڏائيندي شرم نٿا محسوس ڪن. اهي چون ٿا: اسين ڪوچڙا آهيون تہ آهيون، هاڻ ان ۾ ڪهڙي شرم جي ڳالهہ آهي.

انهن ڪوچڙن جون رسمون بہ عجيب آهن. انهن ڪوچڙن ۾ جيڪڏهن ڪو ننڍي عمر ۾ گذاري ويندو آهي تہ تنهن کي پوريندا آهن. جيڪڏهن ڪو وڏيءَ عمر ۾ گذاري وڃي تہ ان جي بيڪونٽيءَ واري رسم ڪندا آهن. جيئن پاڻ وٽ تازو راڻي چندر سنگهہ جي بيڪونٽي ڪئي وئي هئي. ان کي ڏولي ۾ ويهاري، دهلن شرنائين سان، پوري شهر جو چڪر هڻائيندا آهن. پپو ڪوچڙو چوي ٿو: "اسان وٽ جيڪڏهن ڪير مري ويندو آهي تہ، هن جي باقاعدي خوشي ڪئي ويندي آهي. لاش کي باقاعدي بينڊ باجن جي سلامي ڏيندا آهيون. هن جي هٿن تي ميندي هڻندا آهيون. هٿن ۾ ڳانو ٻڌندا آهيون. اکين ۾ ڪجل وجهندا آهيون. هن جي دٽ تي ڳوهيل اٽو رکندا آهيون. جيڪڏهن اسان وٽ مرد مري ويو تہ، هن کي سندس گهر واري وهنجاريندي آهي. جيڪڏهن عورت مري وئي تہ هن کي ورڪي سندس گهر وارو وهنجاريندو آهي. اڳي تہ سڄو تڙ وهنجارڻ واري طريقي سان ڪيو ويندو هو، پر هاڻ رڳو سنوَڻ ڪيو ويندو آهي. اسان وٽ ساڙڻ جي رسم آهي. اسين مرندڙ کي گهوٽ وانگر تيار ان لئہ ڪندا آهيون تہ جيئن هو هن دنيا مان خوش ٿي وڃي. اها دعا بہ گهرندا آهيون تہ، جن پوت ٿي واپس نہ اچي. مري وڃڻ جي ٻئي ڏينهن تي اسان جي برادريءَ جا پنجاهہ سٺ ماڻهو جهنگ ۾ ويندا آهن. ان رسم کي اسين ڪونڊي واري رسم چوندا آهيون. اتي اسين ان مري ويل ماڻهوءَ جو گهر ٺاهيندا آهيون. گهر ڪهڙو، بس ننڍڙيءَ

ڪنڊيءَ جي ڪاٺي ڪوڙيندا آهيون. اتي اسان هن سان مخاطب ٿي، هن کي چوندا آهيون: هاڻ هيءَ تنهنجو گهر آهي. ڪيس وڏيڪ مخاطب ٿي چوندا آهيون: جي، توکي بک لڳي تہ هن وڻ هيٺان اچي ويهجان، توکي ماني ملندي. جيڪڏهن توکي اڃ لڳي تہ هن وڻ هيٺان اچي ويهجان، توکي پاڻي ملندو. اهو اسين سڀ گڏجي چوندا آهيون. انهيءَ کان پوءِ اسان اتي زمين تي واريءَ مان ڪوندار ناهي. ان مٿان ٿالهہ ڏئي ڇڏيندا آهيون. ٿوري دير، وڌ ۾ وڌ ٻہ ڪلاڪ، ان کي ڇڏي ڏيندا آهيون. اتي اسان منائي بہ ورهائيندا آهيون. ٻن ڪلاڪن کان پوءِ اهو ٿالهہ کڻندا آهيون. ان جي هيٺان جنهن جو بہ پير هوندو، اسين سمجهندا آهيون تہ جيڪو مري ويو آهي، اهو ان پير واري پکي، جانور يا جيت ۾ تبديل ٿي ويو آهي. جيڪڏهن ماڪوڙي جو پير آهي تہ ماڪوڙي ٿي ويو. جيڪڏهن پکيءَ جو پير آهي تہ پکي ٿي ويو. جيڪڏهن ڪنهن جانور جو پير آهي تہ جانور ٿي ويو. اتان موٽي اچي اسان منائيءَ جي دڪان تي هڪ سئو پنجويهہ رپيا ڏيندا آهيون. تنهن کان پوءِ اسين مري ويل ماڻهوءَ کي مخاطب ٿي چوندا آهيون تہ، هاڻ جيڪڏهن توکي ڪجهہ کپي تہ، هتان کائجان. اهڙيءَ ريت، دڪان وٽ منائيءَ جا پورا ڪنهن جي هٽ مان ڪرندا آهن تہ، اسين اهو سمجهندا آهيون تہ اهي، مري ويل ماڻهوءَ جي روح کي ملي رهيا آهن."

شادي واريون رسمون بہ هنن جون عجيب هونديون آهن. سڀ کان پهرئين مانگا ويندا ۽ سڱ گهرندا آهن. جڏهن ڪٿي بہ سڱابندي مانگا پڪي ڪندا تہ، اتي ٻہ ماڻهو گهوٽيتن جا، ٻہ ماڻهو ڪنواريتن جا، هڪبئي کي مڌ جا پيالا ڀري پياريندا آهن. مڌ پيئڻ سان رشتو پڪو ٿيندو آهي. هنن وٽ سڱابندي، بدي تي گهٽ، پئسي تي وڌيڪ ٿيندي آهي. سندن چوڻ آهي تہ اڳي ڪنوار ڇهن ويهن يعني هڪ سئو ويهن رپين ۾ ملي ويندي هئي. پوءِ اهو اگهہ پنج هزار تي پهتو. هاڻ بہ اهو چاليهن کان پنجاهہ هزار آهي. جيڪڏهن ڪو سڱ جي قيمت پنجاهہ هزار کان مٿي وٺندو آهي تہ اهو ڏوهہ آهي. هنن چواڻي: "اسان ۾ سڱابندي،

بدي تي بہ ٽيندي آهي، پر پرٺي کان اڳ اسين مائٽن جون قبرون پڪيون ڪرائيندا آهيون. ايئن سمجهو تہ هنن کي راضي ڪندا آهيون، يا انهن مري ويل مائٽن کان اجازت وٺندا آهيون. تنهن کان پوءِ ڪنوار لاءِ هڪ پوتي ۽ چوڏنهن سئو رپيا، ڪپڙن ۽ جتيءَ لاءِ، عورتن سان گڏ موڪليندا آهيون." دليپ ڪوچڙو وڌيڪ ٻڌائي ٿو: "جڏهن اسين ڪپڙا ۽ جتي موڪلي ڇڏيندا آهيون تہ پوءِ ڪنوار جهڙي اسان جي ڌيءَ ٿي وئي. تنهن کان پوءِ شاديءَ جا ڏينهن ٻڌندا آهيون. جڏهن گهوٽ جي ڄڃ پرٺي لاءِ ڪنواريتن ۾ ايندي آهي، تڏهن، اهي ڇني جي در وٽ ويهندا آهن. آيل ڄڃ کان هزار رپيا وٺندا آهن، پوءِ ان کي ڇني ۾ وجهي ۽ ويهڻ ڏيندا آهن. گهوٽ ڪنوار جي گهر ويندو آهي تہ اتي هن لاءِ سيج ٺهندي آهي. ان تي گهوٽ سان گڏ هن جو اٺهيار بہ ويهندو آهي ۽ گهوٽ جي پيڻ بہ ويهندي آهي."

پپو ڪوچڙي جون اکيون اهڙيون آهن، جهڙوڪ، هو اڄ بہ مڌ جا مٽ پي آيو هجي، ٻڌائي ٿو: "اُنَ پيڻ جي پوتي، تنهن مهل، پاءُ متان هوندي آهي. اتي ئي اها رقم، چئن شاهدن اڳيان ڏني ويندي آهي، جيڪا چوڪريءَ جي پيءُ کي ملندي آهي. اتي بہ بوتل جا ڍڪ کلندا آهن. اتي سگريٽ بہ پياريا ويندا آهن. پوءِ گهوٽ جي وڏي پايي يا پيڻ ڪنوار کي، چئونري جي وقت تي، بولو پارائيندي آهي، جنهن کي اسين پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ "بنواڙو" چوندا آهيون. ان کان پوءِ ماني ڪارائي ويندي آهي، جنهن کي اسين پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ "شيڪ ڏيو" چوندا آهيون. اُن مهل ڪارڪون بہ ورهايون وينديون آهن. ايئن اسان جون شاديون ٿينديون آهن. اسان وٽ هر ڪوچڙو وس آهر ڏيج ڏيندو آهي. اسان جون ڪيترين ئي ڪوچڙيون پڇي وڃي، ٻين ذاتين ۾ بہ شادي ڪنديون آهن، پر اسين هنن کي ڪجهہ بہ ناهيون چوندا. اسان کي خبر آهي تہ ڪوچڙي کي گهاٽ گهاٽ جو پاڻي پيتل هوندو آهي. در در تان پني ۽ چوري ڪري ڪاڏل هوندو آهي. سو ڪوچڙي ڪنهن سان هلي بہ وڃي، پر هوءَ کي مهينا ٻال رکي، واپس اچي ويندي آهي. جيڪڏهن پڇي ويل ڪوچڙي واپس

ايندي آهي تہ اسين كيس قبول كري وٺندا آهيون. بس ان كوچڙيءَ تي ڏهہ هزار رپيا ڏنڊ هوندو آهي. اهو ڏنڊ ڀري، هوءَ اسان وٽ رهي سگهي ٿي. ٻي شادي بہ كري سگهي ٿي. اهڙا اسان وٽ كيئي قصا آهن. اڳي تہ اسان وٽ كا عورت كنهن مرد سان عشق كندي هئي تہ، ان كي كاري سمجهيو ويندو هو. ان مرد جون مڇون كوڙيون ونديون هيون. مٿي جا وار مختلف نمونن سان كٽي واٽون ٺاهيون ويندبون هيون. كن كن جڳهن تي عورت جو مٿو بہ كوڙيو ويندو هو، پر ائين گهٽ ٿيندو هو. عورت جو احترام كيو ويندو هو. قبيلي اندر جيكڏهن كو مرد كنهن جي گهر ۾ ويندي جهلجي پوندو هو تہ، هن كي كٽ جي پاڳي سان ٻڌو ويندو هو. جيكڏهن كو مرد كٽ جي پاڳي سان ٻڌجي ويو تہ، اها هن جي وڏي بيعزتي هوندي هئي. كڏهن كڏهن تہ ايئن بہ كيو ويندو هو، جو ان مرد جي نرڙ تي سريو تپائي ڏنڀ ڏنو ويندو هو. ايئن سندس نرڙ تي داغ ٿي ويندو هو. انهيءَ داغي ماڻهوءَ جي اسان جي قبيلي ۾ عزت نہ هوندي هئي.“

كوچڙن وٽ برادراڻو يا پئنچائتي نظام سيني كان مضبوط هوندو هو، جيكو، اڃا بہ كمزور سهي پر هلندڙ آهي. سندس پئنچائت جي ترتيب هن طرح هوندي آهي: هڪ صدر، ٻہ جج، ٻہ وكيل، ٻہ فوجي ۽ ڇهہ پوليس وارا. ايئن سمجهو تہ كوچڙن جو پنهنجو پورو سركاري نظام آهي. ويندي هنن جو خزاني جو وزير بہ آهي. جڏهن بہ برادريءَ ۾ جهيڙو ٿيندو آهي تہ اهي جج ويهندا آهن. هنن اڳيان، ٻئي وكيل پيش ٿيندا آهن. هڪڙيءَ ڌر جو هڪڙو وكيل هوندو آهي ۽ ٻيءَ ڌر جو ٻيو وكيل هوندو آهي. كيس هلڻ مهل، جوابدار ۽ فريادي ڌر كي ڳالهائڻ جي اجازت ناهي هوندي. وكيل كيس پيش كندا آهن. فيصلو جج ٻڌائيندو آهي. گهڻو كري فيصلا ساك تي ٿيندا آهن. ساك ڏيندڙ پنج هزار ساك ڏيڻ جا وٺندا آهن. ساك ڏيڻ واري جي هٿ تي پپر جا پنج پن ركي، اهي كچي سُٽ جي ڌاڳي سان ويڙهيا ويندا آهن. ان مٿان سوا كلو لوهہ جو كهاڙو گرم كري ركيو ويندو آهي. ساك ڏيڻ واري كي

ست وکون ان گرم کهاڙي سان هلڻيون پونديون آهن. جيڪڏهن هٿ سڙيا تہ ساک کوڙي آهي، جيڪڏهن هٿ نہ سڙيا تہ ساک سچي آهي. جيڪڏهن ڪنهن جا هٿ سڙيا تہ قبيلي ۾ هن جي ساک سچيءَ عمر لاءِ خراب ٿي ويندي آهي. کوچڙن ۾ اڳي، پاڻيءَ جي ساک جو رواج بہ هو، جنهن موجب ساک ڏيندڙ کي وارن مان جهلي پاڻيءَ اندر جهليو ويندو هو، جيڪڏهن هو چوڏهن وکن تائين پاڻي اندر ساهہ روکي ويندو هو تہ سچو ليکبو هو، نہ تہ کوڙو.

انهن کوچڙن جون ڇهہ نکون آهن: تماچي، کورياڙا، ٻرها، جاٽ، ڏاٽي ۽ ميڙتا. هنن ۾ عورتون انگي ۽ گهاگهرو پائينديون آهن ۽ مرد گوڏ ۽ صدري، پر هاڻ سندس پائڻُ مَٽجي ويو آهي. مرد اڳي پيرن ۾ کڙيون ۽ کنن ۾ کيوٽيون، اهي بہ وڏيون، پائيندا هئا.

جڏهن مير آباد شهر ۾ اسان پيو کوچڙي سان ڳالهيون کري واپس وڃي رهيا آهيون تہ، هن شهر جا ماڻهو، کوچڙن لاءِ ٻيون بہ کيتريون ئي ڳالهيون کري رهيا آهن. انهن ماڻهن جي کوچڙن لئہ دل ۾ اک بہ ميري هئي. توڻي جو سال ٿيا جو کوچڙن چوريون ڇڏي ڏنيون آهن، پر شهر جا ماڻهو اڄ بہ هنن کي پيشيور چور سمجهن ٿا.

# مچليون

ڪاهي، جيڪا عشق جي ڦاهي سڏبي هئي، اها عشق جي ڦاهي ڪارن ڪپڙن جي ڪري سڏبي هئي. اهي ڪاهيءَ جا گهاٽا ڪارا ڪپڙ هئا، جن جون راتڙيون روشن هونديون هيون. انهن گهاٽن ڪارن ڪپڙن ۾ مڌ ۽ اکين جا جام گڏ گڏ ڇلڪندا هئا. جڏهن اهي ڇلڪندا هئا، تڏهن عشق ڦاهين تي ٽنگبو هو. ڪاهيءَ واري ڦاهي بہ اهڙي ڦاهي هئي، جنهن ۾ عشق روز ٽنگبو هو. روز پيئندو هو ۽ روز اجارو ٿي ويندو هو. ان پنڌ تي روز رات جو دلين جا پنڌ ڪٽندا هئا. وڏن وڏن وڏيرن ۽ ڪامورن جي گاڏين جا بريڪ رات جي اونده ۾ انهن ڪارن ڪپڙن ۾ لڳندا هئا. اهي دليون ۽ اکيون بس هَوس سان پريل هونديون هيون. جسم جي بک لهندي هئي تہ اها بک لهڻ ڪان پوءِ جسم هڪٻئي جو ڇهاءُ بہ برداشت ڪري نہ سگهندا هئا. هڪٻئي کي، هڪٻئي ڪان پرتي ڌڪيندا هئا، جيڪي هَوس مهل هڪٻئي کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندا هئا. تڏهن انهن ڪپڙن ۾ عشق ۽ هَوس جي فرق کي سمجهڻ ڏکيو هوندو هو. عشق ۾ هَوس آهي يا هَوس ۾ عشق آهي. "عشق نہ هَوس ئي سهي" وارو اهو دور هو. اهي جسم ٻئي ڏينهن ٻيهر پاڻ ۾ نئين بک ۽ نئين اڃ پرپيندا هئا. جڏهن ڪاهيءَ جو ننڍڙو شهر گهريءَ ننڊ ۾ سمهي رهندو هو، تڏهن اهي ڪارا ڪپڙ جاڳندا هئا. هر رات هنن ڪپڙن ۾ ٿڪل ٿڪل جسمن ۾ هڪ سور چڙهي ويندي هئي. پوءِ اهي جسم سڄو ڏينهن، رات جو ٿڪ لاهيندا هئا، اها رات پاڻ سان گڏ هڪڙو سرور کڻي ويندي هئي. ان ئي رات ۾ سس پس بہ هوندي هئي. تڏهن اکيون اکين ۾ ڏسڻ بدران جسم ۾ تڪينديون هيون. اکين ۾ جسم جي بک کي ڏسي ۽ محسوس ڪري سگهبو هو. جسم جي بک کي اکين ۾ ئي ڏسي سگهجي ٿو. عجب

جهڙي ڳالهہ هيءَ آهي تہ عشق بہ اڪيـن مـان ئـي ڏسـي سگهجي ٿو. اهي ڪارا ڪپڙ ئي هئا، جن پوري تر ڪي سرور ۾ مست ڪري ڇڏيو هو. انهن ڪارن ڪپڙن، ڪيترن ئي عزتدارن ۽ معتبرن جو هيو رخ ڏنو هو. انهن ڪارن ڪپڙن ڪان ڪير بہ لڪل نہ هو. انهن ڪارن ڪپڙن، ڪيترن ئي جسمن جي بک لاهڻ چاهي ٿي، پر لاهي نہ سگهيا. اها جسم جي بک لهڻي هئي بہ ڪانہ. ان جسم جي بک جي ڪري ئي ڪاهي عشق جي ڦاهي سڏبي هئي.

پر اڄ اها ئي ڪاهي، عشق جي ڦاهيءَ مان درد جي ڦاهيءَ ۾ تبديل ٿي وئي آهي. اهو درد انهن ڪارن ڪپڙن ۾ وڃڻ سان ئي محسوس ڪري سگهجي ٿو. هاڻ انهن ڪارن ڪپڙن جون راتيون اداس ۽ ويران آهن. هاڻ انهن ئي اڪيـن ۽ دلين ۾ درد جو اهڙو گهرو سمنڊ اچي لٿو آهي، جيڪو وجود جي رونءَ رونءَ ۾ درد اوتي ٿو. هاڻ انهن اڪيـن ۾ ڏسڻ سان اوهان جي دل جو ڌڙڪو، عشق ۽ جسم جي بک بدران هڪڙي درد جي علامت بڻجي سگهي ٿو. اوهين انهن ڪارن ڪپڙن ۾ وڃڻ ڪان پوءِ اهو چئي سگهو ٿا تہ، درد اسان پنهنجين اڪيـن سان ڏنو آهي. اوهان جي درد سان ملاقات ٿي سگهي ٿي. اتي درد اوهان جي اک مان ڳوڙهو بڻجي وهي بہ سگهي ٿو. درد اوهان جي نڙيءَ ۾ ڳوڙهو بڻجي اٽڪي بہ سگهي ٿو. هر جسم هر وجود جيڪو هن وقت انهن ڪارن ڪپڙن ۾ رهي ٿو، سو درد جي علامت آهي. اهي ڪارا ڪپڙ ڪاهيءَ جي عشق ۽ درد جي هزارين صورتن جا اڪيـن ڏٺا گواهہ آهن. اهو درد اسان سان ان ڏينهن، ان عَلم جي پاسي واري گهر ۾، هڪ عورت اقبال ايس پي جي وجود جي شڪل ۾ مليو هو. جڏهن اسان هن جي لوڙهي واري گهر ۾ داخل ٿياسين. اوڏي مهل، هوءَ هڪڙي ڪکن واري لانديءَ ۾، گدلن ڪپڙن سان پنهنجي جسم تي چُني وجهي ستي پئي هئي. پنهنجو ميرو، ڪمزور ۽ بيمار جسم جڏهن هُن ڪڏ تان گهٽي تڪليف سان ڪنيو تہ، هن جي اڪيـن ۾ ڏسندي ايئن محسوس ٿيو، جڻ گهڻن ڏينهن ڪان پوءِ هن ڪو جسم ڏٺو هجي. هن جي گهر ۾ قبرستان جهڙي

ويراني هئي ۽ چڻ هوءَ قبر مان اٿي هجي. هن جون اکيون ٺر جي ويران پٽن جهڙيون هيون، جن مان درد جا چشما، اوچتو ڌماڪي سان، ڦٽي پيا هجن. هن جي اکين مان گرم ڳوڙها وهي، هن جي ڏهرن جهڙن اجڙيل ڳلن تان ٽيندا هيٺ لهي ويا. هوءَ درد جي اهڙي انتها تي هئي، چڻ اسان جي اچڻ ڪيس ٽانڊن تي بيهاري ڇڏيو هجي. مون کي حقيقت ۾ اهي لفظ ئي نٿا ملن، جيڪي ان درد کي بيان ڪري سگهن. هن ڪَي گهٽي تڪليف زندگي ڏئي رهي هئي. هن روئيندي روئيندي زندگيءَ کي هزارين پٽون ۽ پاراتا ڏنا. هن هڪ پل ۾ الائي تہ گهٽا پيرا، رب کان موت گهريو هو. تنهن وقت، موت هن لئہ رب جي رحمت هو! مون ۾ تہ ايتري بہ جرئت نہ هئي، جو اڳتي وڌي هن جا اهي ڳوڙها اگهي سگهان. اهي ڳوڙها درد جو اظهار هئا. اهي ڳوڙها هن پنهنجي پوتيءَ سان پاڻ اگهيا پئي. ان مهل، ڪاهي مون کي واقعي بہ درد جي ڦاهي لڳي هئي، جنهن تي اقبال ايس پيءَ جو ڪمزو ۽ بيمار جسم ٽنگيل هو.

ڪاهيءَ جي ننڍڙي شهر مان هڪڙو رستو گرهوڙ ڏانهن نڪري ٿو. گرهوڙ ڏانهن ويندڙ انهيءَ رستي تي، جتي شهر دنگ ڪري ٿو، اتي بيهي، جيڪڏهن اوڀر ڏانهن نهار ڪبي تہ وڏو ڪارو علم پاڪُ اوهان کي انهن ڪپڙن ۾ جهوليندي نظر ايندو. اهو جهنڊو ئي درد جي علامت آهي. روڊ تان هڪڙي ڪچي پنڙي، گهاٽين ديوين وٽان گذري، پوکن مان ٽيندي، انهن ڪارن ڪپڙن وٽ ڪٽي ٿي. ان ڏينهن جڏهن غلام رسول مگريي سان گڏجي، آئون انهيءَ ڏيري تي ويس تہ، اتي هڪڙي عجيب ويراني ۽ خاموشي اسان جو اڳ جهلي بيهي رهي. ايئن محسوس ٿيو چڻ اها ويراني ۽ خاموشي اسان جي اندر ۾ داخل ٿي وئي هجي. مون غلام رسول جي منهن ۾ ڏٺو تہ، ان ويرانيءَ جو درد مون سندس چهري تي بہ محسوس ڪيو. علم جو پاسو ڏئي، اسان ٿورڙو اڳيان وڌياسين تہ، اڳيان اسان کي هڪڙي اهڙي لانڍي نظر آئي، جنهن کي لوڙهو ڏنل هو. اهو گهر اتان لڏي ويو هو. ان لانڍيءَ کي تالو ۽ لوڙهي کي ڍينگهر آيل هو. اتي ئي پرسان ڪجهہ هڙون بہ هيون، جيڪي ڪپڙن جي ٽارن ۾

ٻڌل هيون. جڏهن اڳي آئون آيو هئس تہ مون کي هنن مان ئي ڪنهن ٻڌايو هو تہ، اسان مان جڏهن ڪو مري ويندو آهي ۽ مري ويل جي گهر ۾ پئيان ٻيو ڪو ناهي هوندو تہ هڪ هڙ انهن چارين ۾ ٽنگي ڇڏبي آهي،جنهن ۾ هن جن بتن ۽ ڏيون جي پوڄا ڪندا آهي. اهي ٻڌل هوندا آهن. ايئن سمجهو آهي تہ انهن هڙن ۾ هن جا خدا ٽنگيل آهن. اڳئين پيري چارين ۾ رڳو هڙون ئي هڙون هيون. شايد هاڻ انهن هڙن جو ڪپڙو تبديل ڪرڻ وارو بہ ڪو ناهي رهيو. اهي ڪپڙا ڪاڙهي ۾ سڙي ويا ۽ هڙون ئي ختم ٿي ويون هيون. ايئن لڳو ڄڻ هنن جا خدا هنن ڪان گم ٿي ويا هجن! اتان ٿي، اسان پر واري گهر ۾ داخل ٿياسين. انهيءَ گهر ۾ جڏهن اسان داخل ٿي رهيا هئاسين تہ ڪو نولو ماڻهو، ٻاهر نڪري رهيو هو. اهو گهر اڪيلي پڪي ڪمري ۽ هڪڙي لانڍيءَ تي ٻڌل هو. اتي هڪڙي عورت ويٺي هئي. هن اسان کي ويهڻ لاءِ بہ نہ چيو. اسان کي ڏسندي ئي هوءَ ڪاوڙ ۽ ڏک مان ڳالهائڻ لڳي. هوءَ وڏي آواز ۾ ڳالهائي رهي هئي ۽ هن جي اکين جون پڇڙيون هر هر ڳوڙهن سان پسي رهيون هيون. ڳوڙهو ڳل تي اچڻ کان اڳ ئي هُن اگهي ٿي ورتو. هو لڳاتار ڳالهائي رهي هئي. جيڏي مهل ڳالهائي رهي هئي، اوڏي مهل هوءَ بيٺي ئي هئي. سرڪار اسان لئہ ڇا ڪيو آهي، ڪجهہ ناهي ڪيو، جڏهن اچو ٿا رڳو ڦوٽو ڪڍي هليا ٿا وڃو. رڳو اسان ۽ اسان جي ڏنڌي کي خوار ٿا ڪريو. اسان کي سرڪار رڳو بدنام ڪيو آهي. هوءَ ڳالهائي رهي هئي. هن جي آواز ۾ ڏک، ڪاوڙ ۽ ڪروڌ سان گڏ بي وسيءَ ۽ لاچاريءَ جا ڀاوَ بہ هئا، جن کي اظهارڻ لئہ هن کي لفظ نٿي مليا. هن اسان کي ڪجهہ بہ ڳالهائڻ نہ ڏنو. اسان هن کي ٻڌايو تہ اسين سرڪار ناهيون، اسان رڳو اوهان جي قبيلي جي ڄاڻ وٺڻ آيا آهيون. پوءِ هن جو درد آواز ٻڻجي ويو. هن پنهنجي گوڏي کان مٿي سٿر تي ۽ ڇاتي تي زور سان هٿ هڻندي پئي چيو: اسان کي ڪوبہ نٿو ڪارائي. اسان پنهنجو هڏ هلائي، جسم وڪڻي، ڪائون ٿا. هن پنهنجي ٻنهي ٻبن ۽ گوڏي کان مٿي هر هر هٿ تي هئيون. اسان جون کهڙيون ريتون رسمون ٿا پڇو،

اسان تہ پنهنجيءَ عمر ۾، ڪڏهن بہ، پنهنجي هن ويڙهي ۾ ڇيج ايندي ڪانہ ڏٺي، نہ بيندبہ، نہ باجا، ڪهڙيون رسمون، ڪهڙا رواج! ان مهل، هن جي هنج ۾، هن جي ننڍڙي ڇوڪري ويٺي هئي. هن پنهنجي ان ننڍڙي ڇوڪريءَ جي مٿي تي هٿ پئي گهمايو. ان ننڍڙيءَ جو پيءُ ڪير آهي، اها ان عورت کي ئي خبر هئي. اها اسان جي سماج ۾ حرام ٻار هئي. اها ننڍڙي ڏاڍي پياري هئي. آئون سوچي رهيو هئس ڪيترين ئي اکيون هنن ننڍڙي جي وڏي ٿيڻ جو انتظار ڪنديون هونديون. هن جي ماءُ بہ هنن جي وڏي ٿيڻ جي انتظار ۾ هوندي. هن جي ماءُ جو پوڙهاپي جو اها ئي ننڍڙي سهارو ٿيندي. ڪيترائي هٿ هن جي جسم کي بہ مستقبل ۾ پٽيندا.

ڪارن ڪپڙن ۾ رهندڙ هن قبيلي جي ماڻهن مان، ڪنهن کي بہ اها خبر ناهي هوندي تہ، هنن جو پيءُ ڪير آهي! هتي هر ڪنهن ڄمندڙن جي صرف ماءُ هوندي آهي. اها ماءُ ئي هنن کي ماءُ پالي وڏو ڪندي آهي، يا ان ماءُ جا گراهڪ هن کي پالي وڏو ڪندا آهن. عورت ننڍڙي ڏانهن اشارو ڪندي چئي رهي هئي: ڪير ڇوندو تہ پنهنجا هي سون جهڙا ٻچا ان ٻاهر ۾ اڇليون، پر پيٽ جي بک اجهائڻ لئہ ايئن ڪرڻو پوي ٿو. ايستائين اتي اٺ ڏهہ مرد بہ گڏ ٿي ويا. جيڪي اهين ئي هليا آيا. انهن مان هڪڙو تہ پنهنجي ڪپڙي لٽي ۽ ڳالهائڻ جي اسٽائيل مان ئي وڏيرو ٿي لڳو. هن اسان کان ڪان پڇڻ شروع ڪيو. هن سمجهيو تہ اسان ايڊس جي ٽيسٽ ڪرڻ وارا ڪي ڊاڪٽر آهيون. پوءِ، اسين ان گهر مان نڪري، ٻئي گهر ۾ داخل ٿياسين، جنهن ۾ هڪڙي پوڙهي عورت، ٻارن سان گڏ ويٺي هئي. ان پوڙهي جو درد الڳ هو. هن جون ڪيترين ئي ڇوڪريون، پنهنجي ٻارن سان گڏ ٻچي ويون هيون. اتي هڪ ڇوڪري اسان کان ٿورو پريان لانديءَ ۾ ستي پئي هئي. ان جي جسم جي ڪمائي تي سندن گهر هلي رهيو هو. اها بہ سخت بيمار محسوس ٿي رهي هئي. پر سڄي رات اها جسم وڪڻي هنن جو گهر هلائيندي آهي. هڪڙو ڇوڪرو هو، جيڪو هاڻ ڇريو ٿي ويو هو. اهو اندر ڪمري ۾

ستو پيو هو. ڪجھ ناجائز ٻار گهر ڪٽ ۾ ٻڌل ڪپڙي جي لوڏ ۾ لڏي رهيا هئا. اتان اٿي اسان اقبال ايس پي جي گهر ۾ آياسين، جنهن جو ذڪر آئون مٿي ڪري آيو

هيءُ قبيلو، هاڻ پوري سنڌ ۾، مڇلا سڏجي ٿو. سندن چوڻ آهي تہ هنن کي مڇلا جسم فروشيءَ جي ڌنڌي جي ڪري چيو وڃي ٿو، پر ايئن ناهي. اهو لفظ اڃا تحقيق جو گهرجائو آهي. ڪنهن زماني ۾ ڪاهيءَ ۾ هنن جو وڏو راڄ وسيل هو. تڏهن ڪاهي جيڪبي مڇليءَ جي نالي سان سڃاتي ويندي هئي، پر هاڻ اتي رڳو ٽي گهر وڃي بچيا آهن. هنن مان گهڻا گهر لڏي ميرپورخاص ۽ عمرڪوٽ ۾ وڃي وينا آهن، پر گهڻا مڇلا ماتليءَ ۾ رهن ٿا. انهن سڀني شهرن ۾ رهندڙ مڇلن جو ڌندو ساڳيو جسم فروشي وارو ئي آهي. هاڻ اتي رهندڙ مڇلا پاڻ کي شيخ سڏائين ٿا. اهي مسلمان ٿيا آهن يا نہ، پر اهي پاڻ کي مسلمان سڏرائين ٿا. جڏهن تہ ڪاهيءَ وارا مڇلا اڃا تائين هندو مت سان واڳيل آهن. انهن مڇلن مان ڪنهن کي بہ پيءُ جي خبر ناهي. اهو پيءُ سوا پلجي وڏو ٿيندڙ حرامي ٻارن جو قبيلو آهي. انهيءَ ڪري هنن مان ڪنهن جو بہ شناختي ڪارڊ ٺهيل ناهي. هن قبيلي ۾ پيالي نياري واري ريت بہ عجيب آهي. جيڪڏهن ڪا مڇلي ڪنهن مڇلي مائٽ سان پڄي وڃي تہ هن کي وارائيندا آهن، سندس شادي ناهي ٿيندي. بس رڳو سندس چپن جو سوم رس پيتو ويندو آهي ۽ جسم جو گوشت جي روڻءَ روڻءَ مان رس چوسيو ويندو آهي. هن مٿان جسمن جا پاڇا چڙهندا ۽ لهندا رهندا آهن.اهو سڄي رات ۽ روز ٿيندو رهندو آهي. پڄي ويل مڇليءَ کي موٽائڻ مهل هڪڙي رسم ٿيندي آهي. انهيءَ رسم کي ”پيالي نياري“ جي رسم چيو ويندو آهي، ان ۾ چوڪري جي مائٽن کي پنج ڪان ست هزار رپيا ۽ پئنچائت جي هر پنچ کي پنج سئو رپيا ڏنا ويندا آهن. انهيءَ سان گڏ، پيالي نياري جي ريت ٿيندي آهي. هر ڪنهن کي مڌ پياربو آهي.

اهي مڇلا سهڻي صورت واري گرهاڪ مان نسل وٺڻ گهرندا

آهن. هو چون ٿا اسان نسل ڏسي ٻج رکرائيندا آهيون. انهي ڪري هتي وينلن جو ٻج تر جي وڏيرن مان آهي. اهو هنن جو پيٽ گذر آهي. مڇلا چوڪريءَ جي اولاد ٿيڻ تي ڏاڍا خوش ٿيندا آهن. ان جي خوشي بہ ڪندا آهن، پر انهن مڇلن ۾ شاديون تہ بلڪل ئي ناهن ٿينديون، يا صفا گهٽ ٿينديون آهن! ڪا ورلي ئي شادي ٿيندي آهي ۽ شاديءَ ڪان پوءِ عورت مڇلائپ ڇڏي ڏيندي آهي. بس هنن جو اهو ئي ڪم آهي. هاڻ تہ انهن مڇلن ٻلن جو گوشت کائڻ ڇڏي ڏنو آهي، نہ تہ ٿورو ئي وقت اڳ، اهي ڪاهي شهر مان ٻلن جو شڪار ڪري کائيندا هئا. مڇلن جا چوڪرا، وهنجي سهنجي سينگار ڪري، وڏن شهرن ڏانهن ويندا آهن تہ اتي پنهنجي ذات سڏائڻ بدران ٻي ذات سڏائيندا آهن. هنن جون شڪليون سرياند ماڻهن واريون هونديون آهن، تنهنڪري ڪنهن کي اها خبر ناهي پوندي تہ اُهي اصل ۾ ڪير آهن.

مڇلا اصل ۾ مداري قبيلي جا ماڻهو آهن. سندن چوڻ آهي تہ، اسان جو اصل وطن پالڻ پور آهي، جتي هنن جي قبيلي جا ڪيترائي ماڻهو رهن ٿا. هنن جو اصل ڪم دهلي تي پولڙا نچائڻ هو، جتي بہ ميلو ٿيندو تہ اتي مداري پولڙا ڪٺي پهچي ويندا هئا. چون ٿا تہ پوءِ انهن ئي ميلن ۾، مدارين جون عورتون بہ پهتيون. ايئن مدارين پولڙا ڇڏي، عورتن جي جسم جي ڪمائي کائڻ شروع ڪئي. لٺ سان پولڙي کي نچائيندڙ اهي مداري انهن عورتن جي ڪري مڇلا ٿيا. پنهنجي ڌيءَ ۽ پيڻ جي پڙوت ڪرڻ شروع ڪيائون. جسم وڪڻڻا بدن ۾ بک جنم ورتو.

هي گڏهن تي لڏا ڪٺي هلندڙ خانہ بدوش قبيلو رهيو آهي. سندن سڃاڻپ اها هوندي هئي تہ گڏهن مٿي پولڙو بہ وينل هوندو هو. راڙي، هلاڙي، گجراتي ۽ گواريا، هنن مدارين جون نکون آهن. هنن مدارين جو مڙهہ مقام ميران شاهہ ولي ۽ ڪاهيءَ وارو مساڻ آهي. مساڻ تہ مردي کي اگني سنسڪار ڪرڻ واري مقام کي چوندا آهن، پر مداري اگني سنسڪار ناهن ڪندا، پوريندا آهن. هندستان ۾ رهندڙ مداري، هتي

رهندڙ مدارين کي پاپي چوندا آهن. اهي هندستاني مداري پاڻ کي نيارا چوندا آهن. جڏهن هتان جو کو مداري هندستان ويندو آهي تہ، اتي ويٺل مداري هنن کي سڌو گهر ۾ اچڻ ناهن ڏيندا. گهر کان ٻاهر ويهاريندا آهن. ان کان اڳ هڪڙي رسم ٿيندي آهي. هنن مدارين کان هڪ سئو ويهہ روپيا وٺي، پوءِ هنن کي گنگا جل جو چنبو هڻندا آهن. ان کان پوءِ منائي گهرائي ورهائيندا آهن. ايئن هتان ويندڙ مداريءَ يا مدارڻ جا پاپ ڌوپجي ويندا آهن.

جيستائين مدارڻ کنواري هوندي آهي، تيستائين شلوار قميص پائيندي آهي. شادي کان پوءِ پڙو پائيندي آهي. ان مان خبر پوندي آهي تہ مدارڻ کنواري آهي يا پرڻيل آهي.

چون ٿا تہ کاهيءَ ۾ مدارين جي گهر ٺاهي ويهي رهڻ جي پٺيان مدارڻ مائي امير جان جي عشق جو ڪمال آهي. اهو عشق اڄ بہ کاهي ۾ مشهور آهي. توڻي جو، ان ڳالهہ کي هاڻ سوين سال مٿي ويا آهن، پر ان عشق جي ڳالهين جي خوشبو، اڃا بہ، هنن مدارڻين مان اچي ٿي. اهي چون ٿيون تہ امير جان جو عشق تہ مشهور هو، پر محمد صديق مان امير جان کي اولاد ڪونہ هو. تنهنڪري امير جان ۽ محمد صديق جو عشق هنن تائين ئي محدود رهيو. محمد صديق تي امير جان جي عشق جو جادو اهڙو هو، جو هن امير جان جي نالي ڏهہ ايڪڙ زرعي زمين ڪري ڇڏي. ان زمين تي هنن جو قبيلو گهر اڏي ويهي رهيو. ٿوري زمين امير جان پنهنجن پڇاڙڪن ڏينهن ۾ وڪي هئي، پر اڃا بہ جنهن زمين تي کاهيءَ ۾ هيءُ قبيلو ويٺو آهي، اها زمين امير جان جي نالي آهي. امير جان جي عشق ئي هن قبيلي کي هتي ويهارڻ جو ڪارڻ بڻيو.

هن قبيلي جي ٻي مشهور مائي سندري هئي. اها هندستان مان ٻين مدارين کان گهڻو پوءِ آئي. هُن ۽ سليمان انڙ جي عشق جون ڳالهيون، اڄ بہ، هنن ڪارن ڪپڙن ۾ رهندڙ مدارڻيون سڻيارين ٿيون. مدارڻيون چون ٿيون تہ اها مائي مرڻُ مري وئي، پر ڪڏهن بہ پوڙهي ڪانہ ٿي. اها سندري ئي هندستان مان پاڻ سان گڏ علم ڪٺي آئي هئي،

جيڪو اجا لڳل آهي. توڻي جو، هن قبيلي جا ماڻهو هندو آهن، پر محرم جا ڏهہ ڏينهن ماتم ڪندا آهن. غم حسين کي محسوس ڪندا ۽ ڪرائيندا آهن. اهي ڏهہ ڏينهن، اُهي پيو ڪوبہ ڌنڌو ناهن ڪندا. ان الم تي، سڄي شهر جا مسلمان بہ ايندا آهن. غم حسين ۾ ٻڌندا آهن. مداري عورتون ۽ مرد ڪارا ڪپڙا بہ پائيندا آهن. مجلس بہ ٿيندي آهي. هڪڙو اهڙو مداري بہ هو، جيڪو هتي ايندڙ سيني کي چريون پڙهي ڏيندو هو.

اهي ٻئي مايون هڪڙي قبيلي، هڪڙي مذهب جون هيون، پر هنن جا عقيدا الڳ هئا. تازو ئي ماڪوڙي مدارڻ نالي هڪڙي مائي مشهور ٿي هئي، پر انهيءَ جا ڌنڌا ٻيا هئا. حسن جي ڪري مشهور نہ هئي.

اهي ۽ ان قبيلي جون ڪيتريون ئي ڳالهيون مون کي خانو مداري ٻڌايون هيون. جيڪي مون پنهنجي ڪتاب جهنگ جا ماڻهو ۾ لکيون هيون.جڏهن ڪجھ سال اڳ، آئون آيو هئس. هو هاڻ مري ويو آهي. هاڻ ڪاهيءَ ۾ پيو ڪوبہ ناهي، جيڪو هن قبيلي جي باري ۾ ٻڌائي سگهي. هن وقت، اتي هڪ ڪمري وارو پڪو گهر نهيل آهي. اهو هڪڙي ايريگيشن جي ايس ڊي او پنهنجيءَ محبوبا کي نهرائي ڏنو آهي. پيو گهر ٻن ڪمرن وارو نهيل آهي، اهو هڪڙي پوليس آفيسر نهرائي ڏنو آهي.اهين هنن جا گراهڪ هنن تي خرچ بہ ڪندا آهن.

اسين جڏهن اقبال اي پي جي لڙڪ ۾ ٻڌي رهيا هئاسين تہ اوچتو هن جي گهر ۾ ٻڌل ڪتي جي ڀئونڪڻ اسان کي انهن لڙڪن مان ٻاهر ڪڍيو. اسان انهي گهر ۾ اڳتي وڌي وياسين جتي جهوپڙي ۾ هڪڙو ننڍڙو مندر نهيل هو. انهي مندر جي گيٽ تي اهو ڪتو ٻڌل هو. انهي مندر ۾ داخل ٿياسين تہ اندر ڪتي جي مورتي پيل هئي. هو انهي ڪتي جي مورتي جي پوڄا بہ ڪندي آهي. اٺ جي مورتي بہ پيل هئي. هندو مذهب وارا چوندا. انهن تڏِ ڏيون جي سواري آهي. جڏهن مون انهي اقبال ايس پي کي ڊاڪٽر کي ڏيکاريو تہ ڊاڪٽر ٽيسٽ ڪانپوءِ چيو تہ هن جي زناني مخصوص عضوي ۾ ڪيترائي زخم هئا. مون سوچيو

ڪيئن نه ماڻهن وحشي بگهڙن وانگر هن جي جسم کي پٽيو آهي.

بهرحال، مدارين سنڌ ۾ پولڙا نچايا، پوءِ ڪاهيءَ جي ڪارن ڪپڙن ۾، هنن جي جسم وڏيرن کي به پولڙن وانگر نچايو. سنڌ ۾ رهندڙ هيءَ مداري قبيلو، هاڻ آهستي آهستي ختم ٿي رهيو آهي. ٿي سگهي ٿو ته ٿورن سالن کان پوءِ سنڌ ۾ مداري قبيلي جو رڳو ذڪر وڃي بچي.

## سامي 1

پنهنجين ٻانهن تي قلندر جي مُهرن جا نشان ڏسيندڙ، هن قبيلي جا مردَ پنهنجي پاڻ کي قلندر جا فقير سڏائين ٿا. هن قبيلي جي هر پڪي ۾ ٻيو ڪجهه ملي نه ملي، پر اوهان کي قلندر جو ڏنڊو ضرور ملندو! ڏنڊن ۾ قلندر جي ميلي جا ڪيترائي ڳانا ٻڌل هوندا آهن. سندن چوڻ آهي ته اهي مهرون ڪين وقت جي گادي نشين گُل محمد شاهه هٽي، قلندر جو طالب ڪيو هو. پر هيءُ قبيلو چوي ٿو ته، اسين مريد لڪياري پيرن جا آهيون. هنن جو ڪامل عقيدو راما پير تي به آهي، پر هنن جي ڏيري جي ڪنهن به پڪي تي راما پير جو جهنڊو نظر نه ايندو ۽ نه ئي هنن جي ڏيرن ۾ راما پير جو مندر آهي. جيئن ٻين قبيلن جي ڏيرن ۽ پيڙن تي راما پير جا جهنڊا ۽ مندر نظر ايندا آهن. هن ناري وارن سامي فقيرن مان، رڳو اگوٺي جيمس آباد وارن سامين جي ڏيري ۾، هڪڙي ڏوڪري حيات ساميءَ جي گهر ۾ راما پير جو مندر ۽ جهنڊو لڳل آهي. مولا حسين عہ ۽ پنجتن پاڪ جي غم کي اڄ به پنهنجين دلين ۾ تازو رکندڙ هيءُ قبيلو محرم جو پورو ڏهو امام بارگاهن ۾ مجلسون ٻڌندو ۽ ماتم ۾ گرزون هڻندو آهي. هيءُ قبيلو ننگر نياز به ڪندو آهي، پر هن قبيلي جي ڪنهن به ڏيري تي علم پاڪ نظر نه ايندو. توڙي جو هيءُ قبيلو هندو مت جو پيروڪار آهي، پر اسلامي عقيدي وانگر پنهنجن ڇوڪرن جو ڏاڪٽرن کان طهر ڪرائيندو آهي. هن قبيلي جي سيني مردن توڙي عورتن جا، سڀ جا سڀ، نالا اسلامي آهن. اُهي هندو مت وانگر پنهنجا نالا ٽيڪي مان نه ڏسندا آهن، پر پنهنجيءَ پسند سان نالو رکندا آهن. ايترن سارن عقيدن ۽ رسمن کان پوءِ به هيءُ قبيلو پنهنجي پاڻ کي هندو مذهب جو پيروڪار رهڻ واري ڳالهه تي سچيءَ دل سان

بيٺل آهي. هندو مذهب وارن ڏيون "سائٽياٽي"، "جوڳ مايا"، "هڙڪ مائي" کي مڃن ٿا، پر عقيدو انهن ۾ ٿورو ڪمزور اٿن.

سمن سرڪار جي هر ميلي تي مردين توڙي عورتين ويندڙ اهي سامي فقيرَ، پنهنجي قبيلي کي ٻن حصن ۾ ورهائن ٿا. هڪڙا لاڙي سامي ۽ ٻيا نارائي سامي. ناري وارا سامي لاڙ وارن سامين کي "ڪچرا" چون ٿا. هنن جو چوڻ آهي تہ لاڙ وارا سامي اوڏڻ پهرڻ کان وٺي کائڻ پيئڻ ۾ بيحد ڪچرا آهن. اسان جا ويجها مائٽ بہ آهن، پر اسان نہ هنن سامين جي مرڻي ۾ وڃون، نہ پرڻي ۾. هنن جي هٽ جي ماني کائڻ تي بہ دل ناهي ورندي. اوهين بہ جيڪڏهن ناري واري سامين جي جُهڳين ۾ ويندا تہ، محسوس ڪندا تہ هنن جي پکن ۾ ايتري صفائي نظر ايندي، جو ڪٿي ٻيلي ۽ جو ڪک بہ نظر نہ ايندو. ناري وارا سامي عام جام ڪو نشو نہ واپرائين، نہ ئي ٻين رول قبيلن وانگر هنن جي پکن ۾ اوهان کي ٿري جون ٻڪريون نظر اينديون. اهي ناري وارا سامي، ٻين رول ۽ ڏکا کائيندڙ قبيلن کان گهڻا مختلف آهن. سندن چوڻ آهي تہ اسين اهي سامي ناهيون، جيڪي هنگلاج جا پنڌ ڪندا هئا. جن جو ذڪر سُر رام ڪلي ۾ آهي، نہ وري اسين اهي سامي فقير آهيون، جيڪي وڏا پنڊت ٿيندا آهن، جن کي "ٻاوا" يا "گرو" چئبو آهي. اسين بس پينو فقير آهيون. اهي چون ٿا تہ اسين پنڻ جي پنيان رولاڪيون ڪندا، ايران ۽ افغانستان مان وڃي نڪرندا آهيون. اُتي اسان کي اهي مسلمانن وارا نالا وڏو بچاءُ آهن. سندن چوڻ آهي تہ اُتان جا ماڻهو اسان جا اهي نالا ٻڌي حقارت سان نٿا ڏسن. مردن جي پنڻ کان سواءِ هن قبيلي جون پوڙهيون عورتون بہ پنڻ وارو ڪم ڪن ٿيون. اهي چون ٿا تہ اسان جا وڏا انگريز دور ۾ هتي آيا هئا، پر اهي سامي فقير اهو بہ چون ٿا تہ، اسان جو اٿاڪ بہ ٻين رول قبيلن وانگر اوپر مان ئي ٿيو آهي. اصل وطن گجرات آهي، پر هاڻ تہ اهي ست پيڙهياتا هتان جا آهن. سندن چواڻي تہ سامي ڪا ذات ناهي. سامي تہ هنن کي پنڻ واري پٽ جي ڪري چون ٿا. نہ تہ ذات جا اهي منگل پوتا آهن. هنن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ پيل ۾ اسان هڪڙا ئي

آهيون يا ڀيل اسان مان آهن يا اسين ڀيلن مان آهيون. چوهاڻ، پرمار، ڏوڏائي ۽ ٻيون کيتريون ئي سندن ٽڪون آهن. اُهي پنهنجي ڪُتي کي حلال سمجهندا آهن. اهي ٻين وانگي ڪڪڙ يا ٻڪر کي ڪنهن مسلمان کان سِيرَ وجهرائڻ بدران پاڻ ئي اُلهندي منهن ڪري سير وجهندا آهن ۽ چون ٿا ته اسان مسلماني طريقي سان سِيرَ وجهون ٿا. هيءُ قبيلو چوي ٿو ته، اڳي اسان جا وڏا ڏڳيءُ جو گوشت نه واپرائيندا هئا، ڳئون ماتا جي ڪري، پر اسان انهن جهڙا مذهبي ناهيون رهيا. هنن جو چوڻ آهي ته اسان حرام ناهيون کائيندا. اڻ ڪُٺو اسان لاءِ حرام آهي. هن قبيلي جا مرد هاڻ ته شلوار قميص پائين ٿا، نه ته اڳي گوڏ قميص هوندي هُئي. هنن جون عورتون پڙو ۽ انگيو پائين ٿيون. سامين جي عورتن وارو انگيو ٻيو ڪير به ناهي پائيندو. هنن جي پڙي ۽ انگئي جو رنگ، ساڳيو هوندو آهي. جڏهن ڪنهن عورت جو مُڙس مري ويندو آهي ته اها، هڪ سال لاءِ گيڙو يا اڇو پڙو ۽ انگيو پائيندي آهي. اهو سوڳ ان عورت وٽ سال هلندو آهي ۽ پوءِ ختم. هيءُ قبيلو چوي ٿو ته، اسان پُوريندا آهيون ۽ پُورڻ مهل لاش جو منهن اُلهندي ڪندا آهيون ۽ دُعا پڻ گهرندا آهيون.

سنڌ ۾ سترهن هزار پَکن يعني گهرن واري سامي فقيرن جي شادي وارين رسمن ۾ مڱڻي واري ڏينهن سموري ڏيري جا مرد گڏ ٿيندا آهن. گهڻو ڪري سردار شادين ۾ شريڪ ٿيندو آهي. پر جيڪڏهن هو شريڪ ناهي ٿيندو ته سردار جو وهاڻو سردار جي غيرموجودگيءَ ۾ به پيل هوندو آهي. ان تي ڪير به نه ويهندو آهي. مڱڻو ٿي ويندو آهي ته گهوٽ، وٽو ڪٽي ان ۾ ڏهه يا ويهه رپيا وجهي سهري جي پيرين پوندو ۽ وٽو هن جي اڳيان رکي ڇڏيندو آهي. ٻئي ڏينهن تي قلندر جو پيالو ٿيندو آهي. ان ۾ پنج ڊِلا مٺي پاڻيءَ جا سڄي ڏيري جي مردن ۽ عورتن ۾ ورهايا ويندا آهن. انهيءَ ڏينهن سهرو ڇوڪري کي پٽڪو ٻڌائيندو آهي ۽ ڪُلهن ۾ اجرڪ يا ٽوال وجهندو آهي. هنن سامين جي شاديءَ واري رسم ۾ هڪڙي ٻي رسم به ٿيندي آهي. ان ۾ کير جو وٽو ڀري تنهن ۾ سڄي سوپاري ۽ چانديءَ جو رُپيو وڌو ويندو آهي. پوءِ ان کاڻ

سوپاري ۽ رُپئي سان گھوٽ ۽ ڪنوار پاڻ ڪي تلڪ لڳائيندا آهن. جيڪڏهن گھوٽ رُپيو چڙهيندو تہ ڪُنوار رُپئي جو ڪير سان پنهنجي نرڙ تي تلڪ هڻندي ۽ گھوٽ ڪاٺ سوپاريءَ جو ڪِير وارو تلڪ نرڙ تي هڻندو. ايئن سِڪو ۽ ڪاٺ سوپاري گھوٽ ۽ ڪُنوار وچ ۾ تبديل ٿيندا رهندا آهن.

اڳ ۾ گڏهن تي پڪا ڪٺي هلندڙ ۽ جتي مئو اُتي پوريندڙ هن قبيلي جو هاڻ مڙهہ مقام ساماري روڊ ۾ آهي. ڊارو هڻندڙ ۽ هٿ ڏِسندڙ هن قبيلي ۾ ڪبوترن ۽ مدارين وارو ڪم ناهي، پر هنن پنهنجي ذات کان ٻاهر ڪجھہ سَڳاوتيون ڪيون آهن. باقي پنهنجي لاءِ اُهي چون ٿا تہ، اسان اهڙو ڪُتو بہ ڪونہ ڊاريون، جو پنهنجي اوٽي تي پونڪي. سو اسين پنون ٿا، در در وڃون ٿا ۽ پراين ٺڳن کي بہ پنهنجو ٺڳ سمجھون ٿا.

# سامي 2

نسلن ۽ صدين جا پنڌ ڪرڻ کان پوءِ به سامين جي ڪلهن مان چڻڪياريون گودڙيون ناهن لٿيون، نه وري انهن گودڙين جي بک ختم ٿي آهي. اڄا به گهڻن سامين جي انهن چڻڪيارين گودڙين ۾ اهو ڏارو به پيل آهي، جنهن تي راڄا پنهنجيءَ بادشاهيءَ ۽ تخت جي سلامتيءَ ڪان وٺي، هلنديءَ جنگ جي هار جيت ڏسندا هئا. ان تي پٽ ۽ ڌيءَ جي اولاد ٿيڻ جي اڳڪٿي به ٿيندي هئي. انهيءَ ئي ڏاري تي عاشق پنهنجي سهڻي محبوبا جي ملڻ ۽ وڇڙڻ وارو بخت آزمائيندا هئا. سامي ڏاري سان گڏ هٿ جون لڪيرون به ڏسندا هئا. انهيءَ سامي قبيلي جو بنيادي ڪم ئي ماڻهو جو بخت ڏسڻ هو، پر پوءِ اهو ڪم پنڻ ۾ بدلجي ويو. ان پنڻ واري ڪم ۾ هنن سامين لئه ملڪي سرحد جي لڪيرن جي ڪا به اهميت ڪانه رهي. گودڙي ڪٿي نڪتا ته هڪڙي ملڪ کان ٻئي ملڪ تائين هليا ويندا هئا. اڳي ته ان سفر ۾ پورو ٽولو گڏ هوندو هو. ويهه ويهه، ٽيهه ٽيهه گهر گڏهن تي لڏا ڪٽي، گڏ گڏ سفر ڪندا هئا. پر هاڻ اهي لڏو ڪٽي نٿا هلن. هڪڙي ملڪ کان ٻئي ملڪ وڃڻ جي ڪري هنن سامين جي مذهبي عقيدن ۽ ويس وڳن تي به اثر پيو آهي. ناري وارا سامي پنڻ لئه ايران تائين وڃن ٿا، تنهنڪري هنن پنهنجا نالا به مسلمانن وارا رکيا آهن. اهي پنهنجن ٻارن جي طهر به ڪرائيندا آهن. ناري واري ساميءَ جي گهر ۾، قلندر جو ڏنبو به هوندو آهي. اهي قلندر جي ميلي تي به ويندا آهن ۽ پنهنجن جسمن تي قلندر جون مهرون به هڻائيندا آهن. ناري وارن سامين کان، مذهبي عقيدي جي ڪري، لاڙ وارا سامي نفرت ڪن ٿا. لاڙي سامي چون ٿا ته ناري وارا سامي ايران ڏانهن پنڻ وڃن ٿا، تنهنڪري، هنن جو طور طريقو تبديل ٿيو آهي، جيڪو صحيح ناهي.

لاڙ وارا سامي، هندو مذهب جي ديوين ديوتائن کي مڃين ٿا. هندو مذهب کي ويجها آهن. ناري وارا سامي وري لاڙ جي سامين کي ڪچرا ۽ اگلا سمجهن ٿا ۽ پنهنجي پاڻ کي صاف سٿرا سمجهن ٿا. ناري وارا سامي محرم ۾ ماتم بہ ڪندا آهن.

نگر نگر جو رولاڪ هيءُ قبيلو سنڌ ۾ ڪٿان آيو ۽ ڪيئن آيو؟ ان جي باري ۾ لاڙي سامي چوندا تہ، اسين نسل در نسل هتان جا ئي آهيون، پر هنن جو اوڍڻ پهرڻ، ٻولي ٽوٽي عقيدا، سنڌ جي اپرندي پاسي وارن ماڻهن سان ملن ٿا. هنن جي ٻولي ۽ عورتن جو اوڍڻ پهرڻ سندن سڃاڻپ جي پڪي نشاني آهي. انهن نارائي، لاڙي ۽ اترادي سامين کان سواءِ، هنن ۾ بغدادي ۽ خلافتي سامي بہ آهن، پر پاڻ هتي نارائي، اترادي، خلافتي، بغدادي ۽ ٻڌ سامين کي ڇڏي، رڳو لاڙي سامين ۽ سندن جي سردار جي ڳالهہ ڪنداسين.

اهي لاڙي سامي ٽنڊي غلام علي، ٽنڊو باگي، بدين ۽ لاڙ جي گهٽي پاگي شهرن يا انهن جي اوسي پاسي ۾ آباد آهن. هنن جون نکون رانوڙ، راماڻي، نوگڙيا، چوهاڻ، ڪيماڻي، پيماڻي، ڪيهاڻي ۽ هڏاسري آهن. هنن ۾ پنڊ ۽ ڪوسا نکون بہ آهن. اهي سامي پنهنجيءَ نک جي ماڻهن ۾ نہ ڪجهہ ڏيندا آهن، نہ وٺندا آهن.

شادي وقت لاڙي سامي، ٽڏي پاڻيءَ جا پنج ڪورا دلا ڀريندا آهن، انهن کي ڪنڊ يا ڳڙ وجهي منو ڪندا آهن، جنهن کي پيالو چوندا آهن. انهن گهڙن مان پهريون گلاس ڀري ڪنوار، گهوٽ کي پياريندي آهي ۽ پوءِ گهوٽ، ڪنوار کي ان مان ڍڪ پرائيندو آهي. ان پاڻيءَ مان گهوٽ ڪنوار هڪٻئي کي ڇنڊا بہ هڻندا آهن.

گهوٽ ۽ ڪنوار جي ونواهہ ۾ ويهڻ کان اڳ، لاڙي سامي، سائو ۽ وڏو ڪنڊيءَ جو وڻ وڍي اچي، گهر کان ٻاهر زمين ۾ کوڙيندا آهن. ان وڻ تي سندور هاريندا آهن، پوءِ گهوٽ ڪنوار انهيءَ وڻ هيٺان اچي ويهندا آهن. ڪنوار سان گڏ بہ پنج عورتون هونديون آهن ۽ گهوٽ سان گڏ بہ پنج عورتون هونديون آهن. اتي پنج پنج ڍگليون نچ گيهہ ۾ پڳل

اٽي جون ٺهنديون آهن، جيڪي پهرئين گهوٽ ڏاهيندو آهي، پوءِ ڪنوار ڏاهيندي آهي. گهوٽ ۽ ڪنوار جو مٿو پنج پنج ڀيرا ان ڪنڊيءَ جي وڻ سان ٽڪرايو ويندو آهي. تنهن ڪان پوءِ گهوٽ ڪنوار اچي ونهواهه ۾ ويهندا آهن. سامي قبيلي ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار ٻئي موڙ ٻڌندا آهن. شاديءَ جي انهن رسمن ۾ هڪڙي رسم اها بہ آهي تہ هنن جي گهر يا پاڙي ۾ جيڪو بہ ننڍڙو ٻار هوندو آهي، اهو ست ڀيرا گهوٽ، ڪنوار کي ڏيندو آهي ۽ ايئن ست ڀيرا ڪنوار، گهوٽ کي ڏيندي آهي. شادي ٿيڻ ڪان پوءِ لاڙ وارن سامين ۾ هڪڙي رسم اها بہ آهي تہ گهوٽ پنهنجن مائٽن بدران ڪنوار جي مائٽن ۾ تيسيتائين رهندو آهي، جيسيتائين هن کي پنج ٻار نٿا ٿي وڃن. پنج ٻار ٿيڻ ڪان پوءِ گهوٽ آزاد آهي. دل چئي ساهرن ۾ رهي يا مائٽن ۾، پر گهڻو ڪري گهوٽ ساهرن ۾ ئي رهي پوندا آهن.

هنن لاڙي سامين ۾ مرڻ جي رسمن ۾ ڪا خاص رسم ناهي، پر اهي سامي لاش کي ست ڀيرا ڪنهن سائي وڻ جي چوڌاري ڦيرا ضرور ڏياريندا آهن. لاش دفن ڪري، جڏهن گهر ورندا آهن تہ گهر جي دروازي تي ڳئونءَ جو ڇيٽو رکيو ويندو آهي. هر ڪانڌي ان ڇيٽي مان پير پري پوءِ ئي گهر ۾ داخل ٿيندو آهي. تنهن ڪان پوءِ گهر جو نائي ڪانڌين کي پاٽيءَ جو چنبو هٿندو آهي. جنهن سامڻ جو گهر وارو مري ويندو آهي، اها ٻارنهن مهينا پيلي رنگ جي انگي پائيندي آهي. انگي هنن سامين جي مخصوص قسم جي قميص آهي، جيڪا عورتون پائينديون آهن. مري ويل ماڻهوءَ جون ويجهيون رشتيدار عورتون وري سائي رنگ جي انگي پائينديون آهن. جنهن جو مڙس جيئرو هوندو آهي، اها هر قسم جي انگي پائي سگهي ٿي، جنهن ۾ گينگهرا بہ لڳل هوندا آهن. مري ويندڙ جو پٽ سڄي سال هڪڙي جوڙي ۾ گذاريندو آهي.

هنن سامين جا سردار ٽنڊي باگي شهر جي پاسي ۾ ويٺا آهن. سڄي برادريءَ ۾ فيصلو هنن جو هلندو آهي. هنن سردارن عورت جي شلوار قميص پائڻ تي بہ ڏنڊ هنيو هو. هنن سيني سامين جا فيصلا

نوراتين ۾ سردارن وٽ ٽيندا آهن. انهن فيصلن ۾ جيڪڏهن ڪنهن کي شاهد نٿو ملي تہ، لوهہ جو ڪهاڙو سڄي رات ٻرندڙ ڪوئلن ۾ گرم ڪيو ويندو آهي. پپر جا پنج پن ڏوهاريءَ جي هٿن تي رکي، انهن کي سٽ جو ڌاڳو ويڙهبو آهي، پوءِ اهو گرم ڪهاڙو هٿ مٿان رکيو ويندو آهي. جيڪڏهن هٿ سڙيا تہ ڏوهاري، جيڪڏهن هٿ نہ سڙيا تہ ڏوهاري ناهي. اها ساڳي رسم ڪوچڙن ۾ بہ آهي. هنن جي قبيلي ۾ فيصلي ۾ جيڪڏهن ڪنهن ڪوڙ ڳالهايو ۽ اهو ثابت ٿيو تہ ڪوڙي کي گڏهہ تي چاڙهي هڏن جو هار وجهڻ جو رواج بہ اڃا سامين ۾ آهي. جڏهن فيصلو ٽيندو آهي تہ واڳ ڏٽي ۽ پڳ ڏٽي گڏ ويٺل هوندا آهن. جيڪڏهن پاڳي ڪا غلطي ڪندو آهي تہ ڪيس واڳي روڪيندو آهي جيڪڏهن واڳي ڪا غلطي ڪندو آهي تہ ڪيس پاڳي روڪيندو آهي. فيصلي ۾ چار وزير بہ هوندا آهن. ڪوبہ سامي ڪٿي بہ شادي ڪري، پر انهيءَ شادي جي ڪارڪ رومال ۾ ٻڌي رکي چڏيندو آهي. جڏهن اهو سردارن وٽ ايندو آهي، جتي نوراتين ۾ ميلو لڳندو آهي، تڏهن اها ڪارڪ گڏ کڻي ايندو آهي. پوءِ اهو سردار انهيءَ ڪارڪ کي ٻہ اڌ ڪري هڪڙو اڌ گهوٽ کي ۽ هڪڙو اڌ ڪنوار کي کارائيندو آهي. انهيءَ ڪارڪ سان گڏ سوا رپيو بہ ٻڌل هوندو آهي، جيڪو سردار کي ملندو آهي. گهٽي ٻاگي، سامي ٻارن جي جهنڊ بہ اُتي لهندي آهي. ٽنڊي ٻاگي وارن سامين تي ڪيس بہ ٿيو هو. هنن تي الزام هو تہ اُهي ايران وڃن ٿا. اتان هٿيار کڻي ٿا اچن. پوءِ هنن ميڙون منٿون ڪري، ان ڪيس مان جان ڇڏائي. سامين جي فيصلي ۾ ڏنڊ جي رقم سردار رکندو آهي. فريادي ڌر کي ناهي ڏيندو. لاڙين جو هن وقت سردار لالچند سامي آهي، پر لاڙي جا سامي اڄ بہ لالچند جي پيءُ ڪانيو سامي کي ياد ڪن ٿا، جنهن کي گهوڙيءَ جي ٻدلي ۾ نجم دين سريوال ٻنيءَ جي آفر ڪئي هئي، جيڪا هن نہ قبولي هئي. اها گهوڙي هن چاندي جي ڇئن هزار سڪن ۾ ورتي هئي. هيءُ اهو ئي ڪانيو خان آهي. جنهن ريشم مان نهيل رلي مير محمد بخ ن کي تحفي ۾ ڏني هئي، جيڪا مير محمد بخش اڳتي هلي، انگريزن کي تحفي ۾

ڏني ۽ انگريزن مير کي بدلي ۾ چروو ڍنڍ ڏني،جيڪا اٺ سئو ايڪڙ ۾ آهي.جيڪا ڳالهہ ٽنڊي باگي جا سامي ڪن ٿا. هن سامي قبيلي تي هن وقت صبا سنڌي پئرس ۾ پي ايچ ڊي ڪري رهي آهي.

# ڪوڪڙي

هڪڙي ڪوڪڙي جي ڳالهہ ڪڪڙن کان شروع ٿي ڪڪڙن تي ئي ختم ٿيندي. اوهين پلي سچو ڏينهن هنن وٽ ويٺا هجو. ڪيترن ئي ڪڪڙن جي نسلن جي ڳالهہ ڪري ويندا، پر سندن ڳالهہ ڪٽندي ڪان. هي انهن ڪوڪڙين مان ناهن، جيڪي ڪڪڙن جا ميل ڪندا آهن ۽ ڪڪڙ جو ٻچو ڏسي نسل ٻڌائي ڏيندا آهن تہ، ڪڪڙ جو هيءُ ٻچو گهٽا پاٽي وڙهندو. تڏهن تہ پيراٽي چانڊيي جهڙا ڪڪڙن جا خفتي چوندا آهن تہ، نسل کان سواءِ ڪڪڙ جو ٻچو بہ ناهي وڙهندو. پر هتي پاڻ انهن خفتي ڪوڪڙين جي نہ، پر ڪوڪڙي قبيلي جي ڳالهہ ڪري رهيا آهيون، جيڪو پوري لاڙ جي هر شهر ۾ ويٺو آهي. هن قبيلي جي هاٺوڪي نسل ڪي تہ، اها خبر بہ ناهي تہ هنن جي ذات ڪهڙي آهي؟ اهي پنهنجي پاڻ ڪي ڪوڪڙي ئي سمجهندا ۽ سڏائيندا آهن. اڄ بہ اهي ڳوٺ ڳوٺ وڃي، ڪڪڙ خريد ڪندا آهن. پوءِ اهي ڪڪڙ مختلف لڳندڙ ميلن ۽ مال جي پڙين ۾ وڃي وڪرو ڪندا آهن. سندن چوڻ آهي تہ اسان ۽ جنڊاوڙن ۾ فرق آهي، پر اهوفرق گهٽو ناهي. بس جنڊاوڙا جنڊ ٺاهيندا آهن ۽ اسين جنڊ واڙيندا ( جنڊ ووڙڻ معنيٰ انهي جي ٽڪائي ڪرڻ ) آهيون. وري بہ، اسان ٻنهي جون ذاتيون الڳ الڳ آهن. اهي جنڊاوڙا آهن ۽ اسين ڪوڪڙي آهيون. هاڻ تہ ڳوٺن ۾ جنڊ ناهن رهيا. پر اڳي اسان جو قبيلو ڳوٺ ڳوٺ وڃي جنڊ واڙيندو هو ۽ بدلي مان اسان کي ساريون يا ڪڪڙ ملندا هئا. ايئن ڪڪڙ وٺندي وٺندي اسين ڪوڪڙي ٿي وياسين. اسين اصل کان مارواڙ جا آهيون.

هنن ڪوڪڙين جا گهٽا فيصلا درياهہ تي ٿيندا آهن يا ايئن ڪٿي چئون تہ هنن جا گهٽا فيصلا درياهہ ئي ڪندو آهي. هنن جو يقين آهي تہ

درياهہ ئي صحيح منصف آهي. جڏهن بہ ٻن ڌرين ۾ نبيرو ناهي ٿيندو تہ الزام هڻندڙ ۽ الزام هيٺ آيل ٻنهي ڌرين کي درياهہ تي آندو ويندو آهي. سڀ کان پهريائين درياهہ ۾ هڪ وڏو ڪاٺ لاٿو ويندو آهي. ان کان پوءِ پنچائت جا بہ ماڻهو درياهہ ۾ لهندا آهن. اهي ٻئي ان ڪاٺ کي جهلي بيهندا آهن. پوءِ الزام هڻندڙ ۽ جنهن تي الزام آهي، ٻنهي کي درياهہ ۾ لاٿو ويندو آهي ۽ ٻنهي کي هڪڙي وقت درياهہ ۾ ٽٻي ڏياري ويندي آهي. انهن ٻنهي مان جيڪو پهريائين ٽٻيءَ مان ٻاهر نڪتو، اهو ڏوهاري سمجهيو ويندو آهي. ڪوڪرين جو عقيدو آهي تہ، درياهہ بادشاهہ ڪوڙي کي پنهنجي پاڻيءَ ۾ برداشت ناهي ڪندو. ان ٽٻيءَ جو ٽائيم بہ مقرر ٿيل آهي. اها ٽٻي صبوح جو سويل هڻائي ويندي آهي، جنهن مهل سج جو اڌ اندر ۽ اڌ ٻاهر هوندو آهي. ٽٻيءَ مهل درياهہ جي ڪنڌيءَ تي بيٺل برادريءَ جا سوين ماڻهو هڪٻئي سان لڪن ريپن جون شرطون بہ لڳائيندا آهن. پوءِ جيڪو ڪامياب ٿيندو آهي، اهو گلاب جا گل ۽ ناريل هڪ مٽيءَ جي ڪونڊيءَ ۾ وجهي تاريندو آهي. جيڪو ڪوڙو ثابت ٿيندو آهي، تنهن کي هڪڙي پير تي هلي برادريءَ جي هر هڪ ماڻهوءَ جي اڳيان وڃي معافي وٺندو آهي. ڪوڙي تي ڏنڊ پڻ لڳايو ويندو آهي. اوڏي مهل درياهہ تي ميلو لڳل هوندو آهي. جيڏي مهل ٽٻي هڻائي ويندي آهي، تڏهن ٻنهي ٽٻي هڻندڙن کي جسم تي سونا سڪا ۽ سونا زيور پارايا ويندا آهن.

ڪوڪرين ۾ گولي ٻارڻ جو بہ رواج اڃا تائين آهي. اهي ڏينهن جو بہ گولو ٻاري چڙهيندا آهن. جيڪڏهن ڪو گولو ٻاري تہ، ان جي معنيٰ آهي هن وٽ ڪنهن قبيلي واري ماڻهوءَ خلاف ڪو فرياد آهي. جيڪو گولو ٻاريندو آهي، ان کي پنچائت گهرائي سندس فرياد ٻڌندي آهي، پوءِ فيصلا پيا ٿيندا آهن. برادريءَ جي ٻن ڌرين ۾ جيڪو فيصلو ٿيندو آهي، تنهن کي قسم نامو چيو ويندو آهي.

ڪوڪرين جون عورتون ۽ مرد نچندا ۽ ڳائيندا بہ آهن. جيڪڏهن ڪنهن ڪوڪري عورت کي ٻار ڄائو ۽ هوءَ اُهو ٻار ڪٽي

درياھہ تان گذري تہ درياھہ کي سکو پٽڻ جو ڏيندي ئي ڏيندي آھي، يعني اُها ھڪڙو سکو درياھہ جي پاڻيءَ ۾ ضرور اڇلائيندي آھي. ڪوڪڙي چون ٿا تہ، جيڪڏھن ھنن ڪٿان ڪو ڏاڳو ڪرايو ۽ اھو ڏاڳو پائي درياھہ مٿان گذرياسين تہ اھو اثر ڇڏي ڏيندو آھي. انڪري درياھہ مٿان گذرڻ مھل اھو ڏاڳو سائي پن ۾ ويڙھڻ کپي. ھنن ڪوڪڙين جو ڪامل پير مرشد بہ درياھہ آھي. اُھي جڏھن ڪونڊو تاريندا آھن، تڏھن ان ۾ اڇو ڪپڙو بہ ضرور وجھندا آھن. سندن چوڻ آھي تہ سنڌ ۾ اسان ۽ خانہ بدوش قبيلي لورا جو شھر ساڳيو آھي. اھو شھر جنگشاھي آھي. اتي ئي اسان جا ڪوڪڙي بہ وينا آھن. اتان جا لورا بہ جندن وارو ڪم ڪن ۽ اسان بہ اھو ڪم ڪريون. ھيءُ قبيلو وڏي گوشت جي قرباني بہ ڪندو آھي. شيران والي ماتا جي قرباني ڪندو آھي. ان ۾ پاڏي جو پويون حصو پئچائت لاءِ ھوندو آھي. مٿيون حصو ڏيئرن کي ڏيندا آھن. اوجھري پڦيءَ کي ڏيندا آھن ۽ ڪنڌ قربانيءَ واري کي ملندو آھي. ايئن حصن ۾ ورھاست ٿيندي آھي. اھي ڪوڪڙي پريمي جوڙي جي شاديءَ کي قبول ناھن ڪندا. جيڪڏھن ڪو ٻجي وڃي شادي ڪندو آھي تہ، اھي ان جي پيھر شادي ڪرائيندا آھن. ھن قبيلي جي سھڻين عورتن جون دليون پنھنجي ئي قبيلي جي مردن لاءِ وڏيڪ ڌڙڪنديون آھن. اھو ڌڙڪو عشق ۾ تبديل بہ ٿي ويندو آھي. انڪري ھن قبيلي ۾ پيار جي پرٽي جو رواج آھي. جيڪڏھن ڪا ڪوڪڙي عورت دل لڳائي ڪنھن ڏاريي سان ٻجي وڃي پيار جو پرٽو ڪيو تہ، ھن لاءِ نہ رڳو پنھنجي گھر، بلڪ پنھنجي قبيلي جو بہ در بند ٿي ويندو آھي. اھا جيڪڏھن واپس آئي تہ قبول ڪانہ ٿيندي آھي. ھڪڙي ڪوڪڙي ڀڄايو تہ ايئن ڪراچيءَ ۾ ھڪڙي ٻجي ويل ڪوڪڙي جو لاش آيو ھو، پر اسان جي قبيلي اھو لاش بہ تسليم نہ ڪيو، ايڌي وارن لاش کي لاوارث ڄاڻائي دفن ڪري ڇڏيو. ڪوڪڙين جي شاديءَ ۾ مٺہ رسم طور بہ استعمال ٿيندي آھي. ڪوڪڙي چون ٿا تہ شاديءَ ۾ ماني کان وڌيڪ مٺہ پياري ويندي آھي. اھو گھوٽيتا پياريندا آھن. اھي اجا تائين برادريءَ ۾ ڪنھن شاديءَ جي

دعوت جا ڪارڊ ناهن ورهائيندا. رڳو هر گهر ڪي ڏهن رپين جو نوٽ ڏئي دعوت جو ٻڌائيندا آهن. ڪوڪڙين جون عورتون ڪارو ڪپڙو ناهن پائينديون. باقي مرد پائي سگهي ٿو. هنن جو عورتون بي انتها خوبصورت هونديون آهن. ڪپڙي جي خوبصورت رنگ جي چونڊ به سندن خاصيت آهي. اهي رنگ ڪين اچا وڏيڪ خوبصورت ڪري ڇڏيندا آهن.

جيڪڏهن ڪوڪڙين جي ڪنهن گهر ۾ ٻار ڄمندو آهي ته، ان گهر جو مرد چاليهه ڏينهن پنهنجي گهر جي نه ماني کائيندو آهي، نه پاڻي پئيندو آهي، نه ٻارن کي هٿ لائيندو آهي. ايتريقدر جو اهي چاليهه ڏينهن هو پنهنجي گهر کان به ٻاهر سمهندو آهي.

هنن ڪوڪڙين جون نکون به ٻين رول قبيلي وانگر آهن. جيئن: سولنڪي، بگلاڻ، بادراڻي ۽ دوداڻي وغيره. هنن جي هر نک جو اڳواڻ الڳ ٿيندو آهي، پر قبيلي جو سريوال هڪڙو ئي هوندو آهي. ڪوڪڙي مارواڙي ٻولي ڳالهائيندا آهن. اهي هن وقت گولاڙچي، ٺٽي، سجاول، جاتي، چوهڙ جمالي، ڇڇ، ڪراچيءَ واري چنيسر گوٺ سميت لاڙ جي اڪثر شهرن ۾ رهن ٿا. جنگشاهيءَ ۾ به، هر سال هنن جو هڪڙو وڏو ميلو لڳندو آهي، جتي سڀ ڪوڪڙي گڏ ٿيندا آهن.

هن قبيلي جون اچا ڪيتريون ئي ڳالهيون رهن ٿيون، جنهن ۾ ڪڪڙن جي علم واري ڳالهه ئي عجيب آهي. اُن ڏينهن اسين هن قبيلي جي ڳولا ڪندا ٺٽي باگي وارن ڪوڪڙين ۾ وياسين، پر هُو هر ڳالهه ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ کان لنوائي رهيا هئا. ان کان پوءِ سجاول وارا ڪوڪڙي آهن، جن جو پاڙو ڪراچي ڏانهن ويندڙ روڊ تي شهر ۾ هڪڙي ڪنڊ تي آهي. اسين جيئن ئي سندن پاڙي ۾ مڙياسين ته وچ شهر ۾ ڊينگهرن سان لوڙهو ڏنل هو. ان لوڙهي اندر هنن جا هڪ هڪ جهڳيءَ وارا گهر هئا. گهرن ننڍا هئا. گهرن وچ ۾ وڏو مندر نهيل هو. اهو پاڙو تمام ننڍڙو هو، پر نهيل ايئن هو، ڄڻ اسين سجاول شهر ۾، نه، ڪنهن ٻي دنيا ۾ داخل ٿي ويا هجون. ڪجهه ڪوڪڙي چرس جا ڀريل سگريٽ پي رهيا

هئا. هنن ان بنگلي بابت بہ ٻڌايو، جيڪو هنن جي جهڳين جي پر ۾ نهيل هو. هنن ٻڌايو تہ اهو اسان جو پلاٽ هو، جنهن تي هڪڙي سرياند ماڻهو قبضو ڪري ڇڏيو. اسان ۾ قبضي ڇڏائڻ جي سگهہ نہ هئي، تنهنڪري، اسان هاڻ پنهنجي ئي وطن ۾ بي وطن آهيون. ڪوڪرين جي شاديءَ وارن ريتن رسمن ۽ ڪڪڙن بابت ٻيون ڳالهيون، ڪنهن ٻي پيري.

# ٽوري

تنهن ڏينهن اسين ڪپري شهر کان رڳو ٽورن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي، اتر اوڀر ڪنڊ تي مٺو نڪر ڳوٺ ۾ موجود هئاسين. ان ئي ڳوٺ جو هڪڙو پاڙو بلڪل ايڏي پٽ جي ٽونڪار تي هو. اها پٽ روڊ کان ڳچ پنڌ تي هئي. پٽ ۽ روڊ وچ ۾ سايون ۽ سرسبز ٻنيون هيون. اسان کي انهن ٻنين مان گذرڻو پيو هو. اسين جڏهن اها ايڏي پٽ چڙهي رهيا هئاسين ته، ٻپهريءَ واري ڪاڙهي جي ڪري واري ڏاڍي گرم هئي. واريءَ تي پير رکڻ گرم ٽاندن تي پير رکڻ وانگر هو، پر آئون ۽ غلام رسول مگريو ٽريا هئاسين، انڪري پٽ جي پنڌ کان واقف هئاسين ته ڪاڙهي ۾ پٽ جو پنڌ ڪيئن ڪجي. پوءِ به پٽ جي ٽونڪار تان هڪڙو ڪاڪو اسان کي هڪلون ڪري واٽ جو ڏس ڏئي رهيو هو.

پٽ جي ٽونڪار تي اهو پاڙو شڪاري ڀيلن جو هو، جنهن ۾ گهر، ڪجهه چونئرا، ڪجهه لانڍيون ۽ ڪجهه پڪن ڪمرن وارا هئا. جڏهن اسين اتي پهتاسين ته هيڏيءَ گرميءَ ۾ به، ڇوڪريون نلڪي تان پاڻي ڀري رهيون هيون. انهن گهرن مان هڪڙي گهر جي ورانڊي ۾ اسان لاءِ چڱڪياريون رليون وڇايون ويون، جن تي هن قبيلي جون عورتون، مرد ۽ ٻارڙا ويٺل هئا. اتي ئي هنن ڪچهري ڪندي ٻڌايو ته اسان جي قبيلي جا ماڻهو، ناري ۽ اڇڙي ٽر واري ڪس ۽ پٽن ۾ ڪپري کان وٺي چونڊڪي تائين، ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ ويٺل آهن. اسان جي اوسي پاسي رهندڙن جي نظر ۾ اسان شڪاري ڀيل آهيون، ڪي اسان کي آهيڙي ۽ ٽوري به سڏيندا آهن، پر اسين اصل سنڌي ڀيل آهيون. ڪاڪي سومار ٻڌايو ته ميرن جي دور ۾ اسان جو سومار نالي ئي هڪڙو وڏو پيري هوندو هو، جيڪو ميرن سان گڏ هوندو هو. جڏهن مير

شڪار تي نڪرندا هئا تہ اهو سومار ٿي جهنگ ۾ پير کڻندو هو. ان پير کڻڻ تان مير سومار کي چوندا هئا "هل ڙي سومار شڪاري هل". ايئن اسان جي ذات شڪاري سڏجڻ لڳي. تنهن هوندي بہ، ڪاڪي سومار جي اها ڳالهہ اجا تحقيق جي گهرجائو آهي. سندن چوڻ آهي تہ اسين هئاسين سنڌي، پر پوءِ هندستان هليا وياسين. اتي اسان جي وڏن جا ڳوٺ ڏهون ۽ ڦلو هئا. (اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ اهي ٻين سنڌي قبيلن وانگر هتان هليا ويا هجن. جيئن سمان، آريسر، نهڙي، مگريا ۽ ٻيا ڪيترائي سنڌي قبيلا اجا هن پاسي رهن ٿا.) اتان وري جڏهن واپس ٿياسين تہ اسان ڪيتار وٽان سنڌ ۾ داخل ٿياسين. پوءِ هتي اسان جا ڳوٺ قاسمارو، ويراهي، جوارڙي ۽ قاضي وارو ڳوٺ آهن، اتي اسان جي گهڻي برادري آهي. جڏهن ڪاڪو سومار اها ڳالهہ ڪري رهيو هو تہ وچ ۾ غلام رسول ٻڌايو تہ ان ڪيتار واري لنگهہ مان هندستان وٽان گهڻا بنگالي بہ سنڌ ۾ داخل ٿيا.

اهي پيل صفا ٺيٺ سنڌي ڳالهائي رهيا هئا. سندن لهجو بہ صفا پڪو هو. اهي ڍاٽڪي ٻولي بہ ڳالهائي پئي سگهيا. هنن جو چوڻ هو تہ ڍاٽڪي اسان مئو وارن نڪرن سان گڏ رهي ڪري سکي آهي، پر اسان جي ٻولي ڍاٽڪي ناهي. هنن ڪي ڪي سنڌي جا لفظ اهڙا ٿي ڳالهايا، جيڪي عام سنڌي ڳالهائيندڙن ۽ لکندڙن جي بہ سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي سگهيا. جيئن هنن "اصل ڪان" لاءِ "پئون سڻ" لفظ استعمال پئي ڪيو، جيڪو شايد سنڌي نہ بہ هجي. هنن ٻڌايو تہ اسان جو قبيلو هن وقت خانہ بدوش ناهي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪڏهن خانہ بدوش رهيو هجي.

سنڌ ۾ رهندڙ اهو واحد اڪيلو قبيلو آهي، جيڪو سڏجي تہ هندو قبيلو ٿو، پر هنن کي هندن جي ڪنهن بہ ريت رسم جي ڪابہ خبر ناهي. اهي چون ٿا تہ اسين نڪا ڏياري ڪريون، نڪا هولي. اسان کي دسهڙي جي خبر ئي ناهي. اسان مسلمانن واريون ٻئي عيدون ڪندا آهيون. ان ڏينهن نوان ڪپڙا بہ پائيندا آهيون. سيويون ۽ چانور بہ رڌيندا آهيون. باقي نماز ڪانہ پڙهون. پوڙهي معروفي پيلڻ ٻڌايو تہ اسان ۾

هاڻ وڏين عورتن ۾ پوڙهن مرد کان تہ روزا نٿا رکجن، پر اسان ۾ جوان نينگريون روزا رکنديون آهن. هنن مان هڪڙي عورت جو چوڻ هو تہ اسين مالهڻ ۾ ڏاڏي کيتپاڙ کي ڏيوو مڃيندا آهيون. انهن جي بہ باقاعدي عبادت نٿا ڪن. هڪڙي ٻي عورت چيو تہ اسان وڻ جي پاڙ ۾ ٿورڙي ڪڏ کوٽي چڏي آهي، اهو ٿيو ڏاڏو کيتپاڙ. اهو بہ هنن ٽوڪ واري انداز ۾ چيو. پوءِ سيني ۾ ٺهڪڙو پئجي ويو. هنن ٻڌايو تہ گهٽي پاگي ٻيا سنڌي هندو قبيلا راماپير کي مڃيندا آهن، پر اسين ناهيون مڃيندا. اسين بادشاهہ پير کي مڃيندا آهيون. هنن جو ڪامل عقيدو وري بہ نوري وليءَ تي آهي ۽ پاڻ کي نوري وليءَ جا مريد چون ٿا. جڏهن مون هنن کان پڇيو تہ مون ٻڌو آهي تہ اوهين لطيف جي بيتن سان نڪاح پڙهائيندا آهيو. تڏهن هنن ۾ وري ٺهڪڙو مچي ويو. هنن چيو تہ لطيف جي بيتن جي خبر ناهي، پر اسين مسلمانن جي مولويءَ کي نڪاح لاءِ گهرائيندا آهيون. باقي اهو الاهي چا پڙهندو آهي، ان جي اسان کي ڪا خبر ناهي. اسين نڪاح سمجهي پڙهائيندا آهيون، پر جڏهن ڪنهن مائيءَ جو مڙس مري ويندو آهي، تڏهن گهٽو ڪري اسان ۾ عورت جي ٻي شاديءَ جو رواج ناهي. مرد ٻي يا ٽين شادي ڪري سگهي ٿو، پر عورت ٻي شادي ڪندي آهي، تڏهن بہ، اسين مولوي وٽان پوتي پڙهائي ايندا آهيون. اها پوتي اوڍائڻ سان ٻي شادي ٿي ويندي آهي، چو جو نڪاح مٿان ٻيو نڪاح اسان جي عقيدي مطابق نٿو ٿي سگهي. سو اسان جو سچو واسطو مسلمانن جي مولويءَ سان آهي. ايستائين جو اسان جا نالا عورتن توڙي مردن جا، سڀ جا سڀ، مسلمانن وارا آهن. اهي نالا ڏاٽي پيل بہ رکندا آهن. هندن جي پنڊت سان اسان جو ابن ڏاڏن کان واسطو ناهي رهيو. هاڻي اسان جي قبيلي ۾ بہ ڪجهہ ماڻهو اها چئونري واري رسم ڪرائيندا آهن، پر اها اسان کي سمجهہ ۾ نٿي اچي. ان ۾ ڪا ريت رسم تہ آهي ڪانہ، سڀ ڪجهہ مهراج جي هٿ ۾ هوندو آهي. جيئن وڻي، تيئن ڪري. ان ۾ اهو سماٽڪو مزو ناهي. ڪريمان شڪارڻ ٻڌايو تہ اسان ۾ سڀ سماٽن واريون ريتون آهن، جن مان ڪي شاديءَ مهل

پوريون ڪندا آهيون. انهن مان هڪ تر پرڪڻ واري ريت بہ آهي. تنهن ۾ ڪنوار ۽ گهوٽ کي بستري تي ويهاري انهن جي وچان وهاڻو رکيو ويندو آهي. وهاڻي تي ڪنجهي جي تاسري رکي ويندي آهي. ان ۾ ڪارڪون ۽ چانور هوندا آهن. اهي چانور ۽ ڪارڪن جا ٻڪ پري پنج پيرا ڪنوار، گهوٽ کي ۽ پنج پيرا گهوٽ، ڪنوار کي پرائيندو آهي. پوءِ اهي ڪارڪن جا پريل ٻڪ ڪنوار ۽ گهڻ پنتي اڇليندا آهن. تنهن پڇاڻا اتيئي ست پيرا گهوٽ ڪنوار کي لانئون ڏيندا آهن يعني گهوٽ ڪنوار جو متو پاڻ ۾ ٽڪرائيندا آهن. اتيئي ڪنوار جي جسم تي ڪپهہ جا ٻڙا هاريا ويندا آهن، جيڪي گهوٽ پنهنجي اجرڪ جي پلانڊ سان لاهيندو آهي. مٿي پيل آخري ڪپهہ جو ٻڙو گهوٽ لاهي پنهنجي پٽڪي جي ڪنڊ ۾ ٻڌندو آهي.

اهي شڪاري ڀيل ڪنهن ڏاتي ڀيلن جي قبيلي مان شادي ڪندا آهن تہ اتي چئونري کي ڦيرا ڏيندا آهن. جڏهن پنهنجا پاڻ ۾ هوندا آهن تہ مولويءَ کي سڏيندا آهن. هيءَ ڀيل قبيلو وڏو سنوڻي آهي. هنن ۾ ڏينهن جي حساب سان سنوڻ رکيل آهن. سومر جي ڏينهن هيڏانهن ناهي وڃڻو، آچر جي ڏينهن هوڏانهن ناهي وڃڻو. ڪڏهن ڪڏهن انهن ڏينهن واري سنوڻن جي چڪر ۾ هنن جي ڄڃ ساهريجن ۾ ٻہ ٻہ ٽي ڏينهن رهجيو وڃي. صحيح ڏينهن جو انتظار ڪندا آهن. ڪڏهن ايئن ٿيندو آهي جو ڄڃ واپس اچي ويندي آهي. رڳو گهوٽ ساهريجن ۾ ويٺو هوندو آهي ۽ صحيح ڏينهن جو انتظار ڪندو آهي. جڏهن سنوڻ جي حساب سان صحيح ڏينهن ايندو آهي تہ ڪنوار کي وٺي ورندو آهي. هنن ڀيلن جون اجا ڪيتريون ئي ڳالهيون آهن. اهي شڪاري ڀيل سنڌ جو اصلوڪو قبيلو آهن، جيڪو مذهب جي فرق کان مٿي آهي. اڄ سنڌ جتي مذهبي باهڻ ۾ ٻري رهي آهي. هرڪو هندو ۽ مسلمان آهي. اتي هيءُ قبيلو مذهبي رواداريءَ جو مثال آهي. هن وقت هنن تي هڪڙي پاسي اهو وڏو پريشر آهي تہ، اهي هندو ٿي وڃن. ٻئي پاسي وري مٿن مسلمان ڪرڻ لاءِ پريشر آيل آهي. هنن مان گهڻا تہ هندو ۽ مسلمان ٿي ويا آهن، پر هي

اِجا نہ هندو آهن ۽ نہ مسلم آهن. هنن جي باري ۾ عطا چانهيي ۽ نواز ڪنيار بہ لکيو آهي، پر جيڪڏهن ڪو محقق هنن جي انهن چئونرن ۾ اچي گوڏو پجي ويهي رهي تہ، ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ويندي. اسين هنن جون ڪجهہ ڳالهيون پنهنجي دماغ ۾ ڪٽي، ان پٽ جي ٽونڪار تان هيٺ لٿاسين. مون کي غلام رسول مگريي پٽ تان لهندي ٻڌايو تہ، مئو نکر ۾ هڪڙي اهڙي سامڻ عورت جيئري آهي، جنهن کي پاڻي ڏاڙيل اغوا ڪري وٺي آيا هئا. اسين تنهن سان ملڻ مئو نکر وياسين، پر اها اسان کي نہ ملي سگهي. ان کهاٽيءَ کي ڪنهن ٻئي ڏينهن تي رکي، نکرن جو ڪاٽيو ڪائي واپس وري آياسين. منهنجي ذهن ۾ شڪاري پيلڻ جي ڪنجري جون نکون اجا جرڪن پيون.

# ٺڳ

ٺڳ هندستان جو ڪو مخصوص قبيلو نہ ڪونہ هو، پر ٺڳ پوري هندستان ۾ هئا. هنن ٺڳن جون مخصوص ريتون رسمون بہ هيون، جن جي ڪري اُهي پاڻ ۾ لاڳاپي ۾ هئا. ٺڳن ۾ هندو ۽ مسلمان ٻنهي مذهبن جا ماڻهو شامل هئا، پر اهي سڀ ڪالي ماتا جا مڃيندڙ هئا. جڏهن ڪو مسلمان بہ ٺڳن جي هن ٽولي ۾ شامل ٿيندو هو تہ اُهو بہ ڪالي ماتا کي مڃڻ شروع ڪندو هو. مسلمان ٺڳ ان گروهہ ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ ڳئونءَ جو گوشت کائڻ بہ ڇڏي ڏيندو هو. ايئن سمجهُجي تہ ٺڳن جي گروهہ ۾ جيڪو شامل ٿيندو هو، تنهن جي مذهبي سڃاڻپ ختم ٿي ويندي هئي. اهي ٺڳ، هندو ۽ مسلمان، دسهڙو بہ گڏجي ملهائيندا هئا. جيڪو هندن جو ڏينهن آهي. ٺڳن جو چوڻ هو تہ دسهڙو اسان انڪري ملهائيندا آهيون، جو اهو جنهن مند ۾ ٿيندو آهي، اُها اسان جي پيشي يعني ٺڳيءَ لاءِ موزون هوندي آهي. مسلمان ٺڳن جو خيال هو تہ ٺڳي هندن جو پيشو آهي، پر جيڪڏهن ڪو مسلمان ان پيشي کي پنهنجائي ٿو تہ پوءِ کيس ان پيشي جي اصولن کي مڃڻو پوي ٿو. تنهنڪري اسين ڪاليءَ کي مڃڻ سان هندو نٿا ٿي وڃون، پر اسان ٺڳ ٿي وڃون ٿا. باقي اسان جو مذهب ساڳيو رهي ٿو.

ٺڳ هندستان جو اهڙو گروهہ هو، جنهن جي مخصوص ٻولي بہ هئي. ان ٻوليءَ ۾ خاص اشارا ۽ علامتون شامل هيون. اُها ٻولي پوري هندستان جا ٺڳ ڳالهائيندا هئا. گڏيل هندستان جي هڪڙي ڇيڙي تي ويٺل ٺڳ جڏهن ٻئي ڇيڙي تي ويٺل ٺڳ سان ملندو هو تہ اهو ساڳئي مخصوص ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندو هو. اها ٺڳن واري ٻولي رڳو ٺڳ ئي سمجهي سگهندا هئا، پر هڪٻئي کي سڃاڻڻ کان پوءِ بہ هڪ ٺڳ

ڪڏهن به ڪنهن ٺڳ کان هن جي ماضيءَ جي باري ۾ پڇيا ڪون ڪندو هو. اهي ٺڳ، ماڻهو مارڻ کي قتل نه سمجهندا هئا. سندس مجڻ هو ته اها سندن مذهبي رسم ۽ پيشي جي گهرج هئي. اهي ٺڳ، هونءَ ته، سماج ۾ عام زندگي گذاريندا هئا، پر جڏهن ٺڳيءَ تي نڪرندا هئا، تڏهن اهي سماجي قدرن ۽ اخلاق کي وساري ۽ انساني جذبن کي پاڻ کان الڳ رکي ڇڏيندا هئا.

اهي هندستان جا ٺڳ، جڏهن به، ٺڳيءَ تي نڪرندا هئا ته هُنن جو نشانو، گهڻو ڪري، راهه ويندڙ مسافر هوندا هئا. اُهي راهه ويندڙ مسافرن جي ٽولي ۾ اڻ سڏڪل سان شامل ٿي ويندا هئا. جيڪڏهن ڪو هوشيار ماڻهو هنن جي حرڪتن کي صحيح ڪري ويندو هو ته اهي ٽولي مان نڪري ويندا هئا وري ٻيو ويس ڌاري، پنهنجو حليو مٽائي، ٻيهر مسافرن جي ان ٽولي ۾ اچي شامل ٿيندا هئا. ايئن ٺڳ مسافرن جي ٽولي سان گڏ پيا سفر ڪندا هئا بس مهل ۽ موقعي جي تلاش ۾ هوندا هئا جيئن ئي مسافر ماني کائڻ يا نماز پڙهڻ لڳندا هئا ته اُهي مٿن حملو ڪندا هئا. هُنن وٽ هڪڙو مخصوص قسم جو رومال هوندو هو، جنهن تي تير جو نشان هوندو هو. اُهي سڀ قتل انهيءَ تير واري رومال سان ڪندا هئا جيئن ئي ٺڳن جو اڳواڻ "تماڪو لائو" جو مخصوص محاورو ڳالهائيندو هو ته ان ٽولي جا سڀ ٺڳ،پنهنجن ورن مان رومال ڪڍي، جهٽ گهڙي ۾، مسافرن تي حملو ڪندا هئا. اهو رومال مسافر جي نڙيءَ وٽان گهمي ويندو هو. ٺڳ جي هٿ ۾ رومال جا ٻئي ڇيڙا هوندا هئا. ان کي زور سان سٽ ڏيندو هو ته مسافر جو ساهه ٻاهر هوندو هو. ان رومال جي وچ ۾ ڳنڍ ڏنل هوندي هئي، جيڪا نڙيءَ تي ايندي هئي. ڪي ڪي ٺڳ وري ڳنڍ واري جڳهه تي چانديءَ جو سڪو به رکندا هئا. اهي ٺڳ قتل ڪرڻ وقت رت نه ڪڍڻ جا قائل هئا، يا رت نڪرڻ کي سٺو سنوڻ نه سمجهندا هئا. هنن جو خيال هو ته خون قتل جي گواهي آهي. قتل ڪرڻ کان پوءِ اتي ئي کڏ کوٽي ويندي هئي، جنهن جا اوزار ٺڳن سان گڏ هوندا هئا. اتي ئي مسافرن جي جهڙتي وٺي

سمورو سامان کڍي، کين کڏ ۾ پوري ڇڏيندا هُئا. ڪڏهن ڪڏهن اُهي لاشن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري دفن ڪندا هئا. تنهن کان پوءِ اها زمين ساريکي ڪري، ان مٿان ويهي ماني پچائي کائيندا هئا. جيئن ڀيو کو صحيح نہ ڪري تہ اتي ڪو لاش پوريل آهن. اهي قتل، گهڻو ڪري، ڏينهن جي روشنيءَ ۾ ڪيا ويندا هئا. واردات وقت دهل بہ وڄايو ويندو هو ۽ گانا بہ ڳايا ويندا هئا. انڪري جو قتل ٿيندڙ جيڪڏهن رڙ بہ ڪري تہ اوسي پاسي ٻڌڻ ۾ نہ اچي. اهڙي نموني، هنن ٺڳن هندستان ۾ هزارين قتل ڪيا. اهي ٺڳ رومال جو استعمال ان احتياط سان ڪندا هئا جو رسيءَ جو استعمال خون جي ڪواهي ٿي سگهي ٿو. اهو رومال گروءَ جي اجازت کان سواءِ استعمال ڪرڻ جي اجازت ڪنهن کي بہ نہ هوندي هئي. جڏهن ڪو ٺڳ رومال کي ڦرتي، سان استعمال ڪرڻ سکي وٺندو هو تہ هڪڙي محفل رکي ويندي هئي. جنهن ۾ گرو رومال پنهنجي چيلي جي حوالي ڪندو هو ان سان گڏ، گرو دعا بہ ڪندو هو تہ خدا هن جي هر مهم کي ڪامياب ڪري. تنهن زماني ۾ اپرنديڙ ٺڳ جو ان رسم تي چاليهہ روپيا خرچ ٿيندو هو. اها رسم ڪو پوڙهو ٺڳ ادا ڪندو هو، جيڪو هن پيشي تان رٽائر ٿيل هجي. انهيءَ ۾ هندو يا مسلمان وارو شرط ڪونہ هو. ان رٽائر ٺڳ کي پوءِ هن جا شاگرد تحفا ۽ ٺڳيءَ جي پئسي مان ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏيندا رهندا هئا. مشڪل مسئلن ۾ ان رٽائر کان مشورا بہ وٺبا هئا. ان رٽائر ٺڳ جي راءِ جو احترام پڻ ڪيو ويندو هو. رومال جو فن رڳو اهي ماڻهو سکي سگهندا هئا، جيڪي ننڍي هوندي کان ٺڳن جي ٽولي ۾ هوندا هئا. اهي ويهن سالن جا ٿيندا هئا تہ رومال استعمال ڪرڻ جو فن سکي وٺندا آهن. ايئن ڪٿي چئون تہ رومال استعمال ڪرڻ وارو فن ويهن سالن ۾ سکي سگهبو هو. باقي جيڪي وڏي عمر جا ٺگ، ٺڳن جي ٽولي ۾ شامل ٿيندا هئا، اهي ان ٽولي ۾ چوڪيدار ۽ گورکن هوندا هئا يا رومال استعمال ڪندڙ جي مدد ڪندا هئا.پاڻ رومال استعمال نہ ڪري سگهندا هئا.

هڪ اندازي پٽاندر 1830ع ۾ هڪ هزار ٺڳ رومال سان قتل

جي ڪم ۾ مصروف هئا. اهي هر سال ويهہ ڪان ٽيهہ هزار ماڻهن کي قتل ڪندا هئا. تنهن زماني ۾، هندستان جا رستا محفوظ نہ هئا. تنهنڪري ٺڳن کي وارداتن ڪرڻ ۾ آساني ٿيندي هئي. تنهن زماني جي سرڪار هزارين ٺڳن کي پڪڙي ڪين ڦاسيءَ تي چاڙهيو هو. ڪيترن ئي ٺڳن کي ڪاري پاڻيءَ جي سزا تي موڪليو ويو. اهي ٺڳ، جنهن سان بہ ٺڳي ڪندا هئا، تنهن کي اڳ ۾ قتل ڪندا هئا. ايئن سمجهو تہ، اهڙو ڪوبہ ٺڳجندڙ ماڻهو نہ هو، جنهن کي هنن جيئرو ڇڏيو هجي. ٺڳن پنهنجن اعترافن ۾ چيو آهي تہ، ڪنهن مسافر کي قتل ڪرڻ ايڏو وڏو مسئلو ناهي، پر ڪيس ريجهائي ريجهائي ان جڳهہ تائين وٺي اچڻ ڏکيو آهي، جتي ڪيس قتل ڪرڻ جو پلان هوندو آهي. هنن ٺڳن جي ڪم ۾ هنن جون عورتون بہ شامل هونديون هيون. گهڻو ڪري، عورتون پنهنجن مردن ۽ پٽن کي ان ڪم تي همٿائينديون هيون.

دسهڙي جو ڏينهن ڪنهن نئين ماڻهوءَ کي ٺڳن جي گروهہ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ مخصوص ۽ اهم هوندو هو. گهڻي ڀاڱي ٺڳ انهيءَ ڏينهن تي گروهہ ۾ شامل ٿيندا هئا. انهيءَ ڏينهن ان ماڻهوءَ کي وهنجاري نوان ڪپڙا پهرائي، ٺڳن جي گروهن جي سردارن اڳيان آندو ويندو هو. اهي ٺڳن جا سردار هڪ جڳهہ تي گڏ ٿيل هوندا هئا. جڏهن اهي سڀ گڏجي اجازت ڏيندا هئا، تڏهن اُن ماڻهوءَ کي گروهہ ۾ شامل ڪيو ويندو هو. تنهن ڪان پوءِ آسمان ڏانهن نگاهہ ڪري، هڪڙو چوندو هو. اي ڀواني، اي ڪالي، هن نامراد کي پنهنجي پناهہ ۾ وٺي ڇڏ ڪا نشاني ڏيکار، جنهن مان اسان کي لڳي تہ تو خوشيءَ سان هن کي پنهنجيءَ پناهہ ۾ ورتو آهي. جيڪڏهن ڪو چپرو ڪنهن وڻ تان اڏندو هو تہ اهو ڀلو سنوڻ سمجهيو ويندو هو. ان سونڻ ڪان پوءِ ماڻهوءَ واپس ان ڪمري ۾ آندو ويندو هو، جتي ٺڳن جا سردار ويٺل هوندا هئا. اتي ان نئين ٺڳ کي هڪ مخصوص قسم جو رومال ڏنو ويندو هو. رومال تي تير جو نشان هوندو هو. اهو تير جو نشان ٺڳن جو مخصوص مارڪ هو. اهو رومال نئين ٺڳ کي کاٻي هٿ ۾ ڏنو ويندو هو. اهو رومال ٺڳ

پنهنجي سيني تائين ڪٽي قسم ڪڻندو هو. اهو پيشي جو قسم هوندو هو. بيو قسم اهو هوندو هو ته نئين ٿيندڙ نٽ کي پنهنجي مذهب جو پاڪ ڪتاب هٿ ۾ ڏئي مذهب جو قسم کڻايو ويندو هو. ان کان پوءِ ڳڙ ڪارايو ويندو هو ۽ سڀ مبارڪون ڏيون هيون. اوهان کي مبارڪ هجي، اوهين هن گروهه ۾ شامل ٿيا. جيڪو هتان جو قديم ترين مذهبي فرقو آهي. اهو قسم وفاداريءَ، رازداريءَ ۽ بهادريءَ لاءِ هوندو هو. تنهن کان پوءِ اهو نٽ ڪنهن به ڊپ کان سواءِ، ڪنهن جو به قتل ڪري سگهندو هو. ان قسم ڪائڻ ۽ نٽ ٿيڻ کان پوءِ ڪي اصول هوندا هئا. جن جي پوئواريءَ جي تنبيهه ڪئي ويندي هئي، جيئن: نٽ ڪنهن به طوائف، پنگي، فقير، مداري، پڙوي، ڪوڙهيي، لوهار، تيلي ۽ عورت کي قتل نه ڪندو. عورت جي انڪري منع ڪيل هوندي هئي، جو هڪ ته عورت ڪمزور هوندي آهي، ٻيو ته ڪالي ماتا پاڻ هڪ عورت هئي. تنهن کان پوءِ اهي نٽ جڏهن به ڪنهن نٽيءَ جي مهم تي نڪرندا هئا ته نئين نٽ لاءِ به سنوڻ ٻولائيندا هئا. آسمان ڏانهن نگاهه ڪري، پوانيءَ ديويءَ کي پڪاري، اشاري ملڻ جو انتظار ڪندا هئا. جيستائين سنوڻ نه ٿيندا هئا، تيستائين اُهي نٽيءَ جي مهم تي ڪونه نڪرندا هئا. نٽ وڏا سنوڻي هئا. اُهي هرڻ کي رستي کان کابي پاسي ڏسندا هئا ته، ان کي سنو سنوڻ سمجهندا هئا. جيڪڏهن ڪو بگهڙ هنن اڳيان رستو ڪٽي ويندو هو ته، نٽ ان رستي تي سفر ڪرڻ ڇڏي ڏيندا هئا. جيڪڏهن اُهي ڪنهن گدڙ کي ڏينهن جو ۽ تتر کي رات جو ٻوليندي ٻڌندا هئا ته اهو تر ئي راتو رات ڇڏي ڀڄي ويندا هئا.

نٽيءَ تي نڪرڻ کان پهريائين سڀ نٽ پنهنجي سردار جي ڳوٺ ۾ ڪٺ ٿيندا هئا. اتي نڪرڻ جي ڏينهن ۽ آپريشن جي رٿابندي ڪندا هئا. تنهن کان پوءِ اُهي ڪوڏر کي پاڪ ڪرڻ جي رسم ادا ڪندا هئا، جنهن ۾ ڪن نه هوندو هو. ان ڪوڏر سان اُهي پنهنجي شڪار جون قبرون کوٽيندا هئا. هنن جو خيال هو ته ڪوڏر کي پاڪ ڪيو ويندو ته متن ڪا آفت نه ايندي. اُهي ڪوڏر ڪٽي جهنگ ۾ هليا ويندا هئا. اتي تتر

جي ٻولڻ جو انتظار ڪندا هئا جيڪڏهن ٻولڻ جو آواز ساڄي پاسي کان ايندو هو تہ ڪوڏر ڪنهن کي هٿ ۾ ڏئي ڇڏيندا هئا جيڪڏهن آواز نہ آيو تہ وري ٻئي ڏينهن جهنگ ۾ وڃي تتر جي آواز جو انتظار ڪندا هئا جڏهن تتر ٻوليندو هو تہ مهم تي نڪرندا هئا. هلندي مهم ۾ جيڪڏهن ڪوڏر هٿ مان ڪري پئي تہ اهو بد سنوڻ سمجهيو ويندو هو. اهي ڪوڏڙ ڪرڻ سان اهو علائقو ڇڏي ٻئي علائقي ۾ هليا ويندا هئا. جيڪو شخص ڪوڏر کڻڻ لاءِ چونڊيو ويندو هو، اهو پوري سيزن لاءِ هوندو هو. اها ڪوڏر هن جي چيل سان ٻڌل هوندي هئي. جڏهن سمهندو هو تہ، ڪوڏر کي ڪٽي لڪائي ڇڏيندو هو. ان جي باري ۾ پنهنجي گروهہ جي بہ ڪنهن ماڻهو کي نہ ٻڌائيندو هو. ٺڳن جي گروهہ جا سڀ ماڻهو ڪوڏر تي بہ قسم کڻندا هئا، جيڪا ڳئونءَ جي ڇيڻي سان راڳي، صاف ڪپڙي تي زمين مٿان رکي ويندي هئي. هنن جو مڃڻ هو تہ جيڪو ڪوڏر تي قسم کڻي، ان جي خلاف ورزي ڪندو آهي تہ، کيس قدرت سخت سزا ڏيندي آهي. جيڪڏهن هنن کي ڪنهن تي مخبر هئڻ جو شڪ هوندو هو تہ کانئس بہ ڪوڏر تي قسم وٺندا هئا.

اتان کان پوءِ اهي جڏهن ٺڳيءَ جي مهم تي نڪرندا هئا تہ بہ بہ سال ٺڳيءَ جي مهم تي نڪتل هوندا هئا ۽ واپس گهر نہ ورندا هئا. جماعت ۾ پنجاهہ پنجاهہ ٺڳ بہ هوندا هئا. اها جماعت اڳتي وڃي مختلف ٽولين ۾ ورهائجي ويندي هئي. جيستائين ٺڳن کي ڪو شڪار نہ ملندو هو، تيستائين نہ وار ٺهرائيندا هئا ۽ نہ وري پان کائيندا هئا. اهو سندن اصول هو.

ڪوبہ ٺڳ جڏهن پهريون ڀيرو اهو تير جي مخصوص مارڪ وارو رومال هٿ ۾ کڻندو هو تہ ڊپ ۾ هن جو جسم پيو رڦندو هو، پر آهستي آهستي، هو ان جو استعمال، بهادريءَ سان، ڪرڻ جو عادي ٿي ويندو هو.

اهي ٺڳ پوري هندستان ۾ مشهور هئا. ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ ٺڳ انگريز مخالف هئا. اصل ۾، اهي مغل فوج جا سپاهي هئا،

جيڪي 1857ع جي جنگ هارائڻ کان پوءِ ان انداز سان وڙهيا. ڪن محققن جو خيال آهي ته اهي انگريزن کان اڳ ۾ به موجود هئا. هنن ٺگن پنهنجن اعترافن ۾ ڪيترين ئي ڳالهين ڪيون آهن اهي ئي ٺگ ناولن جا ڪردار به ٿيا هئن ٺگن ۾ امير علي ٺگ جو نالو سڀني کان وڌيڪ مشهور رهيو آهي هن جو اعتراف آهي ته هن رومال سان ست سئو کان مٿي قتل ڪيا ان کان پوءِ هن ڪٿڻ ئي ڇڏي ڏنو هن جو ڪرو هن جو پنهنجو پيءُ هو سو مشهور ٺگ جمعدار هو. جيڪو لطف الله جي سفر ۾ هم سفر ٿيو هو هن کي پوءِ توب جي منهن ۾ ڏئي اڏايو ويو هو اهي ٺگ هندستان ۾ [illegible] قسمن جا وس ڪري به ڪهمندا هئا ماڻهو سمجهندا هئا هو [illegible] ٽوليون آهن بهرحال، انگريز دور ۾ [illegible] هئا انهن ۾ انگريزن جا سپاهي به شامل هوندا هئا [illegible] انگريزن ناڻس پهتيون ته انگريزن ٺگن [illegible] ان قانون تحت سر سليمن هندستان اندر ٺگن کي [illegible] ڦاهيون ڏنيون ۽ ڪاري پاڻي جي سزا تي موڪليو ٺگن جي [illegible] انگريزن جو لکت ۾ گهڻو ڪم ٿيل آهي انهن ٺگن ۾ [illegible] ٺگ به شامل هئا. جيڪي پڻ رومال جو استعمال ڪندا هئا پر اهي هڪ ته رومال جو اڳيان استعمال ڪندا هئا ۽ پوءِ ته هي لاش درياهه ۽ سمنڊ ۾ لوڙهي ڇڏيندا هئا "دي ڊسيورس" ٺگن تي ٺهيل ڪمال جي فلم آهي

# لوهاريا

رول قبيلن مان كي قبيلا اهڙا به آهن، جيكي ميواڙ واري مها رائي پرتاب جي كري رول ٿيا. ايئن در در جا ڌكا كائيندا رلندا رهيا. انهي ڳالهه لاءِ تاريخ جا پيري چون ٿا. اكبر بادشاهه ۽ رائي پرتاب وچ ۾ چتوڙ گڊ تان جهيڙو 1597ع ۾ ٿيو هو. "هلدي گهاٽي" ۾ ٿيل ان جنگ ۾ مها رائي پرتاب كي جهنگ وسائڻو پئجي ويو ۽ مغلن سان جنگ ۾ چاپامار طريقو اپنايو ويو.

ان جهنگ وسائڻ كان اڳ ۾ مهارائي پرتاب سنگهه پنهنجيءَ قوم ۽ قبيلي اڳيان چتوڙ گڊ جي مٽيءَ سان وچن كيو هو: "اڄ آئون اوهان سڀني جي اڳيان قسم ٿو كڻان ته اسان جي ڌرتي ماءُ جيستائين آزاد نه ٿيندي، جيستائين چتوڙ گڊ واپس نه ونداسين تيسيتائين مون كي سون چاندي جي ٿانون ۾ كائڻ حرام آهي. آئون قسم ٿو كڻان ته نه آئون نرم بستري تي سمهندس نه ئي محل ۾ رهندس. آئون وڻن جا پن كائيندس. زمين تي سمهندس. جهوپڙيءَ ۾ رهندس، پر چتوڙ جي آزاديءَ تائين ڏاڙهي به نه لاهيندس. منهنجا بهادر ويڙهاكو! مون كي يقين آهي ته اوهان منهنجي هر وقت مدد كندا رهندا." ان قسم جي كري ميواڙ جا ڀيل، راجپوت ۽ باقي سڀ قبيلا، پنهنجيءَ زندگيءَ جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ٿيا. مغلن سان ان ٽكراءَ ۾ مها راڻو "هلدي گهاٽي" ۾ شهيد ٿي ويو. ان جنگ ۾ مها رائي پرتاب جا ٻه ڀائر شكتي سنگهه ۽ جڳمال سنگهه به وڃي اكبر سان مليا هئا. تنهن وقت، اكبر جي مغل فوج ۾ 80 هزار جوان هئا. هلندي جنگ ۾ مها رائي پرتاب جا ٻئي مشهور گهوڙا "چيتاڪ" ۽ "مهرائي" زخمي ٿي پيا هئا. هك زخمي گهوڙو مها رائي پرتاب كي كڻي ڀڳو هو ۽ پو اهو مري ويو جنهن تي اڄ ڏيوڙي

ٺهيل آهي. جيئن ٺڪر پنهنجي قبر مٿان ڏيوڙي ٺاهيندا آهن.

مها رائي پرتاب جي شهيد ٿيڻ کان پوءِ، سندس ساٿي قبيلن مان گهڻا تڙ ٽڙ ٿي ويا، ڪي مارجي ويا. انهن مان ڪي رول ٿي ويا. گاڏوليا لوهار به انهن رول قبيلن مان هڪ قبيلو آهي. جيڪو هاڻي ٽانيڪو ٿي، پيٽيون ٺاهي، ويهي رهيو آهي. هيءُ قبيلو مهارائي پرتاب جي فوج لاءِ هٿيار ٺاهيندو هو. مهارائي جي جنگ هارائڻ کانپوءِ گاڏولين لوهارن ميواڙ واري مٽيءَ ۽ چتوڙ گڍ ڇڏڻ مهل هڪ وچن پنهنجي پاڻ سان به ڪيو هو ته جيستائين اسين پنهنجي راڄا کي راڄائي تخت تي واپس نه ويهارينداسين، اوستائين اسان لاءِ ڪٽ تي سمهڻ حرام آهي. اسان پنهنجي گاڏن تي رات جو روشني نه ڪنداسين. اسان کوهه مان پاڻي ڪڏهن نه پيئنداسين.

انهي ڪانپوءِ هن قبيلي کوهه مان پاڻي ڪڍڻ ڇڏي ڏنو ۽ ماڻهن جي گهرن اڳيان هي پنهنجا برتن جهلي بيٺا هوندا هئا. گهر گهر مان پاڻي جي بکيا وٺندا هئا. هيءُ قبيلو ميواڙ مان نڪتو ته اچي پارڪر ۾ ويراواهه، وٽ لورلائي، جي ترائي، تي سانگ ڪري ويهي رهيو. لوهار چون ٿا ته اتي اڄا اسان جي لوهه ڪارڻ واريون جڳهيون آهن. ويراواهه ۾ ٩ سون لوهارن جي گهرن جي وسندي، جو ڏس تاريخ به ڏئي ٿي. هڪڙا لوهار چون ٿا ته اسان کي نياڻيءَ جو پاراتو ڏنل آهي، جيڪا اسان مجبوريءَ مان ويراواهه جي راڄا کي پرڻائي ڏني ۽ اتان راتو رات ٽپڙ کڻي نڪتاسين. تنهن پڄاڻا، اسان کي گهر ٺاهي ويهڻ نصيب نه ٿيو. ڪن لوهارن جو اهو به چوڻ آهي ته، اسان کي هڪ چارڻ جو پاراتو آهي ته اوهان سدائين گاڏن پٺيان رلندا ۽ ڪٿون اونڌيون وجهي سمهندا. پر تاريخ وري به ميواڙ واري ڳالهه تي بيٺي آهي.

هنن لوهارن کي هاڻ ته هر ڪو رڳو لوهاريا ئي سڏي ٿو، ڇو جو هنن جي هن پيڙهيءَ ته اهي گاڏا ڏٺا ئي ڪونه، جيڪي سندن گهر هئا. پر ڏوڪرن کان اڄا اهي گاڏا ۽ ڏڳا وسريا ئي ناهن، جيڪي پيڙهين کان ڪين ورثي ۾ مليا هئا. ڪاٺ جا اهي گاڏا پاڻ وارن ڏڳي گاڏين کان

را،ڪل ٿي، الڳ هئا. پوڙها لوهار چون ٿا ته اسان انهن ڳاڏن کي پنهنجي، مارواڙي زبان ۾ "ووڻ" چوندا هئاسين. اهي ڳاڏوليا لوهار چون ٿا ته اسان راجپوت آهيون. اسان جو ڪيڙ ۽ ڪلام مها راڻي پرتاب سان مليل ٿو.

هنن ڳاڏولين لوهارن ۾ چوهاڻ نک جا به لوهار آهن. اهي چون ٿا ته اسان جي پيڙهين جا ابتا پيرا پرٿوي راج چوهاڻ جي قبيلي ۾ وڃي ڪڍن ٿا، جنهن جو جهيڙو غوريءَ سان هو. پر راڻي پرتاب ۽ غوريءَ وچ ۾ صدين جي وڇوٽي آهي. انهن نکن کان سواءِ، هاڻ ته لوهارن ۾ ٻه ٻه سئو کان مٿي نکون آهن. ٿيو ائين جو هر ذات جو ماڻهو هنن وٽ ايندو ويو، ڪم سکندو ويو، اهو لوهار سڏجندو ويو. پر اصل ڳاڏوليا لوهار پاڻ کي راجپوت سمجهن ٿا. جڏهن هنن جنگ لاءِ هٿيار ٺاهيندڙ لوهارن جا پنهنجي ئي مٿي تان پير اکڙيا ته هنن هٿيار ٺاهڻ وارو ڪم ڇڏي، ڪوڏر، ڪهاڙي ٺاهڻ وارو ڪم شروع ڪيو. هيءَ پهرين پارڪر ۾ پوءِ هيٺ بئراج ڏانهن لٿا. اتي جڏهن هنن ڪوئلي تي لوهه پگهرائڻ وارو ڪم شروع ڪيو ته "ڪاريا" به سڏيا ويا.

هنن لوهارن جون ريتون رسمون، لڳ ڀڳ، هندن واريون آهن. شاديءَ مهل، چار ڦيرا چئونري جا، هڪڙو ڦيرو مرد اڳ ۾ هلندو ۽ ٽي ڦيرا عورت اڳ ۾ هلندي، پر هنن لوهارن ۾ هڪڙي ڳالهه آهي ته هنن ۾ گهٽي پاڳي شاديون بدي تي ٿينديون آهن. اهو ئي ڪارڻ آهي جو، هنن جون گهٽو ڪري شاديون ٻاراڻي عمر ۾ ٿينديون آهن. نينگري اڃا ٽن چئن سالن جي مس هوندي آهي ته ان جي شادي ڪري ڇڏيندا آهن. ٻڪ واري نموني چئي سگهجي ٿو ته، اها اڪيلي ذات هوندي، جنهن ۾ ٻارن جي شادي ٿيندي آهي. اهي شاديون گهٽي پاڳي لوهارن ۾ ٿين ٿيون. هنن جو چوڻ آهي ته، اسان جو هڪٻئي تي ٻه پروسو گهٽ آهي، تنهنڪري شاديءَ ۾ تڪڙ ڪندا آهيون. اهو سوچيندا آهيون ته، متان رشتو ڪندڙ ڦري وڃي، سو اسان، سٽت ئي، چئونري جا ڦيرا ڏياري شادي ڪري ڇڏيندا آهيون.

ائين ڇوڪريءَ جي ننڍي عمر ۾ نڪيٽي ٿي ويندي آهي. نڪيٽيءَ کان پوءِ هوءَ ڇڇ سان گڏ ساهراڻي گهر ويندي آهي. هن سان گڏ گهر جي ٻہ هڪ عورت ويندي آهي. ڇوڪري هڪ رات ساهرن ۾ گذاري، پوءِ واپس موٽندي آهي. تنهن کان پوءِ جيستائين اها ڇوڪري سامائجي جوان نہ ٿئي، تيستائين پيڪن ۾ رهندي آهي. سامائجڻ کان پوءِ ساهراڻي گهر ويندي آهي.

جيڪڏهن اوهان جو گذر گاڏولين لوهارن جي ڪنهن پاڙي يا سندن اوزارن ٺاهڻ واري بيٺڪ تان ٿئي تہ، اوهان کي هنن جي ننڍين نينگرين جي نڪ ۾ ڪوڪو يا ٻانهن ۾ چوڙا پاتل نظر ايندا. ان مان سمجهو تہ اها پرڻيل آهي. هنن ۾ اهو رواج آهي تہ، ڪنهن عورت جو مڙس مري وڃي تہ اها عورت ٻي شادي ان مرد سان ڪري سگهي ٿي، جنهن جي زال گذاري ويئي هجي ۽ رنڙ مرد بہ رڳو ان عورت سان شادي ڪري سگهي ٿو، جنهن جو مڙس مري ويو هجي. پر هاڻي ان رواج ۾ تبديلي تہ ايندي وڃي. رنڙ مرد ڪنواري ڇوڪري سان بہ شادي ڪن پيا، پر اهڙي اجازت هن قبيلي جي عورت کي ناهي تہ اُها ڪنهن ڪنواري مرد سان شادي ڪري.

جيڪڏهن ڪنهن وڏوا جوڙي جي شادي ٿيندي آهي، يا ڪنهن مرد جي وڏوا عورت سان شادي ٿيندي آهي تہ، ان کي ڇٺونري جا ڦيرا ناهن ڏيارڻا ويندا. رڳو ناريڙ ڏئي پلو ٻڌي نڪيٽي ڪئي ويندي آهي. جيڪڏهن ڪا پرڻيل ڇوڪري جوان ٿي ساهراڻي گهر وڃڻ کان اڳ ۾ پنهنجي ماءُ پيءُ جي گهر مري ويئي تہ، ان ڇوڪري کي ساڳئي ڪٽنب کي ٻيو سڱ ڏيڻو پوندو آهي. اڳي هيءُ قبيلو شاديءَ جي تاريخ اها ٻڌندو هو، جيڪا مهاراج ڏسيندو هو، هاڻي ائين ناهي. شاديءَ جي ڪارڊن ۽ هڪ هنڌ ڪاڄ جو رواج هنن ۾ نہ هو. اهڙي موقعي تي اُهي ڇانورن کي پيلو رنگ ڪري گهر گهر ڏيندا هئا، پر اهي پنهنجيءَ ذات وارن کي ئي ڇانور ڏيندا هئا.

پاڻ وٽ سنڌ ۾ اهو ئي قبيلو آهي، جنهن جي عورت اوهان کي

شهرن ۾ مرد سان گڏ لوهہ جو ڪم ڪندي نظر ايندي هٿوڙا هڻندي ۽ پکي سان ڪوئلن کي هوا ڏيندي ڪچ ۾ پارڙو هوندس تنهن هوندي بہ هنن عورتن مان هڪ عورت بہ اوهان کي لوهارڪي ڪم جي ڪاريگر نظر نہ ايندي. ٿي سگهي تہ ڪيس لوهہ جي بہ سڃاڻپ نہ هجي تہ پڪو ڇا کي چئبو آهي، ڪچو ڇا آهي، رڪ ڇا آهي. انهن سوالن جا جواب وري بہ ڪو مرد ئي ڏئي سگهي ٿو. جيڪڏهن لوهہ ٽٽي ويو تہ اهو رڪ هوندو ۽ جي مڙي ويو تہ اهو لوهہ هوندو ۽ جي پري ويو تہ ڪچو هوندو، سو انهن گاڏولين لوهارن جون جيڪي عورتون، هٿوڙن هڻڻ جهڙيون ناهن رهنديون، سي بس اسٽاپن تي پارن جا رانديڪوا، چوڙيون ۽ بيون شيون ڪارن ۾ رکي وڪڻنديون آهن. اهي عورتون پين دربدر قبيلن وانگر ڪٽي پنج رپيا گهرندي نظر نہ اينديون آهن. هن قبيلي رولاڪيون ضرور ڪيون آهن، پر پنهنجو وقار ناهي ڇڏيو.

هنن جو چوڻ آهي تہ، هنن جي گهر ناهي ويهڻ کي ڪي پنجاهہ سال مس ٿيا هوندا. چون ٿا تہ جواهر لال نهرو ننڍي کنڊ جي آزادي کانپوءِ ميواڙ جي انهن دبدر ٿي ويل قبيلن کي هڪ هنڌ گڏ ڪيو هو. هن انهن کي خطاب ۾ چيو هو تہ هاڻ پنهنجو وطن آزاد آهي. اوهان خانہ بدوشي ڇڏي گهر ناهي ويهي رهو. پنهنجا قسم ٽوڙيو، هن ميواڙ ۾، سندن سوڳ ڇڏائڻ لاءِ هڪ وڏو پروگرام ڪيو هو، جنهن ۾ سڀ ريتون ٿيون هيون. جنهن ريت ۾مهاراڻي جي قبيلي مان هڪ شخص کي تخت تي بہ ويهاريو ويو هو.

تنهن کان پوءِ بہ هن قبيلي جي معاشي ۽ سماجي حالت ۽ گهرن ۾ رهڻ واريون جايون اڄ بہ رولاڪن جهڙيون آهن، بس پڪا ٿي اڏين ٿا. هڪڙو خيال اهو بہ رهيو آهي تہ اهي ماڻهو پنهنجيءَ سوڳ واري عادت پوري ڪرڻ لاءِ گهر جي چلهہ تبديل ڪندا رهن ٿا، پر ٿيو خير، رولاڪ ناهن رهيا.

هن قبيلي ۾ ننڍين پارن کي پوريندا آهن، پر پوڙهن کي ساڙيندا آهن. هنن جو ڪامل عقيدو راماپير تي آهي. بيا ڪيترائي ديو آهن جن

کي هي ميجين ٿا. هاڻ لوهارڪي ڌنڌي جي اهميت بہ صنعتي دور ڪاڻ،
گهٽجي وئي آهي.

# شڪاري

”اسان لۀ ڏرتي تپي ٿي، اها هڪڙي هنڌ ويهڻ نٿي ڏئي. ايئن سمجهه تہ اسان کي سهي ئي نٿي“. بدين کان نڪرندي ئي، حيدرآباد روڊ جي پاسي ۾، ٻن خيمن ۾ ويٺل شڪارين جي رول قبيلي مان، جڏهن مٿين ڳالهہ، منڇي شڪاري مون سان ڪئي تہ آئون سندس چهري ۽ پيرن کي ڏسندو ئي رهجي ويس. اهو جملو هن ٺهڪ ڏيندي چيو هو، پر ان هڪڙي جملي ۾ هن شڪاري قبيلي جي پيڙهين جو پنڌ ۽ صدين جو ٿڪ هو. هن جا ٺهڪ بہ وڏا هئا، پر تن ۾ هڪ ڊگهي درد جو سلسلو هو. اڃا منهنجو ذهنُ هن جي جملي ۾ ئي ڦاٿل هو تہ، سندس ٻئي جملي مون کي ڇڻ تہ پنوائي ڏياري ڇڏي.

”هيءَ ڌرتي اسان جي آهي. اسين نسلن کان هتي رهيا آهيون، پر اڄ جيڪي ٻاهران آيا آهن، اسين تن جي غلامي ڇو ڪريون!؟ هنن جا هاري ٿِي ڇو رهون. ان کان تہ اسين شڪاري ئي ڇڱا آهيون.“ مون اوڏي مهل حفيظ سينهڙي کي سڏي چيو: ”ٻڌ ڇا ٿا چون؟“

هُن پنهنجي ننڍڙي خاندان سان گڏ، اُتي ڪي ڏينهن اڳ لڏو اچي لاٿو هو. انهن ٻن خيمن ٻاهران ڪجهہ گڏهہ ٻڌل هئا ۽ ڪتن انهن خيمن ۾ ايئن ڦيريون پي پاتيون، ڄڻ اهي هن قبيلي جي خيمن جا اصل وارث هجن. اهي شڪاري ڪتا هنن جي خيمن جا وارث هئا يا نہ هئا، پر هنن جي سڳن گهر ڀاتين کان مٿي هئا! اسان کي ڏسندي ئي سڀ کان پهرين اسان جي آجيان هنن جي ٻارن ڪئي. هنن جي ڪنن ۾ واليون هيون ۽ ڳچيءَ ۾ قسمين قسمين ڌاڳا پاتل هئا. ٽوريون عورتون بہ اتي موجود هيون.

هنن جتي پنهنجا خيما هنيا هئا، اتي ويجهو ڪو وڻ بہ نہ هو.

ٿورو پريرو ٻہر جو هڪ ننڍڙو ڇلو وڻ هو. ان جي هيٺان اسين ويٺاسين. شڪارين اسان لئہ چڻ ڪُهريون رليون وڇايون. هنن جو چوڻ هو: "اڳ ۾ جتي اسين ويٺل هئاسين، اتان جو زميندار پنهنجي ٻنيءَ تي ڪيڙي ڪرائڻ لڳو، پوءِ هن اسان کي اتان لڏڻ لاءِ چيو، سو اسان اتان ٽپڙ کڻي نڪتاسين. هتي گڏهہ گاڏي جو بيرنگ ٽٽي پيو، تنهنڪري هتي ئي ويهي رهياسين. اسان جي خاندان جا ڪي گهر ٿورڙو ئي اڳيان، ٻن ٽن ايڪڙن تي خيما هڻي ويٺا آهن. اسين ڪٿي بہ ويهون تہ پندرهن ڪان ويهہ ڏينهن وڏا آهن. بس زميندار اسان کي گهڻو ويهڻ ناهن ڏيندا. ڪو آنو بهانو ڪري اسان کي لڏائي ڇڏيندا آهن."

هن پنهنجي قبيلي جا ابتا پيرا کڻندي ٻڌايو: "هونءَ تہ اسان ذات جا ڀيل آهيون، پر ڪتا ڌاريون ۽ شڪار ڪريون ٿا، انڪري ماڻهو اسان کي شڪاري چون ٿا. اسان هندو آهيون، پر اسان ۾ ڪابہ هندن واري ريت رسم يا عبادت جو طريقو ناهي! هندو هوندي بہ، اسان جو نڪاح مسلمان مولوي، اسلامي طريقي سان پڙهائيندو آهي. اسان شاديءَ جا ڏينهن، وڏ ۾ وڏ ڏهہ، ٻڌندا آهيون. جيڪڏهن گهوٽ سئي ڪتي جو ضد ڪندو آهي تہ اهو بہ ڪيس ڏاج ۾ ڏئي ڇڏيندا آهيون. اسان مان جيڪڏهن ڪو مري وڃي تہ، اسان جي رڳو جنازي نماز ناهي ٿيندي، باقي سڀ طريقو مسلمانن وارو آهي. ويندي دعا بہ گهرندا آهيون. اسان جي قبيلي جا ڪيترائي ماڻهو رمضان جا روزا بہ رکندا آهن."

هن اهو بہ ٻڌايو: "اسان جي قبيلي جا ڪيترائي خاندان مسلمان ٿي ويا آهن، جيڪي ڪڙئي گهنور شهر ۽ ان جي اوسي پاسي رهن ٿا ۽ شيخ سڏرائين ٿا، پر آهن اسان جا سوٽ. اسان وٽ بہ آيا ۽ چيائون تہ اوهين بہ مسلمان ٿيو. اسان چيو تہ بابا جي اسين مسلمان ٿيون تہ فائدو ڪهڙو؟ اسان کي ڪٿي ڪو پلاٽ ڏياريو، ويهڻ جهڙا تہ ٿيون، پوءِ اسين مسلمان ٿيون. اسان جو اصل ٿاڪ ماڪيارو آهي. ماڪيارو جيڪو گولاڙچيءَ جي پاسي ۾ آهي، پر اسان سڀ جيئي شاهہ، شاهہ عقيق جا چيگ وڏيا مريد آهيون. اسان جو لولاد ننڍڙو ئي هوندو آهي تہ اتي درگاهہ

تي وجي چڳ وڌرائي ايندا آهيون.“

”اسان شڪارين کي وڏا وڏا جاگيردار، زميندار شڪار لئہ گهرائيندا آهن. خاص ڪري سوئر جي شڪار تي. سوئر جو شڪار ڪرڻ بہ هڪ فن آهي. سوئر جو شڪار ڪرڻ لئہ سڀ کان اڳ جهنگ ۾ تڙي ڏيڻي پوندي آهي. تڙي ڏيڻ ۾ نڪائڻ وارا ڪتا الڳ هوندا آهن. چار يا پنج ڪتا ڇڏيندا آهيون، جيڪي جهنگ ۾ لهي وڃي تڙي ڏيندا آهن. اهي ڪتا سُنگهي پير بہ ڪڍي ويندا آهن. اسين وري اڳيان مهاڙيءَ تي تازي ڪتا جهلي بيهندا آهيون. ٽيپو ۽ ٻسر ڪتا اُهاڙ ۾ هوندا آهن. تڙيءَ وارا ڪتا مٿي واءُ کان ڇڏيا ۽ مهاڙيءَ وارا وري هيٺئين واءُ کان بيٺل هوندا. معنيٰ لڳندڙ واءَ جو بہ خيال رکيو ويندو آهي. انڪري جو اسان جو خيال آهي تہ سوئر کي ڪتي جي خوشبو اچي ٿي. بس جيئن سوئر مهاڙيءَ مان نڪتو تہ اصل ڪتن مان ڪڍيو هڻ. ڪتو ڪيترو بہ سگهو هجي، پر سوئر کي ماري نٿو سگهي، اهو ڪم وري بہ شڪاري ئي ڪندو. ڪتو سوئر کي روڪيندو، ٽنگ ۾ چڪ هڻندو، ٻوٿاڙيءَ ۾ چڪ هڻي بيهندو. تيستائين شڪاري ڪهاڙيءَ سان سوئر جو انگ انگ وڍي ڇڏيندو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو يا ڪتو سوئر اڳيان هن جي سنبن ۾ اچي ويو تہ سوئر ڪيس چيري ڇڏيندو. سوئر جا ٻہ ٽي قسم آهن. هڪ آهي بگو ٻيو آهي گجر. پر انهن کان منگهڻ سڀني کان ڏکيو ۽ ويڙهو آهي، جيڪو ڪتن سان چِتي نموني وڙهندو آهي، ان جو شڪار ڪرڻ ڏکيو آهي، پر اسان جي ڪتن جي مهاڙيءَ ۾ جيڪو آيو، سو ويو. ان شڪار ۾ شڪاريءَ کي وڏي اٽڪل کپي. ڪهاڙي هڻڻ فن آهي. خيال رکبو آهي تہ اُها ڪتي کي نہ لڳي پوي، ڇو جو شڪار مهل پنج ست ڪتا سوئر کي ڇهٽيل هوندا آهن.“

”سوئر کان سواءِ، گدڙ جو بہ شڪار ڪريون ۽ ڪائون بہ سهي، پر ڪائڻ ۾ سڀني کان پلو شڪار آهي: پڪائي ٻلو. اهو اسان جي پسنديده ڊش آهي. پڪائي ٻلو گهٽو ڪري ڊ ٻن جي پاسي ۾ ٿيندو آهي. هوبهو چيتي جهڙو هوندو آهي. ان جو وزن ٽيهہ پنجٽيهہ ڪلو ٿيندو آهي.

ٻڪائي ٻلو پاڻيءَ ۾ ترندو ۽ ٽٻيون بہ هڻندو آهي. ايئن سمجھ تہ چيتي جو ٻچو آهي. پنج ڪلو کان ڏهہ ڪلو مڇي بہ کايو وڃي. لازمي آهي تہ هن کي مارڻ لاءِ پنج کان ڇهہ سٺا تازي ڪتا هجن. اهو ٻلو ڪتي سان وڙهندو بہ آهي. پنهنجن اڳين ۽ پٺين چنبن سان ڪتي کي ڪيرائي بہ سگهي ٿو. شڪاري ان کي بہ کهاڙيءَ سان ماريندو آهي. ڪتا جي صفا ڀلا آهن تہ ٿي سگهي ان کي ماري بہ ڇڏين. اهو پاڻيءَ جي پاسي ۾ پيو گهمندو آهي. اسين ڍنڍن جي ڪپ تي ان جو شڪار ڪندا آهيون."

"ٻيو آهي جهنگراڙ ٻلو، جيڪو رنگ جو ڳاڙهو ٿيندو آهي. اهو گهٽو ڪري لوڙهن ۾ ملندو آهي. اهو گهر جا ڪڪڙ کائيندو آهي، پر جهنگ ۾ رهندو آهي. ڍنڍن تي بہ مليو وڃي، ان کي ڪتا ئي ماريو ڇڏين. گدڙ کي هڪڙو ڪتو ماري سگهي ٿو. سيهڙ بہ ماريندا آهيون. وڏن ڳنڀن وارو وهو سيهڙ اوهان بہ ڪٿي نہ ڪٿي ڏٺو هوندو، اسان اهو ڪونہ کائون، پر ٻيا شڪاري سيهڙ کائي ويندا آهن.

"ٻلو شڪاري اهو آهي، جيڪو مهاڙيءَ کي سمجهي تہ شڪار ڪٿان نڪرندو. ٻيو ڪيس کهاڙي هڻڻ ۾ فن ايندو هجي. ڪيس خيال رکڻ گهرجي تہ کهاڙي ڪٿي ڪتي کي نہ لڳي. پنجهاهہ ڪتا هجن تہ بہ تن جو بچاءُ ڪرڻو آهي. ٻلو شڪاري اهو بہ آهي جيڪو بهادر هجي. شڪار ۾ ننڍي ڳن واري کهاڙيءَ سان گڏ اڇا ڏنڊو بہ استعمال ٿيندو آهي."

هو ٻڌائي ٿو: "جڏهن هتي ڪجهہ بہ نہ هو، تڏهن بہ اسين هئاسين. تڏهن اڇا اهي گولاڙچيءَ وارا نہ پنجابي آيا هئا نہ بنگالي. رڻ ئي رڻ هو. گولاڙچيءَ جو شهر ئي ڪونہ هو. تڏهن اسين ڇا ڪنداسين جو لاٽا وڍي، انهن کي سڙي، ان مان ڪار ٺاهيندا هئاسين. ان مان ڪپڙا ڏوپيا هئا. هاڻ اسين سڀ سرن مان ٻارن لاءِ ننڍڙا پينگها ٺاهيندا آهيون. ان ۾ ڇيلي جي کل مان ٺهيل تندون استعمال ڪندا آهيون ۽ سَر جي ٻنهہ وارو ڪاٺو استعمال ڪندا آهيون. جڏهن اسان ڇيلي جي کل يا ڪنهن بہ جانور جي کل وٺي ايندا آهيون تہ ان کي هيڪر لوڻ ڏيندا

آهيون، پو ان کي چاقوءَ سان اندران صاف ڪندا آهيون. ٻاهريان وار بہ وڏي ڪاريگريءَ سان لاهيندا آهيون. پوءِ ان جو هڪڙو ڇيڙو پير جي آڱوٺي ۾ ڦاسائي، ٻيو ڇيڙو قابو جهلي، آهستي آهستي، چمڙي مان سنها سنها ڌاڳا ڪڍندا آهيون. اهي چمڙي جا سنها ڌاڳا سڀ ٺاهڻ ۾ ٻارڙن جي پينگهن ٺاهڻ ۾ استعمال ڪندا آهيون.“

”جڏهن ساريون ۾ ڪٽڪون لهنديون آهن تہ سڀ جو وڪڙو جام ٿيندو آهي. اهي سَر جي ڪانين وارا پينگهڙا وري گهٽو ڪري اوڏ، ڀيل ۽ ڪولهي عورتون وٺنديون آهن، جن جي بدلي ۾ ڪٽڪ ۾ چانور ڏينديون آهن.“

اجا نوري شڪارڻ جي ڳالهہ رهي ٿي، جيڪا هنن شڪارين جي ڏاڏي آهي. ان جي درگاهہ راڄ سين تي آهي. راڄ سين درگاهہ تي حاضري ڏيندڙ پانڌيئڙن کي پهريائين نوري شڪارڻ جي درگاهہ تي حاضري ڏيڻي پوي ٿي. ڪلرائي پوٺي تي هن جو ننڍڙو مقبرو آهي. اها درگاهہ مون بہ ڏٺي آهي. قبرستان ۾ هن جي قبر جي سيراندي ڪجهيءَ جي وڻ جي ٽاري لڳل آهي ۽ ڪاٺ جون نالي سرون بہ آهن. هيءُ اهو ئي راڄ سين آهي، جنهن جو سڀ کان وڏو عقيدتمند رٻاري قبيلو آهي. ان کان سواءِ ڳلان شڪارڻ ۽ لطيف واري ڳالهہ بہ رهي ٿي، جنهن لاءِ چون ٿا تہ لطيف دعا ڪئي هئي تہ ”ڳلان تو مان ڳل ٿيندو“. پوءِ غلام شاهہ ڪلهوڙو پيدا ٿيو. اهو وري الڳ موضوع آهي.

هاڻ سج هنن جي پوٺي تي لڳل ٻن اڪيلن خيمن جي پٺيان لهي رهيو هو. هڪڙو صفا پوڙهو شڪاري اسان کان ٿورڙو پرڀرو ويٺو هو. منهنجي هن ڏانهن هر هر نگاهہ ٿي وئي تہ، هن جي ڇهري جي پيڙا منهنجي دل ۾ لهي ٿي آئي. ايئن ٿي محسوس ٿيو، ڄڻ هو انهن جهنگن کي ساري ٿو، جتي هن ڪيترائي جهنگلي جانور رڳو ڏڦي سان دسي وڌا هئا. مون کي منڃي ٻڌايو: ”هن ڏوڪري جون هاڻ ٻانهون ڪم نٿيون ڪن. هٿ بہ رڦن ٿا، نہ تہ هو ڏڦي جي ڏڪ جو وڏو ڪاريگر هو. ڪيس ڪنڌ ۾ ڪارا ڌاڳا پيئي لڙڪيا. هڪڙو تعويذ بہ ٻڌل هوس. مون جڏهن

سندس ڪلهي تي هٿ رکيو تہ هن رڦندڙ هٿ، مون ڏانهن هٿ ڏيڻ لئہ وڌايو. پر پوڙهي جي اکين ۽ چهري ۾ الائي ڇا هو. سندس چهرو اڄ بہ منهنجي ذهن ۾ گهمي پيو.

آئون روڊ ڏانهن ويندي مڙي شڪارين جي جهُڳين ڏانهن نهاريان ٿو، ٻار ۽ ڪتا گڏجي کيڏن پيا. اسين حيدر چانڊيئي ۽ اقبال هاليپوٽي سان گڏ شڪارين جي ڏيري ڪان گهٽو پرتي نڪري وڃون ٿا. پر اهو ڏيرو اڄا آئون پنهنجي اندر ۾ محسوس ڪريان ٿو. انساني تاريخ جا پيرا ليکيان ٿو. انسان جهنگ مان عورت جي ٻج لڳائڻ ڪري زراعت ۾ آيو ۽ پوءِ تجارت ۽ عقيدي مان سائنس تائين پهتو. پر اهي ماڻهو اڄا بہ شڪاري آهن ۽ سندن ڪنڌ ۾ ڏاڳا. هاڻ جنهن کي انساني ارتقا سمجهڻي آهي، اهو کي ڏينهن هنن شڪارين سان گڏ رلي.

# پواريا

پوارين جهڙو خر مغز قبيلو پوري هندستان ۾ نہ هو. هن رول قبيلي جو نالو ٻڌندي ئي ماڻهن جي روحُ روحُ ڪانڊارجي ويندي هو. اهڙو ڪو ڏوهہ نہ هو، جيڪو هنن نہ ڪيو هجي. اهي پواريا برما کان وٺي سنڌ ۽ پنجاب تائين ڦهليل هئا. اهي بنيادي طور تي جهنگلي ۽ شڪاري هئا. اهي شڪار کي ڦاسائڻ لئہ ڦندو استعمال ڪندا هئا. ”پنور“ جي معنيٰ ئي ڦندو آهي. هن رول قبيلي تي اهو نالو بہ اتان پيو هو. اهي جڏهن بہ ڪنهن ڌاڙي يا ڦُر وارو ڏوهہ ڪندا هئا تہ بلڪل وحشي ۽ جهنگلي ٿي ويندا هئا. وحشي بہ اهڙا وحشي، جو جتي وارادات ڪندا هئا، اتي ڪنهن کي بہ جيئرو نہ ڇڏيندا هئا. اهو ٻار هجي يا پوڙهو، عورت هجي يا مرد، سڀني کي قتل ڪندا هئا. هنن جي رت مان پنهنجي نرڙ تي تلڪ لڳائي ”جئہ ڀواني، جئہ ڪالي“ جا نعرا هڻندا هئا. ماڻهن کي بہ اهي ايئن قتل ڪندا هئا، جيئن اهي جهنگلي جانور کي ڪهندا هئا. يا هنن جي قتل ڪرڻ جو انداز اهڙو هوندو هو، جهڙي نموني هڪڙو جهنگلي جانور ٻئي ڪنهن جهنگلي جانور کي ماريندو آهي. حقيقت ۾، ان وقت اهي جانور بڻجي ويندا هئا. هنن کي رت جو رنگ ۽ خوشبوءِ وڻندي هئي. رت ڏسي هنن جي پوري جسم ۾ خوشيءَ جي لهر جاڳي پوندي هئي.

هيءُ اهڙو رول قبيلو هو، جنهن جا ماڻهو، باقي سڀني رول قبيلن ۾ ڦهليل هوندا هئا. اهي انهن رول قبيلن سان گڏ رولاڪيون ڪندا هئا.انهي رولاڪي جي پٺيان هنن جو مقصد جاسوسي هو. اهي ئي حقيقت ۾ هنن جي قبيلي جا جاسوس هئا، جيڪي پنهنجن ڀين سائين کي خبرون پهچائيندا هئا تہ، ڪهڙي گهر ۾ ڪيتي ۽ ڪيترو سامان پيل

آهن. انهن جاسوسن کان سواءِ، هنن جون پنهنجيون عورتون بہ جاسوس ٿي ڪم ڪنديون هيون. اهي مختلف گهرن ۾ پنڻ ۽ ڪپڙي وڪڻڻ جو بهاني سان وينديون هيون. ان گهر جي پوري خبر پنهنجي قبيلي کي ڏينديون هيون، جيئن: ڪٿان ۽ ڪڏهن اندر داخل ٿي سگهجي ٿو. ملڪيت ڪهڙي جڳهہ تي پيل آهي. گهر ۾ ڪيترا ڀاتي آهن. ڪتو گهر ۾ آهي يا ناهي. هيءُ اهڙو جهنگلي ۽ وحشي قبيلو هو، جنهن جاسوسي لئہ پنهنجا ٻار بہ استعمال ڪيا هئا. هن قبيلي جا ڪي ماڻهو، فقير ۽ سنياسي بڻجي پيا پوري هندستان ۾ گهمندا هئا. ان طريقي سان هن ڏوهاري قبيلي جو هڪڙو پورو جاسوسن جو نيٽ ورڪ هوندو هو. جاسوسي ان ڳالهہ جي ڪبي هئي تہ ڪهڙي گهر ۾ ڪيترو مال آهي. اهي مختلف جاسوسَ، جيڪي روپ مٽائي هلندا هئا، سي سڀ پاڻ ۾ هڪڙي ڪوڊ ورڊ ۾ ڳالهائيندا هئا. اهي ڪوڊ ورڊ رڳو پواريا قبيلي جو ماڻهو ئي سمجهي سگهندو هو. ان ڪوڊ ورڊ ذريعي اها ڄاڻ برما کان ٺيندي سنڌ تائين بہ پهچي ويندي هئي. هيءُ اهو قبيلو هو، جيڪو ڏوهہ کي آرٽ سمجهندو هو. اهو هندستان جو واحد قبيلو هو، جنهن هر قسم جو ڏوهہ ڪيو، جيئن: قتل، زنا، ڌاڙو، ڦر، چوري ۽ ٻارن جو اغوا وغيره. اهي اغوا ٿيل ٻار پوءِ هنن جاسوس طور استعمال بہ ڪيا. اهي پواريا جڏهن بہ ڪنهن گهر ۾ ويندا هئا تہ، ڪنهن بہ گهر ڀاتيءَ کي زندهہ نہ ڇڏيندا هئا. اهڙا سنگين ڏوهہ ڪرڻ کان پوءِ، اهي هڪ رياست کان ٻي رياست ۽ ٻي رياست کان ٽين رياست تائين پيا رلندا ۽ ڌڪا کائيندا هئا. انهن رياستن ۾ بہ هنن جا هڪڙي ڏينهن هڪڙي هنڌ پڪا هوندا هئا تہ ٻئي ڏينهن وري ٻئي هنڌ پڪا هٽندا هئا. اهي پواريا ڏينهن جي روشنيءَ تو ٽي رات جي اونڌهہ ۾ ڌاڙا هڻندا هئا. هيءُ اهڙو نالي چڙهيو قبيلو هو، جو ٻين قبيلن جا نالي چڙهيا ڏوهاري بہ هنن جي رول قبيلي ۾ شامل ٿيڻ چاهيندا هئا. جيڪو بہ ڏوهاري شامل ٿيڻ چاهيندو هو، تنهن کان پئسا ورتا ويندا هئا، پوءِ اهو ڪهڙي بہ قبيلي جو هجي، پر هنن جي قبيلي ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ پواريو ٿي ويندو هو. انڪري

هنن ۾ مختلف قبيلن توڙي مذهبن جا ڏوهاري شامل هئا. مراڻا جڏهن انگريزن سان وڙهي رهيا هئا، تڏهن پوارين تمام گهڻا قتل ڪيا ۽ ڌاڙا هنيا. هنن انگريز آفيسرن جي ڪئمپن تي بہ حملا ڪيا. انهن جا ٽينٽ ڪٽي ڌاڙا هڻي ويا. تن ڏينهن ۾ ڪيترائي مراڻا بہ پوارين جي قبيلي ۾ شامل ٿي پواريا ٿي ويا. جڏهن محمود غزنوي سومناٿ ڏانهن وڃي رهيو هو تہ، پواريا هن کي چولستان ۾ مليا هئا. اهي پواريا ئي هئا، جن محمود کي چولستان جي صحرا ۾ روليو هو. اهي پواريا ئي هئا، جيڪي مها راڻي پرتاب جا پيلن سان گڏ بهترين تير انداز هئا. اهي پواريا ئي هئا، جيڪي مانسگهہ کي هلندي جنگ مان ٻاهر ڪڍي ويا هئا، جڏهن هو گهايل ٿي پيو هو. ان جنگ کان پواريا بيڪانير، الور، پنجاب ۽ ٻين مختلف علائقن ۾ پکڙجي ويا.

پواريا ڪنهن بہ ڏوهہ تي نڪرڻ کان پهريائين ڪالي ماتا جي قرباني ڪندا هئا. پيٽا ٻڪري ۽ مينهن هوندي هئي. قربان ڪيل ٻڪري ۽ مينهن جي رت جو تلڪ لڳائي پوءِ نڪرندا هئا. تنهن کان سواءِ، ڪنهن بہ گهر ۾ گهڙڻ کان پهريائين اهي ڪٽڪ جي رڌل داڻن سان ڦال وجهندا هئا. ان مان اهي اندازو لڳائيندا هئا تہ ڏوهہ ۾ ڪامياب ويندا يا ناڪام. جيڪڏهن اها ڦال صحيح نڪرندي هئي تہ پوءِ اهي ڏوهہ ڪرڻ لاءِ نڪرندا هئا. ڏوهہ تي نڪرڻ کان پهرين هو ڪپڙن جي چونڊ بہ انهيءَ حساب سان ڪندا هئا. اهي گهڻو ڪري رات جو ڪنهن گهر ۾ داخل ٿيڻ مهل، پوري جسم کي تيل هڻندا هئا. هيٺ رڳو ننڍڙي لانگوٽي پائيندا هئا. تيل لڳل جسم کي ڪير بہ جهلي نہ سگهندو هو. جيڪو جهلڻ جي ڪوشش ڪندو هو، تہ هٿ جسم تان ترڪي ويندو هو. هنن جي گروپ جو هڪڙو اڳواڻ هوندو هو، باقي سڀ هن جي هدايت تي هلندا هئا. اهي ڪڏهن ڪڏهن عورتن وارو لباس بہ پائيندا هئا. چهرن تي نقاب بہ اوڍيندا هئا. جنهن رياست جو جيڪو ڪلچر هوندو هو، اهي اتي رهندي، اهو ئي ڪلچر پنهنجائيندا هئا: جهڙو ديس، تهڙو ويس. اهي ڪڏهن صفا ڪلين شيو ٿي هلندا هئا تہ، ڪڏهن ڏاڙهي ۽ مڇون رکندا هئا. ايستائين

جو اهي پنهنجي جهري جو رنگ بہ مٽائي ڇڏيندا هئا. ڏوهہ تي نڪرڻ کان پهريائين هشيار ڪپڙن ۾ ويڙهيندا هئا. سندن ٻنهي هٿن ۾ بانس هوندا هئا. مڪڙيءَ جا سنگ بہ ڪڍندا هئا. اهي ڪنهن بہ گهر ۾ داخل ٿيڻ کان پهريائين ٿي پٿر هڪ ٻئي پٺيان ان گهر ۾ اڇليندا هئا. گهر ڀاتي ستل آهن يا جاڳن پيا. جيڪڏهن هنن ٿي پٿرن اڇلڻ سان ڪو جاڳي پوندو هو تہ پوارين جي چوڻ مطابق "اهو ڪنهن ايماندار ماڻهو جو گهر آهي. جنهن پنهنجي ملڪيت ايمانداريءَ ۽ محنت سان ڪمائي آهي". جيڪڏهن اهي ٿي پٿر اڇلڻ کان پوءِ ڪو نہ جاڳندو هو تہ اهي سمجهندا هئا تہ ان گهر ۾ ڪمايل پئسو ايمانداريءَ ۽ محنت بدران بي ايمانيءَ سان آيو آهي. ان بي ايمان جي گهر ۾ ڏري ويندا هئا. ڌاڙو هڻندا هئا. ايماندار جي گهر ۾ ڌاڙو هڻڻ کان پاسو ڪندا هئا. ان گهر جي پٽ ۾ سوراخ ڪري سڄو مال ٻهاري ويندا هئا. هڪڙي محقق تہ ايئن بہ لکيو آهي تہ: پواريا پٽين تي ايئن چڙهي ويندا هئا، جيئن ڪرڙيون وڻن تي چڙهنديون آهن.

پوارين جي پنهنجي پنچائت هوندي هئي. جيڪڏهن ڪو پواريو ڏوهاري ثابت ٿيندو هو تہ ان کي سزا ڏني ويندي هئي. سنگين ڏوهہ پنهنجو راز ٻئي کي ڏيڻ هو. اهو ڏوهہ ثابت ٿيڻ تي، ان پواريي کي بہ ساڳيي ئي وحشي طريقي سان ڪُٺو ويندو هو. گهٽ ڏوهہ ۾ ڏوهيءَ کي وڻ سان ٻڌي مٿس تشدد ڪيو ويندو هو. هر هفتي ڪونہ ڪو وڻ سان ٻڌل هوندو ئي هوندو هو. اهو وحشياڻو قانون هو، پر ان خلاف ڪوبہ آواز نہ اٿاريندو هو. هنن ۾ پيار جو پرڻو منع ٿيل هو. مرد کي اها اجازت هئي تہ هو چار شاديون ڪري، پر هڪڙي زال هوندي، ٻي شادي نٿي ڪري سگهيو. ٻي شادي ڪرڻ لئہ پهرين زال کي طلاق ڏيڻي پوندي هئي. عام طرح مرد ٻي شادي تڏهن ڪندو هو، جڏهن پهرين زال ٻار نہ ڄڻيندي هئي. هنن جي اها بہ ريت هئي تہ لازمي آهي تہ مرد عورت کان وڏو هجي. اهو مرد قبيلي جي وچ ۾ ويهي حقو نہ ڇڪي سگهندو هو، جنهن جو ٻئي قبيلي جي ڪنهن عورت سان جسماني تعلق هوندو

هو. جيڪڏهن عورت بي وفائي ڪندي هئي ته، ريت پٽاندر اُهي سندس زبان تي ڳاڙهي گرم لوهہ جي تپندڙ شيخ رکندا هئا. پوءِ اها عورت سڄي زندگي ڳالهائي نه سگهندي هئي.

جڏهن ڪو ڀواريو مرڻ کي ويجهو هوندو هو ته، انهيءَ جي سيرانديءَ کان يعني مٽي هيٺان اٽي سان ڀريل پليٽ رکندا هئا. ڀوارين جو عقيدو هو ته ان اٽي تي جيڪو نشان ٺهندو، ان ۾ ڀوارئي جو روح داخل ٿيندو. جڏهن ان پليٽ واري اٽي تي پکيءَ جو نشان ٺهندو هو ته اهي چوندا هئا ته مرڻ وارو پکي ٿي اڏامي ويو آهي. ڪڏهن جانور جو نشان ٺهندو هو ته ڪڏهن وري انسان جو نشان ٺهندو هو. اهي مرڻ واري جي جسم جي ڪنهن نه ڪنهن حصي تي ڪونه ڪو نشان ٺاهيندا هئا. ڪڏهن ڳچيءَ تي، ڪڏهن ٻانهن تي، ڪڏهن ڳل تي. پوءِ جڏهن به هنن جي خاندان ۾ ڪنهن نئين ٻار جو جنم ٿيندو هو ته اهي انهيءَ نئين ڄايل ٻار ۾ اهو نشان ڳوليندا هئا. هنن جو عقيدو هو ته مري ويل ماڻهو ٻيهر جنم وٺي ايندو آهي. اهي ڀواريا ڪڏهن به ساوا ڪپڙا ناهن پائيندا. هنن جو اهو به خيال آهي ته سائي رنگ جا ڪپڙا رڳو نبين ۽ درويشن جي لاءِ آهن.

ڀواريا ڪجهه سوڻ به ڀولائيندا آهن. ايئن ڪٿي چئون ته ڀواريا به ٻاٽين وانگر سوڻن تي ٺي هلندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن ڀوارئي کي خوبصورت عورت خواب ۾ آئي ته، اهو سٺو سئوڻ سمجهيو ويندو آهي. ان جو مطلب اهو ورتو ويندو آهي ته، دولت جي ديوي راضي ٿي آهي، خواب لهندڙ جيڪو ڪم ڪرڻ لاءِ وڃي پيو، ان ۾ کيس ڪاميابي حاصل ٿيندي. جيڪڏهن خواب ۾ ڪو ڏند ڪرندو آهي ته، ان جو مطلب اهو هوندو آهي ته ڪو نوجوان مرندو. جيڪڏهن ڪا ڏاڙ ڪري وٺي ته ان جو مطلب اهو هوندو آهي ته، ڪو پوڙهو مرندو. صبوح سويل ڪو سهو يا نانگ هنن جي ساڄي کان کاٻي پاسي گذريو ته، ان کي بدسنوڻ سمجهيو ويندو آهي، پر صبح سويل ڪنهن ڏڳي جي ڦر کي کير پيئندي ڏٺائون ته، اهو سٺو سنوڻ سمجهيو ويندو آهي. صبح سويل جيڪڏهن

کو تيلي، حجام، پوليس وارو ۽ شيرين اکين وارو ڏنائون تہ اهو بدسنوڻ تصور کيو ويندو آهي. جيڪڏهن صبح سويل ڪانگ ساڄي پاسي کان اڏي تہ سنو سئوڻ، جي کاٻي پاسي اڏي تہ بدسئوڻ آهي. تتر جو آواز ويندي کاٻي پاسي کان ۽ ايندي ساڄي پاسي کان ٻڌائون تہ اهو بہ بدسنوڻ آهي.

پوارين جا ٽي قسم آهن. پهريون قسم جهنگليا يا ڪل ڪامليا آهي. هنن پوارين جون عورتون رٻارين وانگر ڪارا ڪپڙا پهرينديون آهن. ٻيو قسم بدواتي آهي. اهي مئل جانور جو گوشت ناهن کائيندا، پر ڏوهاري پهرئين نمبر جا آهن. ٽيون قسم ڪپاريا آهي. اهي بہ وڏا ڏوهاري آهن. ڪل ڪامليا هن وقت فيروزپور ۾ رهن ٿا. بدواتي بيڪانير ۾ رهن ٿا ۽ ڪپاريا وري دهليءَ ۾ رهن ٿا. پر جيڪي چولستان ۾ پواريا رهن ٿا، سي انهن ٽنهي درجيبندين ۾ نٿا اچن. اُهي ڏوهاري بہ ناهن، سادا ۽ معصوم آهن. هنن جي نکن ۾ سولنکي، راٺوڙ، ڏانڏل ۽ ٻيا شامل آهن. سنڌ ۾ پواريا گجرات مان آيا. هتي اهي "سنڌوال" "ڏهليوال" سڏجن ٿا. اهي پوري هندستان ۾ ان نالي سان سڏجن ٿا. تحفتہ الڪرام ۾ بہ هنن جو ذڪر آهي.

پواريا، ننڍڙي قد ۽ ڪاري رنگ سان، اڄ بہ دهليءَ کان وٺي لاهور تائين ملي ويندا. ڪڏهن اهي مئل جانور کائيندا هئا، پر هاڻ نٿا کائين. هاٿي تہ هنن ۾ مسلمان ۽ سک بہ شامل ٿي ويا آهن. هاڻ اهي قسم ڪٿائين ٿا يا نٿا ڪٿائين، پر ڪڏهن قسم ڪٿائيندا هئا. ان مهل اهي لوڻ پاڻيءَ ۾ ڳاري چوندا هئا: جيڪو اسان جا راز پڌرا ڪندو، ان جو بہ اهڙو حال ٿيندو. لوڻ جو پاڻي ۾ ٿيو آهي. ڳولڻ سان اوهان کي سنڌ ۾ بہ پواريو ملي ويندو. هندستان ۾ اهي اڄا بہ هاءِ وي ۽ ريلوي جي لائين سان ڏوھ ڪن ٿا. تازو هندستان ۾ ان قبيلي تي فلم "تيرن آندي گارم اوندرا" بہ ٺهي آهي. ايئن ٿو محسوس ٿئي تہ پواريا قبيلو اجهو پٽن مان لٿو، ڪنهن نہ ڪنهن گهر مان ڦر ٿيندي.

پراڻا ميلائي استاد ممتاز نهڙئي جهڙا چونٽا تہ اڳي سنڌ ۾

لڳندڙ هر ميلي ۾ پوارين جي تہ خبر ناهي پر "پوايا "ايندا هئا. اهي پوايا ميلن ۾ مختلف ڪرتب ڏيڪاريندا هئا. جنهن ۾ هو گاسليٽ جي منهن مان ڳرڙي ڪري باه لڳائڻ وارو ڪرتب مشهور هو. اهي ئي پواريا هئا يا نہ هئا. اها ڳالهہ اڃان تحقيق جي گهرجائو آهي.

# ڇارا

اها ننڍڙي ڊاڪيومينٽري مون لڳ ڀڳ ويھارو دفعا ڏٺي آھي. جنھن ڊاڪيومينٽري ۾ انھي ڳري جسم واري پوڙھي عورت جي ھلڻ وقت لٽ جي ٺڪ ٺڪ جو آواز ئي انھي ڊاڪيومينٽري جو ميوزڪ آھي. اھا پوڙھي عورت انھن جي قبيلي تي ٿيل انگريزن جي وقت ۾ ٿيل ظلم جي اکين ڏٺي شاھد آھي. لٽ جي ٺڪ ٺڪ سان گڏ انھي عورت جو ڪڙڪيدار آواز اڄ بہ منھنجي ڪنن ۾ ايندو رھي ٿو. جڏھن اھو آواز اچي ٿو تہ اھا ڊاڪيومينٽري آئون ھڪ ڀيرو ٻيھر ڏسي ٿو وٺان. جيڪو آواز ھن جي لٽ ھن جي ھلڻ وقت زمين تي رکڻ سان ٿئي ٿو. ھو انھي زماني جي ھر ڳالھہ ايتري ٻختي يقين ۽ مضبوطي سان ڪندي وڃي ٿي. جيتري مضبوطي سان لٽ ھن جي ھٿ ۾ جھليل آھي.

ھو ڳالھائيندي ڳالھائيندي چوي ٿي اڳئين زماني ۾ اسان جي پوري قبيلي جا ماڻھو گڏھن تي پيا گھمندا ھئا. ڳوٺ ڳوٺ ۽ گھر گھر وڃي ماني پني ايندا ھئا. اسان جو ڪم ئي پنڻ ھو. پر پوءِ اسان عورتن مان جنھن کي نچڻ ايندو ھو. اھو نچي نچي ماني ڇڏائيندو ھو. جنھن کي سوال ڪرڻ گھرڻ ۽ ريہارو ڪرڻ ايندو ھو اھو سوال ڪري گھري ماني ڇڏائيندو ھو. پوءِ اسان عورتون گھر گھر مان ڇڏايل ماني اتي ئي انھي ڳوٺ ۾ ڪنھن وڻ جي ڇانءُ ھيٺان ويھي کائيندا ھئاسين.اھا ماني کائڻ مھل اسان جا مرد بہ اسان سان گڏ ھوندا ھئا. اسان جا گھر تہ ھئا ڪونہ اھي ئي وڻ اسان جا گھر ھئا. وري اڳئين ڏينھن اسان اھو ڳوٺ ڇڏي اڳتي نڪري ويندا ھئاسين. وري ٻيو ڳوٺ ٻيو وڻ وڃي وسائيندا ھئاسين. اسان جي قبيلي جون ڪيتريون ئي عورتون مشھور ۽ ڪاريگر ناچڻيون ھيون. اھي بس ڳوٺ ڳوٺ ۾ نچنديون ھيون. انھن عورتن مان

گھٽيون تہ مٽي تي گھڙو ڪٽي نچنديون هيون. اهو گھڙو اتي ئي مٽي تي پيو هوندو هو. هي پيون نچنديون هيون. مٽي تان مٽيءَ جو ٺهيل گھڙو ڪرڻ ڪونہ ڏينديون هيون. اها هنن جي نچڻ وقت ڪاريگري هئي جو گھڙو مٽي تان ڪرندو ڪونہ هو. انهن عورتن مان ڪي تہ اهڙيون نچڻ جون ڪاريگر عورتون بہ هيون. جيڪي تلوار ڪٽي بہ نچنديون هيون. هو ٻڍائي ئي تہ منهنجي پنهنجي پيڻ تلوار ڪٽي نچندي هئي. جيڪا مري وئي. اها ناچ هاڻ اسان جي قبيلي مان ختم ٿي وئي آهي. اسان جي قبيلي جي ڪا بہ عورت نٽي نچي. جڏهن اسان جي قبيلي جون عورتون ايئن ڳوٺ ڳوٺ وڃي نچنديون هيون تہ ڳوٺن جا ڳوٺ هنن جي چوڌاري هجوم ڪري بيهہ رهندا هئا. ايترا ماڻهو گڏ ٿي ويندا هئا جو اوهان ايڏو هجوم ڏسي پريشان ٿي وڃو. اهي هجوم پيا اسان جي انهن عورتن جي جسم کي تڪيندا هئا. پر ناچ اسان جو ڪم هو. ناچ اسان جو فن هو. هجومن جي پرواهہ ڪرڻ بنا اسان جي قبيلي جون عورتون نچنديون هيون. اسان جو قبيلو بنيادي طور تي آرٽسٽ قبيلو هو پا چور قبيلو اهو فيصلو اجان تائين اسان پاڻ بہ ڪري ناهيون سگھيا. پر اسان جي قبيلي ۾ چوري ۽ آرٽ ٻئي گڏ گڏ هلندا هئا. جن جن ڳوٺن ۾ اسان جون عورتون گھر گھر پننديون ۽ ڳوٺ ڳوٺ نچنديون هيون اتي ئي انهن گھرن ۽ ڳوٺن مان چوري بہ ڪنديون هيون. اسان جا مرد تہ هون بہ وڏا نالي چڙهيا چور هوندا هئا. انهي پوڙهي عورت ٻڌايو پئي تہ منهنجو پنهنجو پيءُ تہ اهڙو ماهہ ڪاريگر چور هو جيڪڏهن ڪو ماڻهو تَوال اوڍي ستو پيو هجي. هو انهي ستل ماڻهو تان تَوال ڪٽي اهين گم ٿي ويندو هو جو اها انهي ستل کي بہ خبر ئي نہ پوندي هئي. هو اتان گم ٿي ويندو هو. چوري اسين مجبوري ۾ ڪندا هئاسين. جڏهن ماڻهو اسان کي پنڻ گھرڻ ۽ ناچ ڪرڻ سان بہ نہ ڏيندا هئا تہ پوءِ اسان انهن جي گھرن مان چوري ڪندا هئاسين. انهي ڪري نچڻ سان گڏ چوري ڪرڻ بہ اسان جي سڃاڻپ ٿي وئي.

پوءِ جڏهن انگريز آيا. انهن ايندي ئي اسان جي قبيلي تي جيڪي

ظلم ڪيا اهي ظلم اسان ڪان اڄ بہ وساريا نٿا وسرن. اڄ بہ جڏهن اهي ڏينهن ياد ٿا اچن تہ اسان جا لونءَ ڪانڊارجي ٿا وڃن. انگريزن جي دور ۾ اسان جي قبيلي جون جيڪڏهن عورتون تلاءُ تي وهنجڻ بہ وينديون هيون تہ انهن عورتن سان گڏ هڪ پوليس وارو هلندو ئي هلندو هو. انهي زماني ۾ اسان جون ڪيتريون ئي عورتون ۽ ڪيترائي مرد جيلن ۾ قيد هوندا هئا. انهن ڏينهن ۾ اسان جا مرد جيڪڏهن ملن ۾ مزدوري ڪرڻ ويندا هئا تہ انهي سان گڏ بہ پوليس وارو هوندي ئي هوندو هو. اسان جو قبيلو انهي زماني ۾ وڏو بدنام قبيلو هو. اها پوڙهي ٻڌائي ٿي تہ منهنجي پيءُ ڪي هڪڙي پوليس آفيسر اهڙو زور سان ڌڪو ڏنو جو هو انهي ڌڪي سان ڪريو ۽ مري ويو. انگريزن اسان سان وڏا ظلم ڪيا. اهو انگريزن وارو پورو دور اسان جي قبيلي لاءِ بدترين غلامي جو دور هو.

انهي پوڙهي عورت جون اهي ڳالهيون انهي ڊاڪيومينٽري فلم "ايڪٽنگ لائيڪ اي ٿيف" ۾ موجود آهن. انهي ڊاڪيومينٽري ۾ ٻيون بہ ڪيتريون ئي ڳالهيون آهن. انهي قبيلي جي ماڻهن انگريزن جي انهي ظلم خلاف اسٽريٽ ٿيٽر ڪيا ۽ اسٽيج ٿيٽر ڪيا. هڪڙي آرٽسٽ وٽ اهو ئي هٿيار هوندو آهي. انهي اسٽريٽ ٿيٽر ۽ اسٽيج ٿيٽر ۾ انگريزن جي انهي دور کي صفا وائکو ڪري ڇڏيو. "ڪنسٽرڪٽنگ تي ڪرمنل ٽرائيب ان ڪالونيل انڊيا ايڪٽنگ لائيڪ ٿيف" نالي سان مارڪيٽ ۾ هڪڙو ڪتاب بہ موجود آهي. جيڪو هينري شوارز لکيو آهي. جيڪڏهن اهو ڪتاب مارڪيٽ مان نٿا وٺي سگهو تہ اهو ڪتاب پي ڊي ايف ۾ گوگل تي پڻ موجود آهي. اتان ڊائون لوڊ ڪري بہ پڙهي سگهجي ٿو. انهي ڪتاب ۾ بہ انهي قبيلي سان گڏ ٻين بہ گڏيل هندستان جي خانہ بدوش قبيلن جي درد جا داستان پيا آهن. انهي ڪتاب مان هي هڪڙو ڇارا قبيلي جو شعر هتي رکجي ٿو. جنهن ۾ انهي دور جي درد جي سموري پيڙا محسوس ڪري سگهجي ٿي.

The land was ours
Even the rivers were ours
Our elders wandered the jungles and the plains

When we were hungry we would beg
If we couldn ' t beg we would steal
The British came
They made laws
They made us " born criminals "
The British came and oppressed us
They beat us till our skin was fl ayed
The British left and the police came
Freed from the camps we were put in jails
The jungle disappeared
The land disappeared
The rivers disappeared
The rivers disappeared
The rivers disappeared
– Chhara childrens ' song (2006)

هن وقت اهو ڇارا قبيلو احمد آباد ۾ جتي ڇارا نگر ۾ رهي ٿو. اتي انهي جي چوڌاري رڳو سنڌي ماڻهن جا گهر آهن. ايئن سمجهو اهو سنڌين جو علائقو آهي. پر اتي رهندڙ سنڌين جي سڀني گهرن کي وڏيون ديوارون ڏنل آهن ۽ مٿان لوهي شيخون لڳل آهن. انهي ڪري جو هنن جا گهر ڇارن جي ويجها آهن. اتي احمد آباد ۾ رهندڙ سنڌي سيٺين کي ڊپ آهي ڪٿي ڇارا هنن جي گهرن ۾ گهڙي چوري نہ ڪري وڃن. ڇارا چون ٿا جيڪي سنڌي مهاجر آهن. اهي بہ اسان هتي جي اصلوڪن رهاڪن کان نفرت ڪن ٿا ۽ گهٽ سمجهن ٿا. اتي ٿي انهي ڇارا نگر ۾ جيڪڏهن اوهان ڇارن جي گهرن کي ڏسندا تہ انهن جي هڪ نہ ٻي گهر ۾ ڪچي شراب ڪيڻ جي ڀٺي هوندي ٿي هوندي. هنن جو ڪم ئي شراب ڪيڍي وڪڻڻ آهي. انهي ڪري ڇارن جا ٻار اڄ بہ نفرت جي لائق سمجهيا وڃن ٿا. اڄ بہ هنن جي گهرن ۾ پوليس روز داخل ٿئي ٿي. هنن جي گهرن جي روز بنا وارنٽ جي تلاشي ورتي وڃي ٿي. اڄ بہ هنن جي مردن ۽ عورتن کي پوليس ٿاڻي تي ڪٽي وڃي مار ڏي ٿي. هنن جي زندگي اڄ بہ بدتر آهي. هاڻ ڪجهہ نوجوان آهن جيڪي ڇارن جي انهي روز جي ذلالت کان نفرت ڪن ٿا. پڙهڻ چاهن ٿا.

# درد قبيلو

هنن جي قبيلي جي هڪڙي سڃاڻپ هنن جون نيريون اکيون آهن. اهي نيريون اکيون هنن جي گلن وارين ٽوپين جي هيٺان ايئن چمڪنديون رهن ٿيون ڄڻ مرجان ۽ يعقوت جا سهڻا پٿر چمڪندا هجن. هنن جي قبيلي جا مرد ۽ عورتون پنهنجي ٽوپين ۾ ستن رنگن وارا انگور ۽ بيري جا گل لڳائي هلندا آهن. جڏهن هو گل لڳائي هلندا آهن ته اها سڄي جي سڄي وادي گل ٿي گل ٿي ويندي آهي. هنن جو عقيدو آهي ته اهي ست رنگ هنن کي چنڊ گرهڻ ۽ سج گرهڻ کان بچائن ٿا. انهي ٿي گلن واري ٽوپي ۾ هڪڙو پک مور جو به هوندو آهي. هو چون ٿا ته مور جي پک جي ڪري فالج اثر نه ڪندو. اهو قبيلو رڍ جي ان جا ڪپڙا به پائيندو آهي. جيئن ڪنهن زماني ۾ پاڻ وٽ رباري رڍ جي ان جا ڪپڙا پائيندا هئا. هنن جي قبيلي جي ٻي سڃاڻپ هنن جي ڳوري ڳاڙهي ۽ لسي چمڙي آهي. هنن جي چمڙي اهڙي لسي آهي جيڪا سج جي روشني تي پئي چلڪندي آهي. انهن نيرين اکين ۽ گلن وارين ٽوپين ۽ چلڪندڙ چمڙي وارو هي قبيلو ڪشمير ۾ لداخ ۽ ڪارگل جي انهن اچين برفيلي پهاڙي چوٽين ۾ رهي ٿو جتي انگورن جا ٻارنهن قسم ٿين ٿا. انهن انگورن مان نچوري ڪڍيل مڌ هن قبيلي جي ميلن جو اهم مشروب هوندو آهي.

هي قبيلو پنهنجو پاڻ کي "درد" قبيلو سڏرائي ٿو. انهي قبيلي جا ماڻهو درد لفظ جي معني پهاڙن ۾ رهندڙ ٻڌائن ٿا. هو چون ٿا ته درد لفظ سنسڪرت جي لفظ درداس مان نڪتو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي اهي ماڻهو جيڪي جبلن ۾ رهندا هجن .انهي درد قبيلي جا هاڻ پوري دنيا ۾ ڪل چار هزار ماڻهو رڳو اتي وڃي بچيا آهن. جيڪي انهن

پهاڙن ۾ رهن ٿا. جيڪي سنڌو درياءِ جي ٻنهي ڪنارن تي آهن. هنن جا اتي ڳوٺ راه، هنيو، گارڪون ۽ ڊارچڪ آهن.

اينٿروپالاجي جا ڪيترائي شاگرد يورپ مان اچي هن قبيلي تي تحقيق ڪندا رهن ٿا. پر هن قبيلي تي سڀ کان سٺو ڪم هندستان جي مونا پان ڪيو آهي. چليتا مکرجي جي هن قبيلي تي ٺهيل ڊاڪيومينٽري ايوارڊ به کٽيان آهن. اهي اينٿروپالاجي جا شاگرد چون ٿا ته اهو ئي اصل آريا آهن. انهي ڪري هي جنهن علائقي ۾ رهن ٿا انهي کي آريا ويلي چيو وڃي ٿو. هنن جو اصل آريا هجڻ جي ڪري يورپ جي اينٿروپالاجي جي شاگردن جي توجہ جو مرڪز آهن. يورپ ۾ به جرمني جي ماڻهن جي دل هن درد قبيلي جي ماڻهن لئہ ڪجهہ گهڻي ڌڙڪي ٿي. اهو دل جو ڌڙڪو ايترو تيز آهي جو هڪڙي ڊاڪيومينٽري ۾ تہ اهي ڳالهيون بہ آيون آهن تہ جرمني مان ايندڙ گهڻن نوجوان سهڻين ڇوڪرين کي هتي پريگننسي لئہ ويزا بہ هندستان سرڪار طرفان ڏني ويندي آهي. اهي سهڻيون ڇوڪريون هن قبيلي جي مرد مان سهڻو نسل وٺي واپس جرمني هليون وينديون آهن. جرمني جون اهي سهڻيون ڇوڪريون اصل آريا نسل جا ٻار پيداڪرڻ چاهن ٿيون. انهي ڪري هنن کي هتي درد قبيلي جي مردن سان رهڻو پوي ٿو. اها ڳالهہ لداخ ۾ رهندڙ هن درد قبيلي جا ماڻهو تہ ناهن مڃيندا پر ڊاڪيومينٽري ڪندڙ جڏهن لداخ جي گيسٽ هائوسز تي وڃي ڏسي ٿو تہ هنن جي رجسٽر ۾ ڪيترين ئي جرمن عورتن جا ڪمرا مهينن تائين بڪ ٿيل هجن ٿا. آيا ساگا جي عنوان سان ٺهيل انهي ڊاڪيومينٽري فلم ۾ سچو سيون جرمني جي پنهنجي هتي اچڻ جي ڪهاڻي پاڻ ٻڌائي ٿي. جرمن آريا نسل هجڻ تي هٽلر کان اڳ ۽ هٽلر کانپوءِ بہ آريا هجڻ تي فخر ڪندا رهيا آهن. ڪجهہ اينٿروپالاجي جا شاگرد هنن تي تحقيق ڪندي لکن ٿا تہ هي سڪندر اعظم جا رهجي ويل سپاهي آهن. جيڪي بہ هزار سال اڳي هتي رهجي ويا .پر تازي ڊي اين اي ٽيسٽن سان خبر پوي ٿي تہ هنن جو ڊي اين اي اڳوڻي يونان ۽ هاڻوڪي گريڪ جي ماڻهن سان نٿو ملي. پر اهي

ئي شاگرد لکن ٿا تہ توڙي جو هنن جو ڊي اين اي يونانين سان نٿو ملي
پر سڪندر جي فوج ۾ رڳو يوناني بہ شامل ڪونہ هئا. انهي ڪري انهي
ڳالھ کي مڪمل رد بہ نٿو ڪري سگهجي. هتي جي رهندڙ ڪجھ ماڻهن
وٽ ڏندڪٿا آهي هو چون ٿا تہ اسان جي قبيلي مان گالو ميلو ۽ ڊالو
چراگاهن جي تلاش ۾ هتي آيا. جن جي نالي پٺيان هي ڳوٺ آباد آهن .
ڪي چون ٿا هي گلگت مان آيا آهن. ڪي وري چون ٿا روم مان آيا آهن.
بس هن وادي ۾ رهندڙ هي قبيلو پنهنجو پاڻ کي اصل آريا سمجهي ٿو.
۽ سج جي ڪلينڊر تي هلي ٿو. هن قبيلي جي ماڻهن جي پنهنجي درد
ٻولي بہ آهي. انهي ڪري هنن وٽ هر سال آگسٽ ۾ ٻولي جو ميلو بہ
لڳندو آهي. پر هي اردو، ڪشميري ۽ ڊوگري زبان بہ ڳالهائيندا آهن.
انهي ڪانسواءِ هنن جو درد آرين ميلو بہ لڳندو آهي.

هنن جي ريتن رسمن لئہ چيو وڃي ٿو تہ اهي پنج هزار سال
پراڻيون آهن. هن قبيلي جي هڪڙي ٻي بہ ريت آهي. هن قبيلي ۾ سڀ
کان وڏو پاپُ شادي ڪندو آهي .پر اها ڪنوار سيني پاپُن جي گڏيل
هوندي آهي. انهي ڪري هتي پئدا ٿيندڙ ٻار جي ماءُ تہ هڪڙي هوندي
آهي پر پيءُ ٽي کان چار بہ هوندا آهن. هتي هر عورت جا مڙس ٽي، چار
کان مٿي هوندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن انهي ڪنوار تي پاپُ پاڻ ۾ وڙهندا
بہ آهن. انهي جهيڙي جو نبيرو ايئن ٿيندو آهي جو ڪنوار جنهن بہ مڙس
سان وڃي تہ وڃي سگهي ٿي پر انهي جو ڏنڊ انهي پاپُ کي ڀرڻون
پوندو آهي. هنن وٽ مرد توڙي عورت لئہ پنهنجي قبيلي کان ٻاهر شادي
ڪرڻ منع آهي. جيڪڏهن هنن مان ڪو پنهنجي قبيلي کان ٻاهر شادي
ڪندو آهي تہ انهي جي ڪنهن بہ درد قبيلي جي ڳوٺ ۾ اچڻ تي سخت
بندش هوندي آهي. انهي کي قبيلي ۽ وادي مان ڪڍيو ويندو آهي. هنن
جي قبيلي جي ريت آهي تہ هڪڙو مرد يا عورت ڪيترا ئي ڀيرا طلاق
ڏئي سگهي ٿو ۽ وري وري شادي ڪري سگهي ٿو. انهي ڪري هنن ۾
طلاقون بہ اڪثر ٿينديون رهن ٿيون . هي پنهنجا ننڍا ننڍا جهڳڙا گهرن
۾ ئي حل ڪري وٺندا آهن. وڏن جهڳڙن ۾ ڏنڊ لڳندا آهن.

هن قبيلي جا ماڻهو هاڻ تہ گھڻا مسلمان ٿي ويا آهن . پر انهي کان اڳ ۾ هنن جو مذهب بون هو. هنن جي قبيلي ۾ پالي، گل ۽ وڻن کي پاڪ سمجهيو ويندو آهي. انهي ڪري هي گل پنهنجي گهرن جي اڳيان ۾ بہ پوکيندا آهن. هي چوندا گل محبت ۽ خوشحالي جي علامت آهن. هنن جا گهر بہ صاف سٿرا هوندا آهن. گلن جي مهڪ سان پيا مهڪندا آهن. خاص ڪري گهر جي چلهہ کي پاڪ سمجهيو ويندو آهي. اها عورت جيڪا بيمار آهي يا جنهن کي ويجهڙ ۾ ٻار ٿيو آهي . انهي کي گهر جي بورچي خاني ۾ وڃڻ ۽ ڪاڏي ٺاهڻ جي اجازت ناهي هوندي. جنهن گهر ۾ ٻار پيدا ٿيندو آهي. انهي ڏانهن ڪير بہ ناهي ويندو. انهي گهر جي ٻني ٻاري جو ڪم بہ ٻيا درد قبيلي جا ماڻهو ڪندا آهن. هو گهر جي ٿنين کي بہ خدا جو گهر سمجهندا آهن. انهي ڪري هو ڏات جا ٿانءُ انهن تي سجائي رکندا آهن. ڏاتن تي هنن جو وڏو عقيدو آهي. هي چون ٿا ڏاتو اسان جي سهڻي ڳاڙهي چمڙي کي خراب ٿيڻ کان بچائي ٿو. هنن جو ويساهہ آهي تہ چاندي ڪنهن بہ سياري جي اثر کي ختم ڪندي آهي. انهي ڪري هن قبيلي جون عورتون چاندي جي ذيورن سان ڍڪيل هونديون آهن. گلن ڪانسواءِ بہ هي قبيلو ست رنگا ڪپڙا پهريندو آهي. هن جي عقيدي مطابق ڪپڙن جو رنگ بہ هنن کي سج گرهڻ ۽ چنڊ گرهڻ کان بچائي سگهي ٿو. هنن جي مذهب جو سڀ کان وڏو بونانا ميلو سيپٽمبر ۾ لڳندو آهي. جنهن ۾ هي هڪڙي مخصوص ڊانس ڪندا آهن. جنهن کي "ديوتا "ڊانس چيو ويندو آهي. هي خاص ڪري انهن ميلن تي ٻڪري جو گوشت کائيندا آهن. نہ تہ هر قسم جو گوشت هي ناهن کائيندا، نہ هي ڪو بيضو کائيندا آهن نہ وري ڪير استعمال ڪندا آهن. هنن جي عقيدو آهي جيڪو ڪجهہ زمين مان اپڙي ٿو اهو ئي کائجي. هي جڏهن سرسبز سائن چراگاهن ڏانهن ويندا آهن چوندا آهن تہ، انهن چراگاهن ۾ اسان جو روح پاڪ ٿئي ٿو. هو روحن ، فطرت ۽ ابن ڏاڏن جي بہ عبادت ڪندا آهن. هو پهاڙن جي روحن جي بہ عبادت ڪن ٿا. اهي پهاڙ هنن جي عقيدي مطابق هنن جا محافظ آهن.

اهي پهاڙ ٿي آهن جيڪي هنن جي وادي جي حفاظت ڪندا آهن. بس هي مال ۽ پکين کي ناپاڪ سمجهن ٿا.

هنن وٽ هنن جو تاريخي ورثو صرف وجي هنن جا گيت بچيا آهن جيڪي هنن جي اصلوڪي پنهنجي ٻولي ۾ آهن. ڪي ماڻهو چون ٿا هي هڪاسٽ ليس قبيلو آهي. پر وري به هنن ۾ تي نکون آهن. هڪڙا زراعت وارا ٻيا آرٽسٽ ۽ ٽيان درد پورچاري آهن. هون، هن نسلي جا مرد ۽ عورتون سڀ موسيقار آهن. هتي ساز هر ڪنهن کي وحائڻ اچن ٿا. هنن وٽ ڍول وري پتل جو هوندو آهي.

هاڻ هنن ماڻهن کي خطرو آهي ته، هي پنهنجي اصل نسل کي هن گلوبل دور ۾ ڪيئن بچائن. هن وقت هنن جا ماڻهو لڏي مختلف شهرن ڏانهن هليا وڃن ٿا. روزگار هنن لئه وڏو مسئلو آهي. هن وقت هي اهڙي جڳهه تي اچي ويا آهن جتي جنگ جو خطرو رهي ٿو. ڪارگل واري جنگ ۾ هي گهڻو دربدر ٿيا. هنن جا ڳوٺن جا ڳوٺ تباهه ٿي ويا. انهي ڪري هن قبيلي جو اصل بچڻ وڏو مسئلو آهي. اها ڳٽتي هنن کي هن دور ۾ ڪائي رهي آهي.

# ردالیون میرن جون

انهي ڏينهن اسان ڪوٽڄي جي شهر مان هنن جي پڇا ڪندا ڪندا ڪوٽ ڏجي جي قلعي ڪان اپرنديئن پاسي اچي انهي ديوي جي چڊي وڻ وٽ پهتاسين جتي هو انهي وڻ جي چڊي ڇانءُ ۾ هڪڙي ميرڙي رلي وڇائي ويٺا هئا. اها ئي رلي ۽ ديوي هنن جي اوطاق هئي. اسين به انهي ديوي هيٺان هنن سان گڏ انهي اوطاق ۾ ويهي رهياسين. ڪوٽ ڏجي جي قلعي جي گهاٽي ڇانءُ انهي ديوي جي وڻ ۽ هنن جي انهن گهرن تائين پهچڻ ڪان اڳ ۾ ڪٽي ٿي وئي. هنن جا اهي گهر ، گهر ڇا جهوپڙيون هيون. پر هنن ويٺلن مان هر هڪ وقفي وقفي سان انهي قلعي جي اوچين ديوارن ڏانهن نهاري رهيو هو. جن ديوارن جي ڇانءُ هنن جي گهرن تائين نٿي پهتي .اسين اتي ئي ويٺا هئاسين تہ اسان کي ويٺل ڏسي هنن جي گهرن جون عورتون بہ گهرن مان نڪري اچي اسان سان گڏ انهي ديوي جي هيٺان پيل ديوي جي پيلن پنن تي ويهي رهيون. انهن سان گڏ ڪجهہ هنن جا ٻارڙا بہ هئا. اسان اڃان ڳالہ شروع ڪريون انهي ڪان اڳ ۾ هڪڙي ٻيڙي جيڪا جسم ۾ صفا هلڪڙي ۽ قد ۾ صفا ڇوٽڙي هئي. انهي کي هڪڙو ڇوڪرڙو موٽر سائيڪل تي ڪٽي اسان جي پر مان گذريو. اوستائين اسان سان گڏ ويٺل عورتن انهي ٻيڙي کي سڏ ڪري روڪي ورتو. هنن ٻيڙي کي موٽرسائيڪل تان لاهي هٿ سان جهلي وٺي اچي منهنجي پر ۾ ويهاري ڇڏيو. هڪڙي عورت چيو اسان سيني ۾ ڪراڙي ماڻ اها وڃي بچي آهي. انهي ٻيڙي جي هٿ ۾ تسبي هئي. جنهن جو هڪ هڪ مڻيون ڪري هو سوري رهي هئي. انهي تسبي جي مڻين سان هن شايد ▯ کي ياد پئي ڪيو پر هن جي دل ۽ دماغ ۾ ميرن جي اوج وارن ڏينهن جا منظر ٻوڙي رهيا

هئا. انهي ڪري هي هر هر پنهنجا ہئي هٿ قلعي ڏانهن ڪري ڇنئي رهي هئي. "جيئي منهنجو هز هائينس" ميرن جي دور ڪي سنڌ ۾ پوري ٿي ڪي ٻه هاڻ لڳ ڀڳ پوڻيون ٻه صديون ٿيون آهن. پر هن قبيلي جي عورتن ۽ مردن جي دلين ۽ دماغن تي اڃان ٻه ميرن جي حڪمراني آهي. اها ٻيڙي هر هر هز هائينس کي دعائون ڏئي رهي هئي. انهن دعائن ۾ هڪڙي عجيب عقيدت هئي. جڏهن مون انهي ٻيڙي جي اکين ۾ ڏٺو ته انهي ٻيڙي جون اکيون آسمان ۾ هلندڙ انهن ڪڪرن جهڙيون صفا صاف اڇيون هيون جنهن ۾ پاڻي جي ڇنڊ ٻه ناهي هوندي. هي اکين جي نور کان محروم هئي. هن جي اکين جا ڪڪر الاهي ڪڏهوڪا وسي وسي خالي ٿي ويا هئا. هي اهي ئي اکيون هيون جن اکين ڪڏهن پنهنجي پيارن جي وڇوڙي ۽ جنازي جي کٽ تي ايترا لڙڪ ڪون وهايا هئا. جيترا لڙڪ هنن اکين ميرن جي محلن ۽ حويلين جي ڏيڏين تي ڏک جي اڇن ڪپڙن ۾ وهايا هئا. هي اهي ئي اکيون هيون جيڪي پنهنجا ڪيترائي لڙڪ فيض محل جي ڏيڏي ۽ ڪنڌ ۾ ڇڏي آيون هيون. جڏهن آئون هن ردالي جي اکين تي سوچي رهيو هئس ته مونکي گلزار جي فلم ردالي مان گوبند مينگهواڙ جو ڪوٽ ڪيل اهو ڊائلاگ ٻه ياد آيو جنهن ۾ گلزار جي فلم ۾ سنچري نالي ڪردار کي گهر جا ڪيترائي ماڻهو مري وڃڻ تي اکين ۾ لڙڪ ناهي ايندو. انهي عورت کي نپاڳي سمجهيو ويندو آهي. " هن جون اکيون بانجهه ٿي ويون هيون" اهو ڪردار اڳتي هلي ٻڌائي ٿو ته " زندگي ۾ ايترا ڏک مليا جو روئڻ جي واسطي واسطي ڪڏهن ٽائيم ئي نه مليو" فلم جو اهو ڪردار ٻه آخر ۾ وڃي ٺڪرن جي حويلي ۾ رڙيون ڪري روئي ٿو.

هن ننڍڙي جسم واري ٻلهاڻي ردالي جي جسم ۾ اها دل ٻه هئي جنهن هڪڙي مير جي وڇوڙي جي ڏک کي برداشت ڪيو هو. هي توڙي جو نابين هئي پر هن جڏهن ٻه ڪنهن مير جو ذڪر ٿي ڪيو ته هن جا ٻئي هٿ عقيدت مان ڪوٽ ڏجي جي قلعي ڏانهن ڪجي ٿي ويا. عجيب محبت ۽ عقيدت هئي جو انڌيون اکيون ٻه ڪوٽ ڏجي

جو قلعو ڏسي پئي سگھيون. اھا پڏڙي تہ ھر ھر اھو بہ چئي رھي ھئي تہ ھي قلعو ٻلھاٽين جو آھي اسان ۽ مير ياٿر آھيون ھڪ ٺي ٻڙي جا ڪانا پر اسان ڪئيو ڪشتو ھنن کي بادشاھي ملي . اسان جو اصل ملڪ ٻنھي جو حلب ھو. ھو ٽاري ھيئان جايا تہ ٽيا ٽالپر اسان لاٽي ھيئان چاياسين ٽياسين ٻلھاٽي . اھي ڏند ڪٿائي ڳالھيون بہ ھو وڏي فخر سان ڪري پنھنجو رشتو ميرن سان جوڙي رھي ھئي.

اھا پڏڙي انھي قلعي ڏانھن ھٿ ڪري چئي رھي ھئي. اڳي ميرن ۾ ڪو ٻار ڄمندو ھو تہ انھي کي پھرئين ٽي ڏينھن ٿڃ بہ ٻلھاٽي عورت پياريندي ھئي. انھي ٻار جي ماءُ نہ پياريندي ھئي. اھين مير جھڙو ڪر ٻلھاٽين جا ٿڃ پياڪ اولاد بہ آھن. پر اھا ٿڃ مير جي ٻار کي پيارڻ لئہ ھر ٻلھاٽي عورت کي پھرين پنھنجي مڙس کان اجازت وٺڻي پوندي ھئي.ڪي ڪي ٻلھاٽي عورتون تہ صرف ٽي ڏينھن نہ پر جيستائين ٻار ٿڃ پئيندو ھو اوستائين پياريندين رھنديون ھيون . انھي ٽي مير عورت کي جڏھن ست مھينن جي اميد ھوندي آھي تڏھن گھگھي جي رسم ٿيندي ھئي. انھي عورت کي پھريون پيرو تڏھن گھگھو پارايو ويندو ھو. انھي رسم ۾ انھي گھگھي جي جھولي ۾ فروٽ بہ رکيو ويندو آھي. انھي کان پوءِ اھو گھگھو لاھي وري مير عورت ڏيندي ٻلھاٽي. عورت کي.

وري منھنجي پر ۾ ويٺل ٻي ٻلھاٽي عورت ڳالھائڻ شروع ڪيو. جڏھن انھن ميرن ۾ ڪو ڄمندو آھي تہ اسان ھڪڙو لوڪ گيت بہ ڳائينديون آھيون. جنھن کي "ھالو" چوندا آھن . انھي کان پوءِ اسان ۽ ميرن جي عورت گڏجي ميرن جي تازي ڄايل ٻار جي لوڏ کي لوڏو ڏينديون آھيون. انھي کان پوءِ کير پٽ جي رسم ٿيندي آھي.انھي وقت کير ۾ رڌل پٽ مان ھٿ ٻوڙي منھن ۽ سرڙ تي رکيا ويندا آھن .انھي مھل ٻار کي ڪارو ڌاڳو ٻڌو ويندو اھي جنھن کي ڳانڍو چوندا آھن. ٻيو چلي جي رسم ٿيندي آھي. جنھن ۾ ٻار کي سون جو چلو پارايو ويندو آھي. جيڪو چلو وري ٻلھاٽي کير پياريندڙ عورت کي ڇاتي جي کير

جي بدلي ۾ ملندو آهي.

اهو ئي مير جڏهن مرندو آهي تہ ميرن جي حويلين ۽ محلن جي ڏيڏين تي ڦيريون ڳوڙهو ٻلهاڻي عورت جو ڪرندو آهي. ڦيريون اوسارو هوندو آهي جيڪو ٻلهاڻي عورت جي ڳوڙهن ۾ ڀنل ڳلن وارن چپن تي ايندو آهي "اهڙا حاڪم نہ وڃڻان ، اهڙا شير نہ وڃڻان"جيئن ئي ڪنهن مير جي گهر ۾ ڪا عورت يا مرد مرندو آهي تہ سڀ ڪان ڦيرئين ٻلهاڻي عورتن کي اطلاع ڪيو ويندو آهي . اهي عورتون مڪمل اڇو ويس ڪري جنهن ۾ قميص ، شلوار ۽ پوتي بہ اڇي هوندي آهي. انهي مير جي محل يا گهر ۾ پڄي وينديون آهن . انهي اڇي ويس کي مير الطاف ٻڌايو تہ " سوءِ"چيو ويندو آهي . مير الطاف جو خيال آهي تہ اها رسم هندن وٽان ميرن ۾ آئي آهي . جيئن هندن جي گهر ۾ ڪير مري ويندو آهي تہ اڇو ويس ڪندا آهن. ايئن مير بہ ڪندا آهن.

اڇو ڪپڙو پاتل اهي عورتون اوسارو چونديون مٽي تي ڏڪ هڻنديون وينديون آهن ۽ سندرو چيل سان ٻڌل هوندو آهي. اهو ماتم ٽي ڏينهن انهي گهر ۾ ٻلهاڻي عورتون ڪنديون آهن ٽيجهي تي انهي گهر جون عورتون وهنجي ڪپڙا تبديل ڪنديون آهن. اهي لاٿل ڪپڙا ٻلهاڻي عورتن کي ملندا آهن. انهي مهل جيڪڏهن انهي مير عورت کي جنهن جو مڙس مري ويو هجي ڪو سونو ڳهہ پاتل هوندو آهي تہ اهو ڳهہ بہ ٻلهاڻي عورت کي ملندو آهي. اڳي والو ڏيندا هئا يا منڊي ڏيندا ئي ڏيندا هئا.

ٽيجهي جي ڏينهن پٽڪي جي رسم بہ ٿيندي آهي. انهي ڏينهن تي جيڪو مير مري ويندو آهي. انهي جي پٽ کي پٽڪو ٻڌايو ويندو آهي. پٽڪو ٻڌائڻ مهل انهي مير کي ان جي پريل بوري تي ويهاريو ويندو آهي. پٽڪي جي رسم ڪانپوءِ اها ان جي پريل بوري بہ ٻلهاڻي عورت کي ملندي آهي. پٽڪو ٻڌڻ مهل بہ ٻلهاڻي پڳ جي مٿان وٽو جهليندا آهن. انهي ۾ گهور پوندي آهي. اها ٻلهاڻين کي ملندي آهي هاڻي تہ مير ٻوري مٿي ويهاري پڳ نٿا ٻڌرائن. بس ٻوري تي هٿ

رکرائيندا آهن.

انهن رودالين مان گهٽن کي خيرپور رياست مان پگهارون ب ملنديون هيون جيڪا ڏيهہ روپئي کان وٺي پنجاہ روپيا هئي. انهن مان ڪجهہ مردن کي بہ اها پگهار ملندي هئي. اها اڄين اڪين واري رودالي اڄان هن دور ۾ بہ پنجاهہ روپيا پگهار ميرن کان کڻي ٿي.

جيڏي مهل نڪاح ٿي ويندو آهي تہ شادي جي ڇني ۾ گهوٽ جي مٿان وڏو جهليو ويندو آهي جيڪو ٻلهاٽي جهليندو آهي. انهي ۾ گهور وڌي ويندي آهي. اهو وڏو جهلبو. اڳي لنگي بہ جهليندا هئا. انهي ڪانسواءِ ميرن ۾ سرور سخي جي رسم بہ ٿيندي آهي.

انهن ٻلهاٽي رودالين جون اڄان ڪيتريون ئي ڳالهيون آهن. ٿر ۾ نڪرن ۾ اهي رداليون وري ڏاڏي مگٹهارن مان هونديون هيون . پيل رودالين جا ڏس بہ مليا آهن. ٿر ۾ اڄ بہ ڪير مري ويندو آهي تہ روجہ چيو ويندو آهي . جيڪو اوساري جو ئي هڪڙو قسم آهي. انهي پوڙهي ردالي جون اڇيون اکيون نٿيون وسرن.

# راج ڀائي ڀڙهو

اسين جڏهن هن جي پاڙي ڏانهن وڃي رهيا هئاسين ته، رستي تي بيٺل هڪڙي نوجوان اسان کي ٻڌايو ته هن جي جهڳين ڏانهن ويندڙ رستو هاڻ گند جي ڍير ۾ تبديل ٿي چڪو آهي! اسان سامهون نهاريو ته گند جو وڏو ڍير هو. سال ڏيڍ اڳ، جڏهن هن ڏانهن ويندي اسان جو گذر ان واٽ تان ٿيو هو ته، رستو صاف هو، پر اڄ اها واٽ گند جو ڍير ٿي وئي هئي. انهيءَ گند جي ڍير جي بلڪل پرئين پاسي هن جي پاڙي جون، ڪائين مان ٺهيل ڏکيون جهڳيون نظر اچي رهيون هيون. اسين هن جي گهر ڏانهن ويندڙ اهو گس ڇڏي، ٿورو اڳيان ٿي مڙياسين. جتان هڪڙي ننڍي پٽ ٽپي، اڳتي انهن جهڳين ڏانهن وڃڻو هو. پٽ جي پريان، هن جي ئي ٽبيلي جون ٻه حسين ۽ خوبصورت عورتون جن جو سڄو جسم چمڪي رهيو هو، پاڻيءَ جا پريل ڪين کڻي جهڳين ڏانهن وڃي رهيون هيون ۽ هر هر اک ٽيڏ سان، اسان ڏي ڏسي به رهيون هيون. جڏهن هنن اسان کي پٽ ٽپندي ڏٺو ته پنهنجي ئي ٻوليءَ ۾ ڪنهن مرد کي سڏيائون، جيڪو سڏ تي جهڳين مان نڪري اسان وٽ آيو. اسان هن کان راج ڀائي ڀڙهيءَ جو پڇيو. هن ورندي ڏيندي چيو ته، هوءَ اڄان شهر ۾ آهي. هوءَ اوهان کي هتي سڄ لٿي کان پوءِ ئي ملندي. اوهان کي هن سان ملڻو آهي ته، هن کي شهر ۾ ڳوليو يا سڄ لٿي کان پوءِ اچو. اسان هن کي ڳولڻ لاءِ پوري شهر جا ٽي چڪر ڏنا. شهر واري مين بازار ۾ اسان دڪان تي بيٺل هر ماڻهوءَ ۾ هن کي ڳوليو. ائين ننڍي باگي شهر مان گذرندڙ باگي واهه جي پل تي هن جو ڏس مليو، پر هوءَ اتي به ڪانه هئي. اسين هن کي ڳوليندا پنگريي واري روڊ ۽ بدين روڊ تي به وياسين، پر هوءَ ڪانه ملي. اسين ڪيس ڳوليندا اُن مين چوڪ

تي بہ وياسين، جتي هوءَ گهٽي پاڳي شام مهل هوندي هئي، پر هوءَ اتي بہ ڪانہ ملي. هوءَ ان ڏينهن اسان کان گم ٿي وئي هئي. جنهن کان بہ هن جو پڇيوسين تہ جواب پئي مليو: اڳي تہ هتي ئي هوندي هئي، پر اڄ الائي ڇو نہ پئي ڏسجي! هن کي پورو شهر سڃاڻي. هوءَ هن شهر جي مشهور پينو فقيرياڻي هئي. هن شهر ڪيس رڳو هڪ فقيرياڻيءَ طور پئي سڃاتو. نيٺ اسان مقبول هاليپوٽي واري پاڄين جي پڙي تي ويهي، گرم چانهہ جون سرڪيون پريندي، سڄ لهڻ جو انتظار ڪرڻ لڳاسين. جيسيتائين سڄ لهي، تيسيتائين هوءَ اسان جي ذهن ۾ گهمي رهي هئي. ايئن لڳي رهيو هو، ڄڻ هوءَ شهر جي هر دڪان تي وڃي پني رهي هجي. اتي بہ هن جو ئي ذڪر هو. اتي مقبول ٻڌايو پئي تہ، هوءَ هر دڪان تان ناهي پنندي. هن جا دڪان مخصوص آهن. هو بيمار ٿيندي آهي تہ هن شهر ۾ هن جو علاج ڪرائڻ وارا بہ مخصوص آهن. هوءَ عام پينو ناهي. راڄ ڀائي ۽ ڪاري ٻڙهو هن شهر جي سڃاڻپ بہ آهن. مقبول ٻڌايو پئي تہ، اهي جڏهن اسان کي ماتليءَ ۾ ملنديون آهن تہ، هن شهر جي ماڻهن کان ناهن پننديون. اسان کي مهمان سمجهي چانهہ ۽ ٿڌي جي صلاح بہ هٽنديون آهن.

هن جي ڳالهين هلندي ئي سڄُ لاڙ جي پوئن تي لٿو. اسين وري جهڳين ڏانهن روانا ٿياسين. هلندي ڊگهين جهڳين واري گهرن جي پاڙي ۾ داخل ٿياسين. هن جي پوري پاڙي جون جهڳيون ڪاٺ مان ٺهيل هيون. پاڙي جي الهندي چيڙي ۾ پڪين سرن سان ٺهيل مندر هو، جنهن کي پلستر ۽ رنگ بہ ٿيل هو. ان جي گيٽ تي هڪڙي گهنٽي ٽنگيل هئي، جيڪا ڪنهن بہ پيرا وڃائي ۽ هٽ ٻڌي بيٺو هو. اتي اسان کي اگر بتين جي خوشبو بہ آئي. جڏهن هن پنهنجي پوڄا پوري ڪئي تہ اسان وڃي ان مندر ۾ ويهي رهياسين. اهو مندر ايترو تہ ننڍڙو ۽ سوڙو هو جو ان ۾ وڏ ۾ وڏ چار يا پنج ماڻهو ويهي پئي سگهيا. اتي شوَ جي وڏي مورتي موجود هئي. ڪجهہ ٻڪريون جهڳين ۾ ٻڌل هيون: هنن جو هر گهہ هڪڙي جهڳيءَ تي ٻڌل هو. هاڻ اهي جهڳيون پوري شهر جي

وچ ۾ اچي ويون هيون. انهن جهڳين ۾ ڪن ٻڪرين جا ڇيلڙا ٻہ ٻڌل هئا. اسان مندر ۾ ويهندي جڏهن راڄ ڀائي جو پڇيو تہ، هوءَ اڃا واپس نہ پهتي هئي. ان وقت بجلي بہ نہ هئي. مندر ۾ اوندهہ ۽ گرمي هئي. اسان موبائيل جي بتي ٻاري ٿوري روشني ڪئي، تيستائين چار پنج نوجوان اچي مندر جي گيٽ تي ويهي رهيا. جن اڃان بہ اونده ۽ گرمي وڌائي ڇڏي هئي. جيستائين راڄ ڀائي اچي، تيستائين اسان هن جي ڀاءُ سان ڪچهري ڪرڻ لڳاسين. هو مندر ۾ اسان سان گڏ ويٺو هو. ڪيس پنهنجي انهيءَ قبيلي جي ڇڱي ڄاڻ هئي. هن ڳالهہ شروع ڪئي. هن چيو تہ، جڏهن سج گرهڻ يا چنڊ گرهڻ ٿيندي آهي، تڏهن اسان جي قبيلي جو ڪوبہ ماڻهو ماني ناهي کائيندو، پوءِ ڀلي اهو ٻار ڇو نہ هجي. جڏهن گرهڻ لهندي آهي، تڏهن اسان جي قبيلي جو هر فرد ڀهريائين وهنجندو آهي، پوءِ مٺائي ونئي ورهائي ويندي آهي. مٺائي ورهائڻ کان پوءِ هر ڪنهن کي اجازت هوندي آهي تہ ڀلي ماني کائي. اسين ان قبيلي جا ماڻهو آهيون، جيڪو سج جي پوڄا ڪندو آهي. اسين روز صبوح جو اٿي، پاڻيءَ جو لوٽو ڀري، گَني ڪيندڙ سج اڳيان هاريندا آهيون. هر ڪنهن جو خيرُ سج کان گهرندا آهيون. اسان وٽ سج جي پوڄا جو منتر بہ آهي. هن اتي پاسي ۾ پيل ٽامي جو لوٽو ڪٽي اسان کي ڏيکاريو. هن ٻڌايو: هيءُ لوٽو صبوح سويل هر ڪنهن جي هٿ ۾ هوندو آهي. اسين سج کان سواءِ درياهہ جي بہ پوڄا ڪندا آهيون. اسان ۾ جڏهن بہ ڪنهن جي شادي ٿيندي آهي، تڏهن سڀ کان ڀهريائين اهو جوڙو درياهہ تي ويندو آهي. اتي پاڻيءَ سان درياهہ جي ڪپ کي ٿورڙو لسائي انهيءَ تي ست گرهہ مٺائيءَ جا رکيا آهن. اهڙا ست گرهہ وري ڪنوار جي جهوليءَ ۾ بہ رکيا ويندا آهن. پوءِ درياهہ کان دعا گهربي آهي تہ ان جوڙي کي ست پٽ ٿين. انهيءَ کان سواءِ، اڳي تہ سڄي رات اهو جوڙو درياهہ تي پير جي پن تي گلاب تاريندو رهندو هو. ايئن درياهُہ پير جي پن تي ترندڙ گلابن سان پرجي ويندو هو. درياءَ ڳاڙهن گلابن سان ڍڪجي ويندو هو.ان مهل ايئن محسوس ٿيو تہ سنڌو درياهہ پور مستيءَ ۾ وهي رهيو

آهي. انهيءَ درياهہ ۾ ٻڙهن لکين ڪروڙين گلاب جا گل تاري چڏيا آهن. درياهہ جو سمورو سهڻو گلاب ٿي گلاب ٿي ويو آهي. هن ٻڌايو تہ درياهہ ۾ ڦٽائي اڇلي ان ڪي ملو بہ ڪبو آهي. هو اڃا اها ڳالهہ ڪري ئي رهيو هو تہ اوندهہ ۾ لٺ تي ايندڙ پوڙهي ڏوڪري راڄ ٻائي ٻڙهو جو چهرو موبائيل جي هلڪي روشني ۾ ظاهر ٿيڻ لڳو، پر چهري ظاهر ٿيڻ کان اڳ زمين تي هن هر وک کان پوءِ جيڪا لٺ رکي ٿي، انهيءَ جي ٺڙڪي جي ٺک ٺک جو آواز بہ اچي رهيو هو. پر هوءَ اسان ڏانهن ڏسي وري ڊگهين لانڊين ڏانهن هلي وئي. هن جي ڀاءُ پنهنجي ڳالهہ جاري رکي: اسان ۾ چوري چڪاري يا ڪابہ برائي ناهي. اوهين مڃيندا ڪونہ، پر اسان مان ڪنهن کي هٿڪڙي بہ ناهي لڳندي. جيڪڏهن ڪنهن کي بہ غلطيءَ سان لڳي وئي تہ، ان کي اسان گهر ۾ اچڻ ناهيون ڏيندا. ان جي گهر ۾ گهڙڻ کان پهريائين اسين سائو گاهہ وٺي ايندا آهيون. اهو سائو گاهہ ڳئون کي ڏيندا آهيون. پوءِ اسان مِينهن جو پاڻي، شراب ۽ ڊڳي جي پيشاب جو ڇنڊو هن جي هٿ جي ڪراين کي هڻندا آهيون، تنهن کان پوءِ مٿي پٽ جي ڪني لاهي، سڄي پاڙي ۾ ورهائيندا آهيون. هو اها ڳالهہ ڪري رهيو هو، اوستائين راڄ ٻائي بہ اچي مندر جي دروازي تي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهي. هوءَ هاڻ جام ڳري ٿي وئي هئي. پر هن جو اهو ڳرو جسم هڪڙي لٺ پئي کنيو. اها لٺ هن پنهنجي پرسان رکي ڇڏي هئي. هن جو ساهہ اڪڙيل هو. سندس هانپارو اسان صاف ٻڌي رهيا هئاسين. هن کي هيٺ پڙو پاتل هو. مٿي وري ڪپڙي جو ئي چولو هو. هن ايندي پنهنجي هٿ ۽ ٻانهن تي اهي نشان ڏيکارڻ شروع ڪيا، جيڪي بيماريءَ مهل سيُن هڻائڻ جي ڪري ٿيا هئا. هن ڳالهائڻ شروع ڪيو: ”بس ڙي ابا! هاڻ پورا ٿيا پيا آهيون. هلُ، اهي بہ ڇا تہ ڏينهن هئا، جڏهن هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ گڏهن تي لڏا ڪٽي پيا رلندا هئاسين. اسان هڪ ڳوٺ ۾ هڪ هفتو بہ مس گذاريو هوندو. اسان جا گهر گڏهن تي هوندا هئا. بس عورتن جو ڪم هوندو هو ٻارن جا رانديڪڙا ٺاهڻ. مرد انهن رانديڪڙن سان ڀريل ٽوڪريون مٿي تي کڻي وڃي گهر گهر کپائيندا

هئا.“ هاڻ هن جي پاڻ جي ڳالھ اڌ ۾ رهي ۽ راڄ ٻائي ڳالهائڻ شروع ڪيو ”مون پاڻ ڪيترا ئي رانديڪڙا ناهيا. انهيءَ ۾ ننڍڙو ڪرو، گهوڙيو، اٺيو، لاري، جهاز، مطلب هر قسم جو رانديڪڙو ناهيندا هئاسين. اسان کي مٽيءَ جي سڃاڻپ هئي. ڀُسيل هجي يا سڪل، مٽي هٿ ۾ ايندي هئي تہ ان جي خبر پئجي ويندي هئي.“ جڏهن هوءَ اها ڳالهہ ڪري رهي هئي تہ اوڏي مهل هن جي چهري جو رنگ ئي بدلجي ويو. هوءَ پنهنجو آڱوٺو ٻن آڱرين تي مهٽي ٻڌائي رهي هئي تہ، مٽيءَ کي ڪيئن سڃاڻبو آهي. اوڏي مهل ايئن محسوس ٿي رهيو هو، ڄڻ هوءَ مٽيءَ جي خوشبوءِ کي، نہ رڳو، محسوس ڪري رهي هئي، پر اها خوشبوءِ هوءَ اسان کي بہ محسوس ڪرائي رهي هئي. هن ٻڌايو: ”انهن رانديڪڙن ۾ گڏهن جي لڏ وجهندا هئاسين. رانديڪڙا ناهڻ کان پوءِ اسان ننڍڙي آوي ناهيندا هئاسين. اسان جي اها آوي مستقل نہ هوندي هئي. ان ۾ هيٺ ڇيڻان ۽ ٻُهہ رکندا هئاسين ۽ مٿان بہ ڇيڻان ڏيندا هئاسين. ٻن ڏينهن ۾ اها ننڍڙي آوي پچي راس ٿي ويندي هئي. اهي رانديڪا اسين گڏهن تي پاڻ سان گڏ نہ کڻي هلندا هئاسين، پر ان ئي ڳوٺ ۽ اوسي پاسي ۾ وڪڻي اڳتي نڪرندا هئاسين. ايئن اسان جي هر ڳوٺ ۾ نئين آوي هوندي هئي. اسان کي انهن رانديڪڙن جي بدلي ۾ ڪا گهڻي روڪ رقم نہ ملندي هئي. بس ڪٿان ڪڻڪ جا داڻا، ڪٿان اٽو، ڪٿان چا، ڪٿان چا ملندو هو. ايئن رولاڪ هئاسين در در جا. اهي رولاڪيون ڇڏئي بہ هاڻي ٽيهارو سال ٿي ويا آهن. هاڻ ڪوبہ ٻڙهو نہ رانديڪا ناهيندو آهي، نہ وري رولاڪيون ڪندو آهي.“ هن ڪلندي ڪلندي چيو: ”گڏهن مان اسان جي الله جان ڇڏائي.“ هن وڌيڪ ٻڌايو: ”عورتون رانديڪڙا ناهيندي گوڏي تي ماني رکي پاڻيءَ جي اولڻ سان ڪائي وننديون هيون. اتي ئي مٽيءَ وارن هٿن سان ٻارن کي تڃ پيارينديون هيون.“ جيڏي مهل هوءَ اها ڳالهہ ڪري رهي هئي، اوڏي مهل هيءُ قبيلو اسان جي ذهن ۾ گڏهن پٺيان رولاڪيون ڪري رهيو هو. مردن جي مٽي تي مٽيءَ مان ٺهيل رانديڪڙن سان پريل ڪارا هئا. عورتون رانديڪڙا ناهڻ ۾ مصروف

هيون، هنن جا هٿ مٽيءَ هاٿا هٿا. جڏهن هن جي کير پياڪ ٻارن رڙيون ٿي ڪيون تہ، هنن عورتن، مٽيءَ هاٿن هٿن سان ئي پنهنجو ٻبو جهلي ڪين ٿڃ پئي پياري. راڄ ڀائي جي ڳالہ جي پيشڪاري ئي اهڙي هئي، جو اسين ٽيهہ سال پوئتي هليا ٿي وياسين.

هن ڳالهہ اڳتي وڌائيندي چيو: "جيئن اوهان مسلمانن ۾ جيڪو سنت نہ ڪرائي تنهن کي اوهين مسلمان ناهيو مڃيندا، ايئن وري اسان ۾ جيڪڏهن ڪو جٽيو نہ پائي تہ اسان ان کي ناهيون مڃيندا. جنهن کي جڙيو پاتل هوندو، تنهن کي ساڙيندا آهيون. جنهن کي جڙيو نہ پاتل هوندو، تنهن کي پوريندا آهيون. جيڪڏهن ڪنهن عورت ساماڻجڻ تائين جڙيو نہ پاتو تہ، تنهن کي اسان پنهنجيءَ برادريءَ مان ڪڍي ڇڏيندا آهيون. برادريءَ مان ڪڍڻ کان پهريائين ان کي هار سينگار ڪري ڳهہ ڳٽا پارائيندا آهيون. پوءِ اها عورت جنهن سان چاهي تنهن سان هلي وڃي. پلي ڪنهن هندوءَ سان وڃي يا ڪنهن مسلمان سان." هن ڏڪار مان اهو بہ چيو: "پلي ڪنهن پنگيءَ سان چونہ هلي وڃي. اها پوءِ مرڻي پرڻي بہ اسان وٽ نہ ايندي. اها عورت اسان جي حساب سان پليت آهي. هن جي مائٽن جو بہ وٿو الڳ ڪري ڇڏيندا آهيون. انڪري هر ٻڙهو جڙيو ضرور پائيندو آهي، پلي غريب هجي يا امير هجي. انهيءَ جڙئي تي بہ وڏو خرچ ٿيندو آهي. اسين سڀ جڙيو ماتليءَ مان پائيندا آهيون. جڙيو پائڻ معنيٰ ڪن ٽوپائڻ. جڙيو پارائڻ مهل ٻار کي منو لولو هٿ ۾ ڏيندا آهيون ۽ ڪيس چوندا آهيون تہ مٿي سونيون جهرڪيون پيون اڏن. ٻار مٿي ڏسندو آهي، اوستائين جيڪو انهيءَ گهر جو نائي هوندو آهي، تنهن جي هٿ ۾ سئي هوندي آهي، اها ٻار جي ڪن جي پاپڙيءَ مان ڌاڳي سوڌي پار وڃي ٿيندي آهي. ٻار جي رڙو رڙ هوندي آهي. جڙيو آڪاڙ جي مهيني ۾ پارايو ويندو آهي. ماتلي ۾ ڏيول جو ٿان آهي. اتي وڏا ڪنا، ڏڏ سان پريل ڪنن تائين، زمين ۾ پوريل هوندا آهن. انهن ۾ لوڻ مرچ ۽ ترن جو تيل بہ وجهندا آهيون. جڙيي پارائڻ کان پوءِ اهو ڏڏ ورهايو ويندو آهي. پيڻ پاءُ کي ۽ پاءُ پيڻ کي منا لولا کارائيندو آهي. ان ئي ڪني

واري ڏڌ مان ڏيوي جي ماني بہ ٿيندي آهي."

بدين شهر ۾ هڪڙي ٻئي ٻڍي سان منهنجي ملاقات ٿي. اهو بہ شادي لارج واري اسٽاپ جو مشهور پينو فقير هو. ٻڍن جو هاڻ ڪم رڳو پنڻ آهي. ماتليءَ ۾ هنن جو قبرستان گل غيبي آهي. راڄ ٻائي ٻڍو پنڻ جي حوالي سان ٻڌايو: "بس هاڻ گهٽو ڪجهہ نٿو ملي. آئون شهر کان سواءِ گهرن ۾ بہ ويندي آهيان. گهٽن گهرن جون نوجوان سهٽيون ڇوڪريون چونديون آهن تہ امان دعا ڪر، سٺو ور ملي." انهي ڳالہ تي هن کي کل بہ آئي. اهي اسان سان ڏکهي ڪچهري ڪري اهو چئي رواني ٿي وئي تہ "ابا هاڻ ٿڪي پئي آهيان، سمهان ٿي". هوءَ اٿي رواني ٿي وئي. هن جي وڃڻ کان پوءِ هن جي لٺ جي ٺڪ ٺڪ جو آواز ڪنن ۾ رهجي ويو. اسين هن جي لٺ جو آواز پاڻ سان گڏ کڻي، سندن جهوپڙين واري پاڙي مان نڪري آياسين.اهو ٺڪ ٺڪ جو آواز اڃان ڪڏهن ڪڏهن ڪنن ۾ محسوس ٿئي ٿو.

# ڪاتر ۽ ڪولهي

ويرمو ڪولهي توڙي جو هاڻ ناهي رهيو، پر هن جو ڪاتر سان گڏ نڪتل فوٽو اڄ به سنڌس گهر وارن وٽ آهي. هن جي هڪڙي ڪاتر اڃا به هن جي نشاني طور، هن جي گهر ۾، رلين جي هيٺان سنڀالي رکيل آهي. اهو ڏوڪرو ويرمو ڪولهي جيڪڏهن پنهنجيءَ برادريءَ جي ڪنهن ماڻهوءَ کي سوڪڙي ڏيندو هو ته اها به ڪاتر جي هوندي هئي. هن جي پاڙي جا ڪولهي چون ٿا ته، ڪاتر ٺاهڻ ڪو ويرمي کان سکي! هو وڻ ۾ بيٺل انهيءَ ڪاٺي کي به سڃاڻي وٺندو هو، جنهن مان سٺي ڪاتر ٺاهي سگهبي هئي. هاڻ هنن جي هاڻوڪي نسل ۾ ڪاتر جي ڏڪ جو نڪو ڪاريگر آهي، نه وري پهلاج ڪولهيءَ کان سواءِ ڪو پلي ڪاتر ٺاهي سگهي ٿو. پهلاج ڪاتر ٺاهڻ جو فن پنهنجي پيءُ ويرمي کان سکيو.ويرمو ڪولهي مون به جام ڏٺو هو. هن جي پيرن ۾ ڪارو ڪڙو پيل هوندو هو. هڪڙي ٽنگ سان منڊڪائي هلندو هو.

انهي ڏينهن پهلاج ٻڌايو پئي، سڀني کان پلي ڪاتر ڪُونيٽ جي ڪاٺيءَ مان ٺهندي آهي. تنهن کان پوءِ لئي جي وڻ ۽ روهيڙي جي ڪاتر به شڪار ۾ هلي سگهي ٿي، پر شرط اهو آهي ته، انهن وڻن کان سواءِ ڪاتر ٺاهيندڙ کي ڪاٺيءَ جي سڃاڻپ به هجي. هڪ ته انهيءَ ڪاٺيءَ ۾ ڪوبه انگ نه هجي. ٻي ڳالهه ته ڪاٺيءَ ۾ ور پورو پورو هجي. نه گهٽو ور هجي نه وري ٿورو ور هجي. جيڪڏهن ور ۾ اوٽيهه ويهه هوندي، تڏهن به پلي ڪاتر ڪانه ٺاهي سگهبي. ٺهڻ لئه ته هڪڙي ڏينهن ۾ ڪاتر ٺاهي سگهجي ٿي، پر هڪڙي ڏينهن ۾ ٺاهيل ڪاتر ڦٽي ويندي. انڪري ڪاتر ٺاهڻ ۾ ڪجهه ڏينهن لڳندا آهن. جيئن ڪاٺي سڪي وڃي. ڪهاڙيءَ ۽ واهولي کان پوءِ ڪاتر ٺاهڻ لئه شيشي جو

استعمال ڪبو آهي. انهيءَ سان ڪاتر جا ٻئي پاسا تکا ڪيا ويندا آهن. شيشي سان ڪاتر کي اهڙو لسو ڪبو آهي، جو مٿان ڪو پلي هٿ جي ٿري پيو گهمائي، ڇيت به ڪانه لڳندي. تکي ان لئه به ڪبي آهي ته جيئن ڪاتر جانور کي جتي لڳي اتي هڏي کي پيجي وجهي. ڪاتر جا ٻه ٻڪ ٿيندا آهن. هڪڙو سبتو، ٻيو ابتو. معنيٰ ٻه ڇيڙا، هڪڙو ڇيڙو مخصوص هوندو آهي ڪاتر جو ڏک هڻڻ مهل هٿ جهلڻ لاءِ. پر ڪنهن ڪنهن ڪاتر جا ٻئي ٻڪ استعمال ڪري سگهجن ٿا. اهو ڪاتر جي ڏک جي ڪاريگر تي آهي. ڪاتر هڻڻ جا ٻه ٻه طريقا آهن. هڪڙي ڪاتر تر ڏئي هڻبي آهي. اها زمين ڪان رڳو هڪ فٽ مٿي پئي ويندي. جيڪو جانور آيو، ان جون ٽنگون ڇڻ ٿي ويندايون. ٻئي طريقي سان ڪاتر مٿي هڻبي اها پکين لئه هوندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن سهو به انهيءَ اسپيڊ سان ويندو آهي، جهڙوڪ گهوڙي مان ڳوڙهو نڪتو هجي، پر ڪاتر جو شڪاري انهيءَ ڪان به تيز ڪاتر اڇلي هڻي سگهي ٿو. ڪاتر سڌي به هڻبي آهي ته آڏي به هڻبي آهي. سڌي ڪاتر وڏي منزل ڪري سگهي ٿي. آڏي ڪاتر اُن ڪان گهٽ منزل ڪندي. وڏا شڪاري هڪڙي وقت ٻه ڪاترون به هڻي ويندا آهن هڪٻئي پنيان، جيڪڏهن هڪڙي ڪاتر گُٿي ته ٻي پڪي نشاني تي لڳندي. هڪڙي ڪاتر هڪ ايڪڙ تائين مار ڪري سگهي ٿي. ڪاتر جا شڪاري پنجندڙ جانور کي ڪاتر هڻندا آهن. ان ۾ اهو خيال رکڻو پوندو آهي ته ايتري وڇوٽيءَ تي ڪاتر هڻجي جو جانور ۽ ڪاتر جي اسپيڊ ساڳي هجي. ڪاتر سان گهٽو ڪري سهي جو شڪار ڪري سگهجي ٿو، پر ننڍي ڪاتر وري پکيءَ جي شڪار لئه به استعمال ٿئي ٿي. اها اڏندڙ پکي کي هڻبي آهي. جيڪڏهن پکيءَ کي لڳي وئي ته ٺيک، نه ته پکي ڪاتر جي آواز تي ايئن سمجهندو جهڙوڪ باز پيو اچي ۽ هو جهڻ ڪري ڪنهن ويجهي وڻ ۾ لهي ويندو. "مهاڙي" ڪاتر هڻڻ جو هڪڙو قسم آهي، جنهن ۾ ڪاتر آڏي پئي ويندي. ڪاتر هيٺ ويندي ويندي اوچتو مٿي چڙهندي ويندي آهي. سڀ هڻڻ واري جو فن آهي.

اڳي ته ايئن به ٿيندو هو جو اهي ڪاتر وارا ڪولهي جڏهن

جهنگ ۾ گڏيا هئا تہ ٻڌائڻ کان سواءِ کاتر اچلي هٽندا هئا. جڏهن کاتر ويجهي ويندي هئي تہ پنيان چوندا هئا: اوريان ٿي کاتر اچي. پوءِ اڳيون شکاري انهيءَ کاتر کي ٻنهي ٻانهين مان جهليندو هو. ويرمو کولهي آخر تائين منڊڪائي هلندو هو. انکري جو هن کي بہ کنهن شکاري ايئن کاتر اچلي هڻنين هئي. هڪڙيءَ ٻانهينءَ کي تہ جهلي ويو پر ٻي ٻانهين وڃي ويرمي جي گوڏي ۾ لڳي. کاتر جي ڏک سان گهٽو کري سهي جو شکار کري سگهجي ٿو، پر گدڙ يا لومڙ کي بہ کاتر جو ڏک هٽي سگهجي ٿو، تن جو شکار بہ کري سگهجي ٿو. کاتر هٽڻ مهل ساريکي زمين جو هجڻ ضروري آهي. ڏک هٽڻ مهل زمين سان گڏ وڻ ٻوٽي جو بہ خيال ضرور کبو ايئن نہ ٿئي جو کاتر وڃي کنهن وڻ ۾ لڳي.

انهن کولهين جون ٻيون ڳالهيون تہ کنهن ٻئي ڀيري کبيون، پر اهي کولهي ڍُهل تي راسُوڙي گيت تي ناچ بہ کندا آهن. اهو ناچ، ڦِرتي ۽ تاڙيءَ تي ٻڌل آهي. ان راند ۾ جڏهن دهلاري وچ ۾ بيهي ڍُهِل وڄائيندو آهي، تڏهن هن جي چوڌاري کولهي ۽ کولهٽيون ڦر ڦر تاڙي ناچ کنديون آهن. انهيءَ ۾ کولهي ۽ کولهٽيون زمين تائين جهکي تاڙي وڄائي وري ڦيري پائينديون آهن. پورو گروپ هم آواز ٿِي تاڙي هڻندو آهي ۽ سڀ گڏجي ڦيري پائيندا آهن، جيئن پراڻا شکاري قبيلا سوم رس جي سرکين تي ناچ کندا هئا. انهن کولهين جي ٻي راند چروڙي آهي. ان راند ۾ ڍُهل اڳيان بہ کولهي هڪ ٻئي جي سامهون بيهندا آهن. جيئن دهل تي ڏانڊيءِ جو ڏک لڳندو آهي، تيئن کولهي چلي واري هٿ سان چروڙي تي ڏک هٽي ٻئي کولهيءَ جي جڳهہ وٺندا آهن. ايئن اهي جڳهہ تبديل کندا رهندا آهن. اهي کولهي شيدين واري ناچ جي نالي سان بہ ناچ کندا آهن. ويرمو کولهي دهل پاڻ ڳاهيندو هو. اهي سڀ ناچ پاڻ بہ رمندو هو. ڏانڊيا راند تہ هونءَ ئي هنن کولهين جي سڃاڻپ آهي. هڪڙو راسوڙو تہ نگر جي کولهين کان وٺي نهٽي جي کولهين تائين مشهور آهي :

رسوڙي رموا ميلهہ مارا شامي
ميــن راســوڙي رمــوا زائــون

نهٽي وارا ڪولهي پنهنجي اُن مائٽ ڪيسري ڪولهي کي اڄ بہ ناهن وساري سگهيا، جيڪو گليل واري ڳوڙهي جي ڏڪ جو وڏو چيٽو هو. هو جيترا ڳوڙها ڪٽي ويندو هو، اوترا ئي پکي ساري ڪٽي ايندو هو! هو شرط تي بہ گليل جو ڳوڙهو هڻندو هو. ايستائين جو هو چوندو هو پکيءَ کي کهڙيءَ جڳهہ تي ڳوڙهو هڻان. جي ڳچيءَ ۾ ڳوڙهو هڻندو هو تہ ڳچيءَ ۾ ئي ڳوڙهو لڳندو هو. جيڪڏهن چوندا ها تہ پکيءَ جي ڇهنب جي هيٺئين حصي ۾ هڻ تہ رڳو هيٺئين حصي ۾ ئي لڳندو هو. اهو ڏڪ جو اهڙو چيٽو هو. ڪولهي تہ اهو بہ چون ٿا تہ ڪيسري ڪولهي کي ڪنهن زمين بہ شرط ۾ ڏني هئي.

انهن ڪولهين جي شڪار جون اجا ڪيتريون ئي ڳالهيون آهن. پر اُهي چون ٿا تہ هاڻ مهراڻي واري تر ۾ نہ اُهي ٿوهرن جا جهنگ رهيا آهن، نہ وري ويرمو ڪولهي رهيو آهي. انهيءَ ڪري اسانجي هن نسل کي تہ ڪاتر جي ڏڪ جي ڪابہ خبر ناهي. هنن جي آخري ڳالهہ اها هئي تہ "ڪاتر جي ڏڪ اڳيان بندوق جو ڏڪ بہ ڪجهہ ناهي" پلي ڪٽي ڪو بندوق جو شڪاري اچي بيهي، پر ڪاتر جي شڪاريءَ کي ڪونہ ماري سگهندو. ويرمي کان سواءِ اڳوڻو ايم اين اي پارومل ڪولهي بہ ڪاتر جي ڏڪ جو وڏو ڪاريگر هو ۽ ڏانديءَ جو راند جو بہ ڪاريگر هو. هو ايم اين اي هوندي بہ، نبي سر جي شهر ۾ ڏانديءَ راند ڪندو هو. بس هڪڙي ڪولهي جي سڃاڻپ ڪاتر آهي.

# ڪبوترباز

هن جو خيمو باقي سيني خيمن کان ٿورو پرتي هو. انهي ۾ بس هن جي ڪل ملڪيت چار رليون هيون. سگريٽ وسائڻ لاءِ، هڪڙو مٽيءَ مان ٺهيل ايش ٽري هئي. خيمي جي بلڪل پرسان ڪونڊال يا ڪبوتر لهڻ واري ڇٽي لڳل هئي. ان تي ٻه ڪبوتر ٻه ويٺل هئا. خيمي جي بلڪل گيٽ تي هڪڙو ٻيو ننڍو خيمو ٻه هو. جنهن ۾ ڪبوترن جو پورو ولر هو. هڪڙا ڪبوتر انهيءَ ننڍڙي خيمي ۾ لٿا پئي، ته ٻيا اڏاميا پئي. هن ٻڌايو ته هڪڙي ڪبوتري ٻه بيضا ٻه ڏنا آهن. هن جي خيمي جي گيٽ تي بيهي مون سامهون نهاريو ته ڪي ٻيا ٻه خيما هئا. انهن سيني خيمن ۾ هڪڙي هڪجهڙائي هيءَ هئي ته، هر خيمي جي پرسان ڪبوترن لهڻ واري ڇٽي لڳل هئي. ڪي ڇٽيون خالي هيون، ته ڪن تي هڪ اڌ ڪبوتر ويٺو هو. ڪن خيمن تي ٻه ڪبوتر ويٺل هئا. ڪي ڪبوتر وري خيمن مٿان اڏري رهيا هئا. انهيءَ وقت ايئن محسوس ٿي رهيو هو ته هيءُ خانہ بدوشن کان وڌيڪ ڪبوترن جو ڏيرو آهي. آسمان ۾ ڪبوتر ئي ڪبوتر هئا. مون ۽ رانجهي ڪي اتي ڳالهہ ٻولهہ ڪندي ڏٺو، خيمن مان مرد، عورتون ۽ ٻار نڪري آيا. اسان جي ڪچهري شروع ٿيڻ کان اڳ هڪ هجوم گڏ ٿي ويو. انهيءَ هجوم ۾ اهو امام بخش ٻه هو، جنهن جي اکين جا ڏينا ڳاڙها لال هئا. امام بخش يا ته دم هڻي آيو هو، يا هن جي اکين ۾ اوجاڳا هئا. ٿوري ئي دير ۾ هر ڪو پنهنجا ڪبوتر ڪڍي ايندو ويو ۽ اسان کي ڏيکاريندو ويو.

شيخ خانہ بدوشن جو هيءُ ڏيرو، ٽنڊي آدم شهر کان ٿورو ٻاهر پٽ شاهہ روڊ پرسان ڪلر ۾ هو. حال احوال مان خبر پئي ته، اهي ماڻهو اصل ۾ سرائڪي وسيب جا هئا، جتي روهيءَ جا روهيلا فريد جي

شاعري، تي رقص ڪندا آهن. اهي اتان کان خانہ بدوش ٿيل هئا. هنن جي خانہ بدوشي، جون ڪي بہ سرحدون ناهن. سموري سنڌ رلندا آهن. اهي ئي شيخ خانہ بدوش ڪبوتر باز بہ آهن. سڄي، سنڌ جي ڳوٺن شهرن ۾ رلندا آهن. اتان ڪبوتر خريد ڪندا آهن ۽ انهن خريد ڪيل ڪبوترن کي رڳو لهڻ سيکاريندا آهن. باقي اڏندو هر ڪو پنهنجي نسل سان آهي. اهي ئي ڪبوتر جڏهن چٽي، تي لهڻ سکي ويندا آهن تہ، شيخ انهن کي کڻي وڃي شهر شهر لڳندڙ پڙين ۾ وڪڻندا آهن. ڪبوتر جو هڪڙو اگهہ ناهي. اهي سئو رپين کان وٺي لکن رپين تائين بہ وڪڻي سگهبا آهن. بس ڪبوتر جي سڃاڻپ هجي. ڪبوتر جي سڃاڻپ ڪبوترباز کي هوندي آهي. پر پاڻ وٽ ٻہ ٽي قسم مشهور آهن سيني کان پلو آهي گرٻاز. اڏاري ڇڏيو تہ سڄو ڏينهن پيو اڏامندو ورڻ جي نہ ڪندو. گرٻاز جي اڏڻ جي سهڻي ڏسڻي آهي. شيخن جو چوڻ هو تہ، ان کي سياري ۾ ناهيون اڏاريندا آهيون. ڪري جو لهڻ ۾ رات ڪري ڇڏيندو آهي تنهن ڪري سياري هو نہ خطرو هوندو آهي تہ، رات ٿيڻ کان پوءِ چٽي، تي لهي نہ سگهندو جي جتي تي نہ لٿو تہ پوءِ ويو. ان گرٻاز جون نشانيون پڌريون آهن ان جي اک صفا اڇي هوندي آهي. چهنب ۽ ننهن ڪارا هوندا آهن. اک، چهنب ۽ پيرن کي ڏسي ڪبوتر جي نسل جي سڃاڻپ ڪبي آهي. گرٻازن ۾ انار گرٻاز جو هڪڙو قسم آهي. اهو سيني کان پلو آهي. انار گرٻاز جي اک ڏاڙهون، جهڙي ڳاڙهي هوندي آهي. جڏهن امام بخش مون کي انار گرٻاز جي اک ڏيکاري تہ واقعي هن جي اک تي ڳاڙها ڳاڙها نشان هئا. وري هن مون کي سادو گرٻاز ڏيکاريو تہ انهيءَ جي اک تي اهي نشان نہ هئا. اهو انار گرٻاز لکن تائين بہ ويندو آهي. گرٻاز جڏهن اڏندو آهي تہ سڌو مٿي آسمان ڏي اڏامندو آهي. هن جي اک ۾ آسمان سمائجي ويندو آهي. هن جي منزل بہ آسمان هوندو آهي. پيو ويندو آهي مٿي. ٿورن منٽن کان پوءِ اکين کان اوجهل ٿي ويندو آهي. جڏهن مون سان رانجهو شيخ اها ڳالهہ ڪري رهيو تہ، امام بخش مون کي ور ور ڏٺي چٽي رهيو هو تہ "سائين اڏامي

نسل ٿو“. انهن گريبازن کان سواءِ ٻيو نمبر مشهور نسل آهي، پٽي باز.
انهن ڪبوترن جي سڃاڻپ صفا سولي آهي. انهيءَ پٽي باز جي ڇهنب
اڇي ٿيندي آهي. هن جا پير بہ اڇا ٿيندا آهن. هن جي اک ڪاري ٿيندي
آهي. اهو نسل سڌو آسمان ڏانهن ناهي اڏامندو، پر اهو سڌو اڏامندو آهي.
ان جي اڏامڻ واري ساهي گريباز جهڙي ناهي ٿيندي، پر هيءُ ڪبوتر بہ
ڏينهن ڪڍي ويندو آهي. تنهن کان سواءِ لڪا نسل جو ڪبوتر بہ امام
بخش ڇاڻايو. جيڪو مور وانگر اڏامندو ناهي. رڳو شو لئہ هوندو آهي.
ڪبوترن جو هڪڙو نسل گولا بہ آهي، جيڪو سيٽيءَ تي اڏامندو آهي.
اهي ٽولن جي صورت ۾ اڏامندا آهن. جڏهن خفتي گولن تي شرط رکندا
آهن تہ انهن کي ٽولن جي صورت ۾ اڏاريندا آهن. اهي ڪبوتر اڏامي،
جنهن جي ڇٽيءَ تي لٿا، اهي انهيءَ جا ٿيا. اهي ڪبوتر گهٽي قدر
هڪڙي خفتي جا هوندا آهن. ٻئي جي ڇٽيءَ تي بہ لهي ويندا آهن.
ڪبوترن تي شرطون هزارن کان لکن رپين تائين لڳنديون آهن. ڪڏهن
ڪڏهن جيترا خفتي اوترا ڪبوتر آسمان ۾ ڇڏيا آهن. پوءِ جنهن جو
ڪبوتر دير سان لٿو، تنهن شرط کٽي. اڏام تي ويل ڪبوتر ڪڏهن
ڪڏهن پاڻ سان گڏ ٻئي ڪبوتر کي بہ وٺيو ايندو آهي. سٺي ڪبوتر جي
سڃاڻپ هونءَ تہ نسل مان پوندي آهي، پر وري بہ جوڙ ڏسندا آهن.
ڪبوتر کي پچ کان ٿورو اڳتي پيٽ وٽ بہ هڏيون هونديون آهن.
جيڪڏهن اهي هڏيون پاڻ ۾ مليل آهن تہ سمجهبو آهي تہ اهو ڪبوتر
ڍلو اڏامندو. جيڪڏهن انهن هڏين وچ ۾ وڇوٽي آهي تہ اهو ڪبوتر اڏام
۾ مار کائيندو. رانجهو ٻڌايو تہ، اها هڏي ئي نر ۽ مادي ڪبوتر جي
سڃاڻپ بہ هوندي آهي. مرد جو جوڙ مليل هوندو ۽ مادي جي جوڙ ۾
ويڇي هوندي آهي. ڪبوتري وڏ ۾ وڏ ٻہ بيضا ڏيندي آهي. امام بخش
اهو عمل بہ ڪري ڏيکاريو تہ ڪبوتر کي ڇٽيءَ تي لهڻ ڪيئن سيکاريو
آهي. هن ڪبوتر جا پير ان ڇٽيءَ ۾ ڌاڳي سان ٻڌي ڇڏيا هئا. اُهو اتان
اڏڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. اتي ئي ڪي ڪبوتر اهڙا بہ هئا، جن
جا پير هنن ٻڌي ڇڏيا هئا. هنن اُهي، ٻڌل پرن وارا ڪبوتر بہ اسان کولي

ڏيکاريا. بس جيستائين ڪبوترباز کي اها پڪ نٿي ٿئي تہ ڪبوتر هن جي ڇٽيءَ تي لهندو، تيستائين هو ان جا پر ٻڌي بہ ٿو، تہ هن جا پر ڪٽي بہ ٿو. رانجهي پنهنجن ڪبوترن جا نالا بہ رکيا هئا: گجر، هٿوڙو، طوفان وغيره.

انهن سرائيڪي شيخن جو چوڻ هو تہ ڪبوترن جي شوقينن جو مرڪز لاهور آهي، جتي ڪبوتر اڏائڻ جا وڏا مقابلا ٿيندا آهن. شرطون لکن ۾ هونديون آهن! سنڌ ۾ نواب شاهہ ۽ ڪراچيءَ ۾ ڪبوتر گهٽ وڪرو ٿئي ٿو. هنن کي اجا اها خبر نہ هئي تہ، اڇو ڪبوتر امن جي نشاني آهي! بس هنن جو چوڻ هو تہ شوق جو ملهہ ناهي ٿيندو. ڪڏهن ڪڏهن ڪا ڏيءَ ضد ڪندي آهي تہ ڪيس پلي نسل جي ڪبوترن جي جوڙي تحفي ۾ بہ ڏئي ڇڏيندا آهن. بس ڪبوتر هنن شيخن جا گهر پاتي آهن. ڪبوتر جي اڏامڻ کان پوءِ هنن خانہ بدوش شيخن جون اکيون بہ آسمان ۾ هونديون آهن. ڪڏهن ٿو "گريباز" واپس وري. جيڪڏهن انهيءَ ڏينهن ناهي ورندو تہ هنن جي رات جي ننڊ حرام هوندي آهي. جن گهرن جا گهر پاتي ڪبوتر هجن، تن جون راتيون ائين ئي گذرنديون آهن.

هنن شيخن جون ڪبوترن جي باري ۾ اهڙيون ڳالهيون ٻڌي، مون کي هڪ ڇوڪري جي ڪبوتر بازن تي پنجاب ۾ ڪيل اها اسٽوري بہ ياد اچي وئي، جيڪا ڇهہ مهينا ليپ ٽاپ ۾ پئي هئي. ڪيس اسٽوريءَ جي پڄاڙي سمجهہ ۾ نہ پئي آئي. اها اسٽوري تڏهن پوري ٿي، جڏهن هن کي هڪڙي ڪبوتر باز ٻڌايو تہ هن جو گريباز هڪڙي ڏينهن هن جي ڇٽيءَ تي لهڻ جي بدران ملڪي سرحد ٽپي وڃي سامهون واري پنجاب ۾ ڪنهن خفتي جي ڇٽيءَ تي لٿو. پر ڪن مهينن کان پوءِ وري اهو اتان اڏامي واپس اچي ويو. پکين کي ڪي بہ سرحدون ناهن ٿينديون. انهيءَ اسٽوري تي سوچيندي، شيخن جي گهرن ۾ ڪبوترن ڏي نهاريندي. اسين اتان روانا ٿي وياسين اڃا ڪبوتر اسان جي اندر ۾ اڏڻ لڳا اسان جي خيالن جو آسمان ڪبوترن سان پرجي ويو.

# مادان

اينٽروپالاجي جي شاگردن عرب ملڪن ۾ جيڪي ڏڪا ڪاڏا آهن، ۽ جيڪي قبيلن تي تحقيقون ڪيون آهن. انهن تحقيق ڪندڙن عراق ۽ ايران ۾ هڪڙو اهڙو قبيلو به ڏٺو آهي. جيڪو قبيلو ڪٿان به نه عراقي ٿي لڳو ۽ نه ئي وري هو ايراني ٿي لڳو. اهي اينٽروپالاجي جا شاگرد انهي قبيلي تي تحقيق ڪندي نيٺ انهي نتيجي تي وڃي پهتا ته اهو قبيلو ڪنهن به عرب نسل مان ناهي. ڏکڻ عراق واري علائقن ۾ پاڻي جي چرن جي ڪنارن ۽ ڍنڍن تي وسندڙ اهو قبيلو ڪير آهي ۽ ڪٿان آيو آهي؟ اهي ايٽروپالاجيسٽ انهي ڪم جي پٺيان تحقيق ڪرڻ ڪي لڳي ويا.

انهي قبيلي کي اتي جا رهندڙ مقامي ماڻهو "مادان" قبيلو چون ٿا. اهي ماڻهو بنيادي طور تي اتي مينهون پاليندا آهن. مينهون انهن جي گهر جون جهڙيون ڪر پاتي آهن. اهي مينهون پاليندڙ گهر اڏي ناهن ويهندا گهڻو ڪري خانه بدوشن واري زندگي گذاريندا آهن. انهي قبيلي جا ڪجهه ماڻهو اتي ٻني ٻاري جو ڪم به ڪندا آهن. گهڻا ماڻهو وري مڇي مارڻ جو ڪم به ڪندا آهن. ايئن سمجهو ته عراق ۾ مڇي مارڻ وارو ڪم ئي مادان قبيلي جي ماڻهن جي حوالي آهي. اهو قبيلو توڙي جو عراقي آهي، پر انهي قبيلي جا ڪجهه ماڻهو ايران ۾ به ملن ٿا. اينٽرو پالاجي جي انهن شاگرن انهي قبيلي کي انهي ڪري غير عربي سمجهيو جو انهي قبيلي جون جسماني بناوت نيڻن نڪين ۽ انڌسارون، يا ايئن ڪٿي چئون منهن مهاندبو عربن سان نٿي مليو. انهي قبيلي کي اتي جا وسندڙ اصل عرب ۽ عراقي گهٽ ڪري سمجهن ٿا. ايسيتائين جو انهن کي نفرت جي نگاهه سان به ڏسندا آهن. عرب انهن

ڪي غير عرب سمجهن ٿا. انهي ڪي مادان سان گڏ "مارش" قبيلو ڪري بہ سڏيندا آهن. انهي مارش يا مادان قبيلي جو اوڍڻ پهرڻ بہ بلڪل اتي وسندڙ عام عراقي ۽ عربن جهڙو آهي. پر انهن ۾ گهٽيون ڳالهيون انهن عراقين ۽ عربن جهڙيون ناهن. انهن ۾ صرف انهن جو منهن مهاندو ۽ چمڙي جو رنگ نہ پر ٻيون بہ اهڙيون ڳالهيون آهن. جيڪي عام طور تي عرب يا عراقي ڪلچر جو حصو ناهن. جيئن عام طور تي مادان قبيلي جي هر گهر جي ٻاهران اوطاق هوندي ئي هوندي آهي. جتي اوطاق تي اهي مادان هر روز رات جو گڏجي ڪچهريون ڪندا آهن. اهي پنهنجي انهي مادان قبيلي جا گهڻا تڻا فيصلا بہ انهي اوطاقن تي ڪندا آهن. اهي فيصلا بہ راجوڻي طريقن سان ڪيا ويندا آهن. جنهن ۾ انهي قبيلي جا اڪثر ماڻهو گڏجي ويهندا آهن. انهي اوطاق تي هنن جي ئي قبيلي جي مهمانن جو اچڻ وڃڻ بہ ٿيندو رهندو آهي. جنهن جي ڪري اهو قبيلو بہ مهمانواز آهي. انهن جو هڪڙو اڳواڻ بہ هوندو آهي. جنهن کي پاڻ سردار بہ چئي سگهون ٿا. اهي تحقيق ڪندڙ چونڊا تہ انهي قبيلي جو رويو شين ڏانهن صحرا ۾ رهندڙ ماڻهن جي رويي جهڙو آهي. انهن جا گهر گهڻو ڪري ڊگهيون لانديون آهن. جيڪي سر جي ڪانن مان ٺاهيل آهن. انهي قبيلي تي تحقيق ڪندڙن يورپي محققن جو خيال هو تہ هي ماڻهو پنهنجي منهن مهاندن، رهڻي ڪهڻي ۽ گهرن جي بناوت مان ائين ٿو لڳي تہ اهي گڏيل هندستان جي ڪنهن علائقي جا ماڻهو آهن.

صدام حسين جو دور هن قبيلي جي لئہ سڀ کان گهڻو ڏکيو دور هو. صدام حسين هن قبيلي جي خلاف رڻ ٻاري ڏنو هو. انهي دور ۾ هن قبيلي جي ماڻهن کي اتي مهاجر قرار ڏنو ويو. هي اهي ماڻهو هئا، جيڪي پنهنجي ئي وطن ۾ مهاجر ڪئيمپن ۾ ايران ۽ عراق ٻنهي ملڪن ۾ بہ رهيا آهن. انهي جو شايد هڪڙو سبب اهو آهي، اهي مادان قبيلي جا ماڻهو بنيادي طور شيعا فرقي سان تعلق رکن ٿا. انهي ڪري ئي شايد صدام حسين هنن جي علائقي کان درياءَ ڪسڻ جي ڪوشش بہ

ڪئي. جيئن انهن جي زراعت تباھ ٿي وڃي. انهن ئي ڏينهن ۾ انهي مادان قبيلي وارن ماڻهن جي ڳوٺن تي بم بہ ڪيرايا ويا. هنن جي گهٽن ڳوٺن کي باهيون بہ ڏنيون ويون. سو اهو دور انهي قبيلي جي لئہ عراق ۾ ڏکيو دور هو. هونءَ بہ انهي قبيلي جي اتي عراق ۽ ايران ۾ ڪا سماجي حيثيت گهٽي خاص ناهي.

عراق ۽ ايران ۾ سماجي اڻ برابري کي برداشت ڪندڙ هن قبيلي جي هن دور ۾ اوهان ڳولا ڪندا ۽ هنن جو ڪو ڦوٽو اوهان جي اکين اڳيان اچي ويو تہ اوهان کي ايئن محسوس ٿيندو، هي تہ عرب ناهن. اسان جي ئي ڪنهن ڳوٺ جا ماڻهو آهن. اجان جي هنن جي ڪنهن لانڍي واري گهر جو ڦوٽو اوهان جي اکين اڳيان اچي ويو تہ اوهان کي پڪو يقين ٿي ويندو تہ هي ڪو لاڙ جو قبيلو آهي جيڪو وڃي عراق ۽ ايران مان نڪتو آهي. مون جڏهن تازو سنڌي ۾ ترجمون ٿيل ڪتاب "لاڙ جي چوڙ واري علائقي جا جت" پڙهيو پئي تہ انهي ڪتاب جي پهرئين صفحن تي انهي مادان ۽ مارش قبيلي جو ذڪر ڏٺو تہ ڪجھ ڏينهن انهن جي ڪوٺ ڪوٺان ۾ لڳي ويس. انهن تحقيق ڪندڙن جو خيال آهي تہ اهي مادان اصل ۾ سنڌ جا جت آهن. جڏهن حجاج بن يوسف جي دور ۾ سنڌ فتح ٿي تہ اهي عرب هتان ڪان هن قبيلي کي غلام ڪري پنهنجي مينهن سميت وٺي ويا هئا. هنن انهن کي وڃي عراق ۽ ايران ۾ وڪرو ڪيو هو. انهن ڏينهن ڪان اهو قبيلو اتي ئي عراق ۽ ايران ۾ مادان ٿي ڪري رهجي ويو. جڏهن هنن اتي اهو محسوس ڪيو تہ اهو قبيلو اصل ۾ سنڌ جو آهي تہ اهي ٻئي تحقيق ڪندڙ زال مڙس ڊاڪٽر دئسگرڊ ويسٽفل هيلبش ۽ ڊاڪٽر هينزي ويشٽفل هتان اچي نڪتا آهن. هنن هتي اچي انهن مادان ۽ هتي لاڙ واري علائقي جي جتن کي پاڻ ۾ ڀيٽايو آهي. هنن انهي ڪتاب ۾ نہ صرف انهن کي ڀيٽايو آهي پر سنڌ ۾ رهندڙ جت قبيلي انهن جي ريتن رسمن مينهنون پالڻ ۽ سنڌ ۾ رهندڙ مختلف جت قبيلي جي پاڙن يا نکن تي تفصيل سان لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ جت قبيلي جي تفصيلي تاريخ بہ آهي. هو لکن ٿا تہ عربن جي

ڪاھہ وقت جتي برھمڻن سنڌ جي ڄٽن سان ظلم ڪيا. اتي ھنن جتن لئہ بہ صفا سخت سزائون مقرر ڪيون. ھنن جي بندش ھئي تہ جت ضرورت ڪانسواءِ پاڻ سان گڏ تلوار نہ ڪڻندا، اھي سوٽي ڪپڙي بدران اوني لباس پھريندا. ھنن کي ريشمي ڪپڙا پھرڻ جي سخت منع ٿيل ھئي. اھي مٿي تي پوتيون ڳاڙھيون يا ڪاريون اوني ڪپڙي جون ڍڪيندا. گھر کان ٻاھر نڪرندا تہ ڪتو بہ ھنن سان گڏ ھوندو. گھوڙي تي ھني ڪانسواءِ سواري ڪندا. ھنن کي اگھاڙي مٿي ۽ اگھاڙي پيرين ھلڻو ھو. حڪمران جي چلھہ لئہ ڪاٺيون ڏيندا. حڪمرانن لئہ جاسوسي ڪرڻ ھنن جي ذميواري ۾ شامل ھو. رستن جي رھنمائي ڪرڻ ھنن جي بنيادي ذميواري ھئي. ھو لکن ٿا تہ موجوده سنڌ ۾ راڄ ملڪ جاتي جي پرسان جتن جي سردار جي رھائش گاھہ آھي. جڏھن بہ نئين سردار جي چونڊ ٿيندي آھي. تڏھن جتن جو ھر وڏيرو پاڻ سان گڏ پڳ جو پٽڪو کڻيو ايندو. نئين سردار جي پڳ کي سڀ کان پھريون ور ڪا وڏي شخصيت ڏيندي آھي. جنھن کي خاص طور تي گھرايو ويندو آھي. پھرئين ور کان پوءِ پنھنجي اوڙڪ وارو ۽ ايئن جتن جي سڀني اوڙڪن وارا ور ڏيندا آھن. ايئن اھي سڀ سردار جي زيردست ٿي ويندا آھن. ھر قبيلي وارو پڳ سان گڏ سردار لئہ سوکڙي بہ کڻي ايندو آھي. ھڪڙو خيال آھي راڌو ۽ ھمر اورنگزيب کان جاگيرون ورتيون جنھن جون سندون اڄان تائين راڄ ملڪ وارن جتن وٽ آھن. اھي ملڪ خاندان فرسٽ ڪلاس جاگيردار ھئا. جن کي ڍلون بہ معاف ھيون. ھن ڪتاب ۾ حمر ۽ راڌي جت بابت مختلف قصا آھن. ھي محقق لکن ٿا تہ ھن قبيلي جون عورتون مردن مٿان حاوي ھونديون آھن. جڏھن چاھينديون آھن تہ پنھنجو مڙس ڇڏي وڃي ٻيو مڙس ڪنديون آھن. ھو اڳتي لکن ٿا تہ ملڪ قبيلي جي روايتن کان مٿاھون آھي. ڪيس اجازت ھوندي آھي تہ قبيلي جي ڪنھن بہ ماڻھو جي اجازت بنا سندس گھر ۾ ھليو وڃي. ھو ڪنھن بہ عورت سان بنا پردي جي ڳالھائي سگھندو آھي. ھو انھن اصولن جي پٺ پيڪڙي ڪري سگھندو آھي جيڪي ھو پاڻ جوڙيندو آھي. اڳي اونار

جتن جون عورتون بازار ۾ سامان وٺڻ ۽ وڪڻڻ پاڻ وينديون هيون. پوءِ ملڪ اهو فيصلو ڪيو تہ ڪا بہ جت عورت بازار ۾ نہ ويندي. انهي سان جتن جي عزت ۽ آبرو کي نقصان آهي. هڪڙي اها بہ آهي تہ عربن جي سنڌ تي ڪاهہ وقت جتن عربن جي مدد ڪئي هئي. فقيرائي جتن جو ڏاڏو سانولو فقير جت آهي. انهن جتن ۾ منہ راڄ ۽ پڪي راڄ جت بہ آهن. پڪي راڄ راتو رات بہ لڏو ڪٽي هليا ويندا. هي لکن ٽا جڏهن جت عراق ڏانهن ويا تہ نہ رڳو مينهون پر پاڻ سان گڏ ساريون بہ کڻي ويا. اڄ بہ ڏکڻ عراق ۾ سارين جو فصل عام جام ٿئي ٿو. هن ڪتاب ۾ بيون بہ جتن، مينهن ۽ اٺن بابت ڪافي ڳالهيون آهن انهي ڪري اهو ڪتاب ضرور پڑهو.

# راوڙي

هوءَ رڳو پنهنجين اکين جي ڪري مشهور هئي. اهي اکيون پوءِ جڳ مشهور اکيون بڻجي ويون. اهو هن جي اکين جو ڪمال هو يا جڳ مشهور فوٽو گرافر اسٽيو مڪ ڪيوريءَ جي فوٽوگريءَ جو ڪمال هو! جنهن جي ڪري هن جي اکين کي عالمي شهرت ملي. 1985ع ۾ جڏهن افغانستان جنگ جي ميدان بڻيل هو، تڏهن پهريون ڀيرو اسٽيو مڪ ڪيوري اهي اکيون پاڪستان جي هڪڙي پناهگير ڪيمپ ۾ ڏٺيون هيون. اسٽيو مڪ ڪيوري هن جو اهو فوٽو جڏهن ڪڍيو هو، تڏهن هن جي عمر ڏهه سال هئي. ان فوٽوءَ جي جڳ مشهوريءَ کان پوءِ به سترهن سالن تائين هن کي اها خبر نه هئي ته ڪو هن جو فوٽو ايڏو مشهور ٿيو آهي. وري اسٽيو مڪ ڪيوري هن تي 2002ع ۾ هڪ ڊاڪيو مينٽري فلم به ٺاهي هئي. هن تڏهن پهريون ڀيرو ميڊيا تي ڳالهه ٻولهه ڪئي هئي. هن جي تيرهن سالن جي عمر ۾ شادي ٿي هئي. نيشنل جيوگرافيءَ وارن جي ميگزين جي ٽائيٽل پيج تي شايع ٿيل اهي اکيون شربت گل جون هيون. انهيءَ شربت گل سان پوءِ افغانستان جو صدر به مليو هو. هڪڙي فوٽو گرافر جي فوٽو جي ڪري اها شربت گله افغانستان جي سڃاڻپ بڻجي چڪي هئي. انهن اکين کي سايون اکيون سڏيو ويو. اها شربت گل پاڪستان ۾ جعلي شناختي ڪارڊ رکڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار به ٿي هئي.

خانه بدوش قبيلن جي پنيان رولاڪيون ڪندي، هوبهو اهڙيون اکيون، مون هڪ سال اڳ، منيءَ کان نهٽي تائين ٺهندڙ روڊ تي، هڪڙي راوڙي عورت جون ڏٺيون هيون. نه ته آئون اسٽيو مڪ ڪيوري هوس، نه وري هوءَ شربت گل هئي، پر جيئن ئي گاڏي ميوهر

واري وڏيءَ پٽ تان لهي، روڊ تي هلندڙ ڪم وارن پٿرن تان آهستي آهستي گذري رهي هئي تہ مٽي تي تغاريءَ ۾ پٿر ڪنيل عورت، جڏهن پنهنجون اکيون کنيون تہ اوڏي مهل مون کي شربت گل جون اکيون ياد آيون ۽ ميگزين جو ٽائيٽل پيج ذهن جي اسڪرين تي اچي بيهي رهيو. اوڏي مهل منهنجي زبان مان اوچتي رڙ نڪتي: "اڙي هي تہ شربت گل جي اکين جهڙيون اکيون آهن." جيستائين آئون گاڏي روڪي انهيءَ عورت جو فوٽو ڪڍان، تيستائين اها عورت پٿرن سان ڀريل تغاري روڊ تي اڇلي وڃي چڪي هئي. اوڏي مهل مون وٽ ڪا ڪئيميرا بہ نہ هئي، جو ان راوڙيءَ جي ساين اکين جو فوٽو ڪڍي سگهان ها. ڪوشش هئي تہ ان عورت جو موبائيل تي ئي فوٽو ڪڍي وٺان، پر نہ ڪڍي سگهيس. منهنجي اها ڳالهہ رڳو اهي ماڻهو سمجهي سگهن ٿا، جيڪي فيلڊ جرنلزم جا ماڻهو آهن تہ اهو سڀ ڪرڻ ڪيترو ڏکيو هوندو آهي. ڪنهن عورت جو فوٽو اوهان نہ ٿا ڪڍي سگهو، پوءِ ڀلي اُها خانہ بدوشڻ ئي ڇو نہ هجي. تنهن ڪان پوءِ ان راوڙي عورت جي ڳولا ۾ لڳي ويس. ڪيترن ئي خانہ بدوشن جا ڏيرا پيڙا ۽ پڪا ڳوليا، پر اها عورت اڄا تائين ناهيان ڳولي سگهيو. مون هن جي اکين جو حوالو ڏئي ڪيترن ئي راوڙن کان انهيءَ عورت جو پڇيو، پر اها عورت نہ ملي سگهي. شربت گل تہ پنهنجين اکين جي ڪري جڳ مشهور بڻي، پر اها راوڙي عورت اهڙين اکين هوندي بہ، پنهنجي قبيلي ۾ بہ ايتري مشهور ناهي. مون کي ويساهہ آهي تہ سنڌ جو ڪونہ ڪو خانہ بدوش فوٽوگرافر ان راوڙي عورت کي ضرور ڳوليندو ۽ هن جون اهي اکيون ڪڏهن نہ ڪڏهن ڪنهن ميگزين جي ٽائيٽل پيج تي هونديون. اُهي اکيون، جن جي ڳولا ۾ پاڻ بہ اڄ سنڌ رليا آهيون.

اها ساين اکين واري عورت ان راوڙا قبيلي مان هئي، جنهن جا ابتا پيرا وري بہ سرحد پار راڄڻ پور ۾ ڪتن ٿا. تنهن ڏينهن تلهار جي هڪ ڏيري ۾، هڪڙي راوڙي ٻڌايو تہ، اسان جي هٿ جي لڪيرن ۾ شايد وطن، ملڪيت ۽ گهر لکيل ئي ناهن. بس هڪ شهر کان ٻئي شهر

ڦرندا رهون ٿا. اسان جو هاڻ ڪم رڳو وڃي رودن تي پٽڙ ڪٽڻ رهيو آهي. جتي بہ رودِ جو ڪم هلندڙ هوندو آهي، اسان جو گهر اتي ئي هوندو آهي. اسان جي قبيلي جون ڪي عورتون ۽ ٻار شهر ۾ پنن بہ ٿا. اسان اصل ۾ راوڙا ذات جا ناهيون. بس سنڌ ۾ اسان کي ماڻهو راوڙا چون ٿا، پر اسان جي اصل ذات واگهڙي آهي. اسان واگهڙين جون بہ وري ست نکون آهن. واگهڙي، ڪڇي، سيوهڻ، پرمار، وڻاڇي، هانڪلا ۽ گونديا. ٻين هندن ۾ شادي هڪڙي ٿيندي آهي، پر اسان واگهڙي ڪيتريون بہ شاديون ڪري سگهون ٿا. تنهنڪري اسان جا ٻار بہ جام ٿيندا آهن. هڪڙي هڪڙي جا اوٺيهہ ويهہ ٻار بہ آهن، بس جيڪو مرد جيتريون عورتون سنڀالي سگهي، اوتريون شاديون ڪري سگهي ٿو. اسان وٽ عورتون بہ ڪيتريون ئي شاديون ڪري سگهن ٿيون. شاديءَ جي رسم اسان جي بہ ساڳي آهي. ڇوڪري جو پيءُ اڇي ڇوڪريءَ جي مائٽن ڪان سڱ گهرندو آهي. ان ڏينهن انهيءَ پاڙي جا سڀ واگهڙي رشتيدار بہ گڏ ٿيندا آهن. ڇوڪريءَ جو پيءُ ڇوڪري جي پيءُ جي هٿ تي پنج سئو رپيا رکندو آهي ۽ پنهنجيءَ ڌيءَ جي پارت ڪندو آهي تہ منهنجي ڌيءَ کي سک ڏجو، ڏک نہ ڏجو. هيءُ اڻ گهوڙي جو واپار ناهي، هيري جو واپار آهي. اهي پنج سئو رپيا پوري پنچائت ۾ پيا هلندا، هڪ هٿ کان ٻي هٿ تائين. جنهن جي هٿ ۾ اهو پنجن سئو جو نوٽ ايندو، اهو وري ڇوڪري جي پيءُ کي ڇوڪريءَ جي پارت ڪندو. هن ٻڌايو تہ اسان وٽ گهڻي ڀاڱي شاديون ٽٽي وينديون آهن. جڏهن شادي ٽٽندي آهي تہ اسان وٽ رواج آهي تہ ڇوڪريءَ جو پيءُ ڇوڪري کي اهي پنج هزار موٽائي ڏيندو آهي، جيڪي هن شادي مهل ورتا هئا. اها عورت وري ٻي شادي ڪري سگهي ٿي. وري جنهن سان اها عورت شادي ڪندي، تنهن کان هن جا پيءُ ماءُ وري ساڳيا پنج هزار رپيا وٺندا آهن. اها اسان وٽ رسم آهي. ان کي عورت جو وکرو نٿا سمجهون. ٻار مرد کي واپس ڪندا آهيون. جيڪڏهن ٻار صفا ننڍا هوندا تہ ان جو خرچ مردُ، تيستائين عورت کي ڏيندو رهندو، جيستائين اهي وڏا ٿي وڃن.

جڏهن وڏا ٿيندا تہ ٻارن کي پيءُ وٺي ويندو آهي. اسان وٽ هڪڙي عورت ان طريقي سان ڏهہ شاديون بہ ڪري سگهي ٿي. پر ٻي شاديءَ مهل والدين گهوٽ کان لکرائي وٺندا آهن تہ اهو هاڻ عورت کي نہ ڇڏيندو. جڏهن آئون انهن راوڙن سان ڪچهري ڪري رهيو هوس تہ هڪڙي پوڙهي راوڙي وچ وچ ۾ چئي رهي هئي تہ، بس ابا! اسان کي لڄميءَ جو چنڊو ناهي. راوڙي عورت منگل سوتر ايئن هميشہ لاءِ ناهي پائيندي، جيئن ٻيون هندو عورتون پائينديون آهن. منگل سوتر هنن جي سهاڳڻ هجڻ جي نشاني آهي، پر راوڙي عورت بس رڳو شاديءَ واري رات منگل سوتر پائيندي آهي. جڳ پري ۽ جوڳٽيءَ کي مڃيندڙ اهي راوڙا، ڪوڙيال ۽ ميلڙي سان گڏ هڙومان ۾ بہ عقيدو رکندا آهن. راوڙا مردن کي ساڙيندا نہ، پر پوريندا آهن.

اهو راوڙا قبيلو جنهن جي سنڌ ۾ سڃاڻپ هاڻ راڄو راوڙي بہ آهي، جيڪا پنهنجيءَ برادريءَ جا فيصلا بہ ڪندي آهي، پر پاڻ گڏهہ گاڏي تي اڄ بہ ڳوٺن ۾ سامان ڪٻائي پنهنجو پيٽ پاليندي آهي. هن جي عمر سٺو سالن کان مٿي آهي. هن ورهاڱو پنهنجين اکين سان ڏٺو ۽ انهيءَ کي ڀوڳيو بہ. هن جو اڌ خاندان مڙس سميت سرحد جي هُن پار رهجي ويو، جنهن جي ملڻ کان سواءِ ئي شايد راڄو هيءُ جهان ڇڏي ٿندي باڳي واري راڄو راوڙي شايد هلي بہ وڃي، پر اها عورت جنهن جون اکيون سايون آهن، سا هن قبيلي جي سڃاڻپ ٿيندي.انهي عورت جهڙين اکين جو ڏس مونکي وري ماتلي جي راوڙن ۾ مليو. اتي انهي جهڙيون سايون اکيون تہ ڏٺيون پر هي اهي اکيون نہ هيون. اتي وينل هڪڙي راوڙي مونکي ٻڌايو تہ اڳي اسان ۾ اهين شاديون نہ ٿينديون هيون. اسان صرف گيتا جي اڳيان گهوٽ ۽ ڪنوار کي ويهاريندا هئاسين. انهي تي قسم کڻندا هئا. بس نکو چوٺري نکو ٻي هوندي هئي. هاڻ هي سڀ رواج ٿيا آهن. بس انهن اکين جي ڳولا جاري آهي.

# ميران جوڳڻ

ميران سُڪل گاهه ۽ ڪاٺين سان ٺاهيل جهوپڙيءَ مان هڪ ننڍڙي ڪارو ڪٽي آئي ۽ ان تي پيل نيري رنگ جو ڍڪ هٽائي ڇڏيائين. ڪاري اندر رومال ۾ هڪ وڏو ڪاريهر نانگ وڪوڙيو سڪوڙيو ننڊ پيل هو. هُن پنهنجين آڱرين سان ڪاريهر نانگ کي هلڪي ٺڪي هڻي ته، ڇهن فوٽن جو ڊگهو نانگ جاڳي پيو ۽ ننڊ ڦٽڻ تي ڪاوڙ جو اظهار ڪرڻ لڳو! هُو پنهنجي ڦڻ ڦهلائي جهومڻ لڳو. هن جون اکيون ميران جي نظرن کي جاچي رهيون هيون.

اٺون ان وقت مٺيءَ کان، 50 ڪلوميٽر پري، هڪ ننڍڙي ڳوٺ سوڀاروشاهه ۾ ترسيل هئس. مٺي، ٿرپارڪر ضلعي جي وچ تي قائم آهي. سوڀارو شاهه هن علائقي ۾، هنڌ هنڌ تي آباد ننڍڙن ننڍڙن ڳوٺن مان هڪ ڳوٺ آهي. اُتي ميران ۽ لاڏائو قبيلا آباد آهن. لاباري وارن ڏينهن ۾ اُهي جوڳي، فصلن جو لابارو ڪندا آهن، تنهن جو کين گهٽو گهٽ معاوضو ملندو آهي. اِهي سڄو سال ٿرپارڪر ۾ هيڏانهن هوڏانهن رولاڪيون ڪندا ۽ نانگن جو تماشو ڏيکاريندا وتندا آهن. هٿ سان ٺاهيل شيون وڪڻندا آهن. سندن سڄاٽپ ڪلهن تي لڙڪندڙ رلين ۽ ٻئي سامان ـ ڪاريهر نانگ ۽ مُرلي وغيره مان، سولائيءَ سان، ٿي ويندي آهي.

ٿرپارڪر سان تعلق رکڻ ۽ جوڳين سان ڪم ڪرڻ سبب، آئون نا ڳ پڪڙيندڙ هڪ عورت کي سڃاڻان، جيڪا هن علائقي ۾ ڀهرين جوڳڻ آهي، جيڪا وڏيءَ بهادريءَ سان ڪاريهر نانگ پڪڙيندي آهي. مون سندس ڳولا لاءِ پنهنجو سفر مٺيءَ کان شروع ڪيو هو.انهي سفر ۾ مون سان عمران درس به گڏ هو.ميران اصل ۾ عمران درس جي ڳوٺ

جي آهي. پنهنجي فوٽو گرافر سان گڏ، واريءَ جي دڙن تي ڊرائيونگ ڪري رهيو هيس. واٽ ويندڙ مقامي ماڻهن کان ان عورت بابت پڇڻ تي هنن مون کي ٻڌايو تہ اُها جوڳڻ ٽيوب ويل ويجهو آباد هڪ ڳوٺ ۾ رهندي آهي. سياري جا ڏينهن هئا. ڏينهن مهل گرمي پد 25 ڊگري سينٽي گريڊ هو، پر رات مهل ٿڌ ۾ واڌ ٿي ويئي. ڪهاڻيءَ جي شروعات هن طرح آهي تہ، اسين نيٽ وجي ان ڳوٺ کي رسياسين. مٽيءَ ۽ سُڪل گاهہ جي ٺهيل ننڍڙين جهوپڙين جي وچ ۾ ويٺل 50 ورهين جي ميران پنهنجين ٻن ٻڪرين ۽ ڳئون جي سار سنڀال ڪري رهي هئي. سندس مزاج پنهنجائپ وارو هو. ويجهو پهتاسين تہ سندس مُک تي مرڪ اُڀري. هُن هٿ سان ٺاهيل هڪ چادر زمين تي وڇائي، جيڪا اسان سڀني جي ويهڻ لاءِ تمام پُوري نہ هئي، تنهنڪري اسين واريءَ تي ئي ويهي رهياسين. ٿڌ جي موسم ۾ واريءَ جا ذرڙا ڏاڍا ٿڌا محسوس ٿي رهيا هئا، پر ميران کي ڪابہ پريشاني نہ هئي. مقامي ماڻهو ويجهي کان گذري رهيا هئا، جن کي گهڻي پاڳي ڪاريون چادرون ويڙهيل هيون، جن تي چمڪندڙ ڏاڳن سان پرت پريل هو. ميران اسان جي وچ ۾ اچي ويهي رهي. هُن کي اجرڪ جو گهاگهرو پاتل هو. ڳچيءَ ۾ موهيندڙ مالا ۽ آگر ۾ سوني منڊي پاتل هئس. هُن سگريٽ جا ڪش هڻندي، پنهنجيءَ ڌيءَ کي چانهہ ڪٺي اچڻ جو چيو، ۽ مرڪندي پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائڻ لڳي.

"هيءَ نانگ جو مٽڪو آهي ۽ اوپر جي تهذيب ۾ اُن سان وڏيون روايتون جڙيل آهن. منهنجو مڙس بہ جوڳي هو، پر هو ڪاريهر نانگ کي ڇُهڻ سان ئي ڊڄي ويندو هو. هو جڏهن بہ نانگ پڪڙڻ لاءِ ٻرپٽ ۾ ويندو هو تہ آئون ساڻس گڏ هوندي هئس." ٻئي زال مڙس گڏ هوندا هئا. نانگن جي ڏر ڏسڻ تي ميران جو مڙس اُن ۾ لڪل ڪاريهر نانگ جو ڊيان پاڻ ڏانهن ڇڪائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳندو هو. ان موقعي تي اُهي ئي طريقا استعمال ڪيا ويندا هئا. جيڪي عام طور جوڳي ڪيترن ئي ڏهاڪن کان استعمال ڪندا آيا هئا. نانگ جي ڏر مان ٻاهر اچڻ تي ميران جو مڙس سندس مٿي ۾ ڏڪ هڻندو هو ۽ پوءِ ميران پنهنجن هٿن سان

ڪاريهر نانگ پڪڙي ڪاري ۾ بند ڪندي هئي. 2007ع ۾ دل جي دوري پوڻ سبب سندس مڙس جي موت کان پوءِ به ميران نانگ پڪڙڻ جي ڪم کي جاري رکڻ جو ارادو ڪيو، پر ڪيس پهريون موقعو به سال اڳ تڏهن مليو، جڏهن هوءَ پنهنجي ڌيءَ سان گڏ ڪپهه چونڊڻ جو ڪم ڪري رهي هئي ته نانگ سندس ڌيءَ جي پيرن ويجهو چرپر ڪئي. نانگ کي ڏسندي ئي سڀ ماڻهو ڀڄي ويا. ڌيءَ پريشانيءَ ۾ ماءُ کي به پري ڀڄي وڃڻ لاءِ چيو، پر ميران اهو ارادو ڪري ڇڏيو هو ته هوءَ هر صورت ۾ ڪاريهر نانگ کي پڪڙيندي. ميران ويجهي وڻ مان هڪ ٽاري ڀڳي ۽ نانگ جي پٺيان لڳي پئي. نانگ وڏيءَ آسانيءَ سان واريءَ ۾ لڪي ويندا آهن، جنهن ڪري هو تيزيءَ سان چرپر ڪرڻ جي قابل ٿي ويندا آهن ۽ پوءِ زمين هيٺ گم ٿي ويندا آهن، پر اُتي واري نه هئي. پٿريلي زمين هئي ۽ ويجهو ئي پاڻيءَ جو واهه وهي رهيو هو. ميران تيزيءَ سان ڪاريهر نانگ جو اڳ جهلي ورتو ۽ سندس مٿي ۾ لت سان ڌڪ هڻي ان کي هٿن سان پڪڙي ورتو. سندس ڌيءَ رڙيون ڪرڻ لڳي ته نانگ مان هٿ ڪڍي، پر ميران نانگ هٿان نه ڇڏيو. ٻيا ماڻهو به حيرت وچان ميران کي ڏسي رهيا هئا. ميران ڪاريهر نانگ کي پنهنجي ٿيلهي ۾ وڌو ۽ ٿيلهو وڻ سان ٻڌي، اطمينان سان ٻيهر ڪم ڪرڻ لڳي. ان ڪان پوءِ هوءَ نانگ گهر کڻي آئي. ان کي ان ڪاري ۾ بند ڪيائين، جيڪا ڪڏهن سندس مڙس جي استعمال هيٺ هوندي هئي.

ميران جي اها دليري ان ڏينهن به چٽي هئي، جنهن ڏينهن اسان جي سائس ملاقات ٿي. ڪاري ۾ ڪاريهر نانگ بند هو. جيڪو خطرو ڀڄي پئي سگهيو. ڪاري ۾ ڪجهه پٿر، زيور ۽ هڪ مڻڪو به پيل هو. جوڳي ان تي ويساهه رکندا آهن ته، مڻڪو مريضن کي شفا ڏيندو آهي. مڻڪو ان وقت وجود ۾ ايندو آهي، جڏهن نانگ جي پٺيءَ تي چنبڙيل واريءَ ۾ سندس زهر ملي ويندو آهي. نانگ جي ڪکڻ جو علاج گهڻو ڪري زخم تي مڻڪو رکي ڪيو ويندو آهي. اهو جسم مان زهر چوسي وٺندو آهي. ميران آهستي آهستي ڪاريهر نانگ کي ٽيٽيءَ مان ٻاهر

ڪڍيو. هُن اسان کي ٻڌايو تہ ڪاري ۾ پيل ٿيلهي ۾ هڪ ٻيو ننڍو نانگ بہ موجود آهي. ميرا ٻڌايو: "ڪاري ۾ موجود هر شيءِ وڪرو ڪري سگهجي ٿي، پر ڪاريهر ۽ مٽڪو نہ." هُن جڏهن ڪارو بند پئي ڪئي تہ، ڪاريهر نانگ چرپر ڪرڻ لڳو.

مون جوڳين سان گڏ ڪيترائي ورهيہ گذاريا آهن. سندن ثقافت ۽ زندگي گذارڻ جي طور طريقن بابت لکيو آهي، پر سندن رسمن ۽ عقيدن بابت، اجا سوڌو، چٽي ۽ مستند ڄاڻ نہ ملي سگهي آهي. مثال طور، ميران جي نرڙ تي هڪ روحاني ٽيٽوءَ جو نشان موجود هو. ان بابت هن ٻڌايو تہ اهو چنڊ آهي. پر مون کي ستارو ڏسڻ ۾ پئي آيو. ميران جي ڀروئن تي ٽيٽوءَ جا نشان ڦهيل هئا. تنهن بابت هُن گهٽي ڳالهہ نہ ڪئي، پر ايترو چيو: "جنت جوڳين جي عقيدي پٽاندر انتهائي مشڪل مظهر آهي." ميران لاءِ زندگي آسان ناهي. سندس ست ڌيئرون ۽ هڪ پٽ آهي. ٻن ڌيئرن جي ويجهي برادريءَ ۾ ئي شادي ٿي هئي، جن کي سندن مڙس ڇاڏي ڇڏي چڪا آهن. اهڙو عملُ جوڳين ۾ عام آهي. ميران ٻڌايو: "انهن عليحدگين جو ڪو جوڳو ڪارڻ نہ هو. اسان جي برادريءَ ۾، هونءَ تہ گهڻا مسئلا پيدا ٿيندا آهن، پر اسان شايد ئي ڪڏهن پوليس جي مدد حاصل ڪئي هجي. اسان پاڻ ئي انهن مسئلن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون." ميران جون ٻئي ڌيئرون واپس وٽس اچي چڪيون آهن. اسان جڏهن ڳالهہ ٻولهہ ڪري رهيا هئاسين تہ ميران جي سڀ کان ننڍي ويهن ورهين جي ڌيءَ اسان سان گڏ اچي ويهي رهي. مون ڪانئس پڇيو تہ ڇا هُن ڪڏهن نانگ پڪڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟ تہ هُن نفيءَ ۾ جواب ڏنو. ميران مرڪي چوڻ لڳي: "منهنجو پاءُ بہ نانگ نہ ٿو پڪڙي سگهي. اِهو وڏو خطرناڪ ڪم آهي."

گذريل سال، گرمين جي موسم دوران، ميران جي مقبوليت ۾ غير معمولي نموني وڌي. سندس خاندان ٿرپارڪر ضلعي جي هاڪڙي درياهہ ويجهي رهي ٿو. پر هنن ننگرپارڪر ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي هئي. هوءَ سڪل گاهہ ۽ پنن مان پنهنجي گهر ناهڻ ۾ رڌل هئي تہ، هڪ

ڪاريهر نانگ ظاهر ٿيو. ان وقت اتي ٻيا جوڳي به موجود هئا، پر ڪنهن
وٽ به لٺ نه هئي. اهو هڪ وڏو نانگ هو، جيڪو پنجن فٽن کان به
ڊگهو هو. جوڳين فيصلو ڪيو ته نانگ کي پڪڙڻ خطرناڪ ته آهي ئي،
پر ايئن ڪرڻ فضول پڻ آهي، پر ميران ساڻن سهمت نه ٿي. ميران هڪ
جوڳيءَ کي چيو ته هو ڪاريهر نانگ جي سامهون مُرلي وڄائي. هُن
مرلي وڄائي ته نانگ هڪ هنڌ بيهجي ويو. ڪنهن به سندس ويجهي
وڃڻ جي ڪوشش نه ڪئي. ميران هوشياريءَ سان ان جي پٺيان کان
اڳتي وڌي ۽ پنهنجي هٿ سان ڪاريهر جي ڦڻ کي پڪڙي ورتو. ميران
ٻڌايو "مون ان ڏينهن وڏو فخر محسوس ڪيو. نانگ پڪڙيندڙن ۾
آئون اڪيلي عورت هئس، جنهن اهڙو ڪارنامو سرانجام ڏنو. مون اهو
محسوس ڪيو ته مون پنهنجي برادريءَ ۾ پاڻ کي هڪ دلير عورت
طور ثابت ڪيو آهي." جوڳي قبيلي جون عورتون گهٽو ڪري فصلن
جو لابارو يا گهريلو ڪم ڪار ڪنديون آهن ۽ پننديون به آهن. نانگ
پڪڙڻ ۽ انهن جي تربيت ڪرڻ مردن جو ڪم آهي. ٿرپارڪر ۾ لاباري
جي موسم ختم ٿيڻ واري آهي، جوڳي هڪ ڀيرو ٻيهر لڏپلاڻ ڪرڻ وارا
آهن. ميران جو خاندان به لڏپلاڻ ڪندڙ خاندانن ۾ شامل هوندو. ميران
هڪ وڏو ڪاريهر نانگ پڪڙڻ چاهي ٿي. گفتگوءَ جي پڄاڻيءَ تي هُن
مرڪندي سگريٽ جو ڊگهو ڪش هنيو ۽ چيو: "ڪاريهر نانگ اسان جي
سڃاڻپ آهن."

# ليڙُو ڪولهڻ

ڪارونجهر جبل کان ٻه چار ڪلو ميٽر اوپر ۾ ڏونگري جي ٽڪري آهي. ان ٽڪريءَ جي پاسي ۾ هڪ اڪيلي قبر آهي. ان قبر جي پير ۾ چارين جا وڏا وڻ آهن، جن جي ڇانوَ ان گمنام قبر تي پوندي رهندي آهي. اڇي چُوني سان رڱيل هن قبر جي وچ توٽي هيٺئين پاسي سائو رنگ ڪيل آهي. هن قبر ۾ مدفون آهي پارڪر جي اها نالي چڙهي عورت، جنهن جو نالو ليڙو ڪولهڻ هو. اوهين اڄ به ننگر شهر ۽ پوري پارڪر جي ڪنهن به وانديءَ ۽ ڳوٺ ۾ سندس نالو وٺندا ته، ماڻهو اوهان کي ليڙو ڪولهڻ جي پوري ڪهاڻي ٻڌائي سگهندا. پنهنجي دور جي خوبصورت ترين ليڙو ڪولهڻ اها پهرين عورت آهي، جنهن جي نالي سان اڄ به پوري پارڪر ۾ اڪيلو وانديو (ڳوٺ) ٻڌل آهي. هو بي حد گهڻي حسين هئي.

ليڙوءَ جي قبيلي جا ابا ڏاڏا، سرحد پار واري علائقي مان هتي آيا هئا، پر سندس جنم پارڪر ۾ ٿيو. گوئل ٽڪ جي هيءَ ڪولهڻ، هونءَ ته پنهنجي اوڙي پهرڻ ۾ هڪڙي روايتي ڪولهڻ هئي، جيڪا جهبو ۽ پڙو پائيندي هئي. مٽيءَ جي پونگري ۾ تماڪ وجهي، مٿان آگوني سان ڏپ ڏئي دکائيندي هئي. پر پنهنجي ٻاڻ ۾ هوءَ هڪ غير رواجي ڳوڻاٽي عورت هئي. ليڙو ڪولهڻ پنهنجي ئي نالي سان آباد ڳوٺ ليڙو جو وانديو ٻڌايو، جتي نم جي وڻ جي پاسي ۾ ٺهيل چونئري ۽ لانديءَ ۾ هن پنهنجي عمر پوري ڪئي. جڏهن صدر فاروق لغاري ننگر شهر ۾ آيو هو ته اربابن، وڏيرن ۽ پٽيلن وچ مان، صدر مملڪت کي نج پارڪري ٻوليءَ ۾ آجياڻي ڏيڻ لاءِ ليڙو ڪولهڻ کي اسٽيج تي گهرايو ويو هو. شايد ان دور ۾ ٿر جي هوءَ پهرين عورت هئي، جنهن هيڏي

وڏي ميڙ ۾ اسٽيج تي ڳالهايو هو. اها تقرير اڄ بہ پوري پارڪر جي ماڻهن کي ياد آهي. ان تقريب ۾ هن صدر لغاريءَ کي ڪلهن ۾ اجرڪ بہ سوکڙي طور پارائي هئي. انهن ڏينهن ۾ هڪ اخباري ڪالم ۾ ارباب نيڪ محمد ڪيس آنگ سانگ سوچي سان ڀيٽيو هو. هاڻ سندس خاندان وٽ صدر لغاريءَ کي پارايل اجرڪ جا فوٽو ئي وڃي بچيا آهن.جيڪي هو چوئنري مان پراڻي لوه جي پيتي مان ڪڍي مونکي ڏيکارين ٿا. اها لِيڙو ڪولهڻ اسيءَ واري ڏهاڪي ۾ ٽائون ڪاميٽي ننگر جي ميمبر پڻ رهي. ڳالهائڻ جي چوڻ هوندي هئي. جيڪا ڳالهہ جيئن سمجهہ ۾ ايندي هئس، اُها هوءَ ست راڄي جي سامهون بہ چئي ڏيندي هئي. هاڻ تہ اهي پارڪريا ڪولهي ليڙوءَ کي پلجي بہ ياد نٿا ڪن، پر ڪڏهن اها سندن هر ڏک سک ۾، سڏ ۾ سڏ ڏيندي هئي. اينئن سمجهو تہ ليڙو ئي ڪولهين جي سڏ جي وراڻي هئي. ڪنهن بہ سرڪاري آفيس ۾ روڪ ٽوڪ ڪان سواءِ چوڻ هلي ويندي هئي. اٽيڙهي ليڙو وڏن وڏن آفيسرن جي ٽيبلن کي وڄائي ڇڏيندي هئي. هن جو تن ڏينهن ۾ بچل ڪوسي سان چوٽان چوڻ جهيڙو ٿيو هو. تڏهن پارڪر تائين تہ ٺهيو، منيءَ تائين بہ پڪو رستو نہ هو. ٽرين جا ڪيس ميرپور خاص جي ڪورٽن ۾ هلندا هئا. بچل ڪوسي سان ٻنيءَ تي ٿيل جهيڙو، هن اڪيلي ڪولهڻ وڙهيو. اڪيلي اڪيلي ڪيڪڙي ۾ چڙهي هر مهيني ميرپورخاص ڪورٽ جي ڀڏنيءَ تي ويندي هئي. وڏيري بچل ڪوسي ڪان اهو ڪيس هن ڪٽيو هو. اُها زرعي زمين اڃا تائين هن جي ڪاتي جي ملڪيت آهي.

جڏهن ٿر ۾، گهٽيءَ گهٽيءَ ۾، اين جي او وارو ڪاروبار شروع نہ ٿيو هو، تڏهن ٿر ۾ سماجي ادارن جي شروعات "ٻانهن ٻيلي" تنظيم ڪئي هئي، جيڪا هاڻ پنهنجن پڇاڙڪن پساهن ۾ آهي. تنهن زماني ۾ جاويد جبار مقامي ماڻهن کي بورڊ تي رکيو هو، جنهن ۾ ڪاڪو الهنواز ڪوسو، فقير مقيم ڪنڀارُ جان محمد ڪوسو هئا. پر تن سان گڏ ان ٽيم جي ميمبر ليڙو ڪولهڻ بہ هئي. ان دوران هن ڪراچي، حيدرآباد ۽ ٻئراجي علائقي جا ٻيا ڪيترائي شهر ڏٺا. گهڻن ماڻهن جو خيال آهي

تہ ليڙو ڪولهڻ کي ليڙو ڪرڻ وارو جاويد جبار هو. جيئن هُن ڪاڪي نواز ڪوسي کي، ميڊيا جي مارڪيٽ ۾، ٿر جي لوڪ ڏاهپ جو ۽ پارڪر جي پهاڙن جو مهندار ڪري لاٿو. چون ٿا تہ ليڙو ڪولهڻ جي هاٿوڪي قبر کي پڪي ڪرائڻ لاءِ پنج هزار بہ جاويد جبار ڏنا هئا. پر جڏهن ان ئي ليڙو ڪولهڻ جي وهي پوئتي موٽ ڪاڏي، سندس حسن جا جلوا جهڪا ٿيا تہ ننگر جي شهر ۾، ان ئي بانهن ٻيلي تنظيم جي آفيس اڳيان ڪنڊي جي وڻ تان لاٿل پن وڪرو ڪندي هئي. تڏهن شايد هوءَ ان اداري ۾ جاويد جبار کان سواءِ ڪنهن کي بہ نظر نہ ايندي هئي. انهي وڏي بلڊنگ جي ڇانءِ ۾ هن جي حيثيت اها وڃي بچي هئي. اڄ اوهين ان آفيس ۾ ويندا تہ، اوهان کي شايد ئي ليڙوءَ جي ڪا تصوير يا هن بابت ڪا بنيادي ڄاڻ ملي سگهي. آئون انهي آفيس ۾ ليڙو بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ لئہ وڃي ڇڪو آهيان چون ٿا تہ ليڙوءَ جي پڇاڙيءَ واري زندگي ڏاڍي ڏکي گذري. فاروق لغاريءَ جي ويٺي اسٽيج تي ڳالهائيندڙ ليڙو ڪولهڻ جي باري ۾ شهر جا ڪجهہ ماڻهو چون ٿا تہ، آخر ۾ ننگر شهر ۾ ڏڪار وارن ڏينهن ۾، جڏهن زمين غيرآباد رهندي هئي تہ، هوءَ پنندي بہ هئي.

جڏهن ليڙو پرلوڪ پڌاريو تہ هن مرڻ وقت وصيت ڪئي هئي تہ، منهنجي مڙهہ کي ساڙڻ بدران پورجو ۽ ڏيوڙي ٺاهڻ بدران منهنجي قبر ٺاهجو. مون کي ڪنهن مقام ۾ پورڻ بدران اڪيلي ئي، پنهنجيءَ زرعي زمين ۾ پورجو ۽ اها زمين گئوچر يعني مال جي چراگاهہ ڪجو. ڪنهن بہ وسڪاري ۾ پوک نہ ڪجو. پر ان ليڙوءَ جي مائٽن، سندس مڙهہ کي ان ٻنيءَ ۾ پورڻ تان، چوٽان چوٽ جهيڙو ڪيو. پوءِ ننگر جي پوليس اچي ليڙوءَ جو لاشُ انهيءَ ٻنيءَ ۾ دفن ڪرايو. هوءَ ليڙو پوليس جي پهري هيٺ دفن ٿي. اڄ هر وسڪاري ۾ اها ٻني پوکي وڃي ٿي. ان ڪڙم قبيلي جا پويان فرد ڏينهن جو ٺري جي نشي ۾ ڌت ملندا. هو جڏهن مونسان مليا تڏهن بہ ٺري جي نشي ۾ ڌت هئا. هن جو پوڙهو پياءُ هن جون يادگيريون سنڀالي رکيو ويٺو آهي.

ليڙو ۽ الهجڙي خان خاصخيليءَ جي عشق جون ڳالهيون بہ ننگر شهر ۾ سُس پُس بدران وڏي واڪ هلڻ ٿيون. چون ٿا تہ ان عشق ليڙو کان پنهنجو گهر بہ ڇڏرايو تہ ور بہ ڇڏرايو. پر انهي ليڙوءَ سان الهجڙي خان بہ توڙ نڀايو.ڄام خان جي وانديئي جو اهو الهجڙيو پوليس ۾ نوڪري ڪندو هو.هو سڄي زندگي اتي ئي ليڙو سان گڏ رهيو. عشق چوٽان چوٽ هو. آخري جڏهن ٿي بي جي بيماري لڳس تڏهن پڇاڙي جا ڪجھ سال پنهنجي گهر آيو. پر پوءِ بہ ليڙو هن تان پيرو نہ ڀڳو هر هفتي هن وٽ ايندي هئي. پنهنجي عاشق جي پيرانديءَ ويهي ويهي هلي ويندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن رات بہ ٽڪي پوندي هئي.جڏهن الهجڙيو گذاري ويو تہ ليڙو چاليهي تائين سندس گهر ويٺي رهي. ساگر خاصخيلي ٻڌائي ٿو تہ اهڙو عشق پارڪر ۾ اسان ڪونہ ڏٺو.الهجڙي ڪانپوءِ بہ ليڙو هن جي گهر سان واسطو ختم ڪونہ ڪيو. ايستائين جو جيڪو چوپايو مال الهجڙي ليڙو کي ڏنو هو. اهو مال ڪاهي هو الهجڙي جي پٽ کي ڏئي وئي.انهي مال ۾ هڪڙو گهوڙو بہ هو جنهن تي الهجڙيو چڙهندو هو. ڪجھ ٻڪريون ۽ رڍون هيون.هو الهجڙي جي پٽ لئہ جڏهن بہ شهر ويندي هئي تہ قسمين قسمين عطر ۽ ٻيو سوکڙيون وٺي ايندي هئي.انهي عطر جي ڪري ليڙو هن ڪوڏاٽي مان سرهيو نالو بہ رکيو هو.هو انهي کي انهي نالي سان سڏيندي هئي.

هن جي ان وانديئي تان اٺ مهل هن جو پوڙهو ڀاءُ چوي ٿو: ”ابا لِيڙو ٻي ڪانہ ٿيندي، بس هوءَ هڪڙي ئي هئي، جنهن اسان کي تڙ بہ ڏنا، ٻنيون بہ ڏنيون، پاڻ زميندار ٿياسين. هن سڀني ڀائرن ڀينرن کي بہ پنهنجون پنهنجيون زمينون وٺرايون. تن کي پونيرَ نري ۾ اڏائن ٿا تہ پيا اڏائن. نہ تہ اسان جا غريب ماءُ پيءُ تہ ڪارونجهر جبل جا پٿر گهليندا ۽ ڪٽندا هئا. شهر ۾ جيڪي جايون اڏبيون هيون، انهن جي لاءِ اهي پٿر استعمال ٿيندا هئا. اڄ پارڪر ۾ ڪولهي بہ ڄام ويٺا آهن، اڳواڻ بہ ڄام آهن، پر لِيڙوءَ وانگر ڪولهين لاءِ وڙهڻ وارو ڪو ناهي.اها ليڙو خوشبو جي وڏي شوقين هئي. پر هاڻ هن جي قبر تي ڪير اگربتي بہ نٿو ٻاري

جو خوشبو محسوس ڪري. دل چاهيو تہ ڪر ليڙو جي قبر تي اگربتين جو بنڊل ٻارجي. اوهين جڏهن بہ ليڙو جي قبر تي وڃو تہ اگر بتيون ضرور ٻاري وڃجو.

# مصري جوڳي

هُو پنهنجي ڪڙم قبيلي جا ابتا پيرا وجي ڳوڳي چوهاڻ واري ڪڙم ۾ ڳنڍائي ٿو. هو چوي ٿو تہ، جوڳين ۾ بہ اسان جي ٽُڪ چوهاڻ آهي. تنهنڪري اسان جو بڻياد اتان ئي اٿيو آهي. هيءُ مصري جوڳي وهري وارو، جيڪو عمرڪوٽ سان لڳو لڳ وينو آهي، اهو چيڙ فقير جو ڏوهٽو آهي، اهو چيڙ فقيرُ جنهن نواب ولي محمد سان حيدرآباد واري راڻي باغ ۾ مقابلو ڪيو هو. جڏهن ذات جوڳي اچي راڻي باغ ۾ گڏ ٿيو هو. اهو مقابلو تہ چيڙ فقير هارايو هو، پر جوڳي جي ڏنل سراپ جو ڏڪ نواب بہ پچائي ڪونہ سگهيو هو. سگهوئي نانگ وٽان ڪڪجي پرلوڪ پڌاري ويو. انهيءَ چيڙ فقير جي ڏوهٽي، اسان واري فقير مصري جوڳيءَ جي مرليءَ جي لهرن سان وڃي لنڊن جي گورين جي دل گرمائي هئي. جپان ۽ جرمنيءَ جون جوانڙيون مصري جوڳيءَ جي مرلي پنهنجن چپن تي آڻي وڄائڻ واري ڪوشش ڪئي هئي. هو جوڳي آهي، تنهنڪري جمندي ئي پٽس منو فقير جي مرليءَ جا لهرا ۽ صدا سندس ڪنن تي پيا. ان مرليءَ جي لهرن ڪيس هيستائين ڏيساور جا پارنهن ملڪ گهمايا آهن. هُو بہ هر جوڳيءَ وانگر مرلي ناهي بہ پاڻ ۽ وڄائي بہ پاڻ.

ڪاري ڳدوءَ مان ٺهندڙ مرليءَ جي منهن وٽ اڪ جون بہ سڌيون ڪانيون لڳل هونديون آهن، سي ڪاري اڪ جون هونديون آهن، جن ڪي اندران صاف ڪري آمهون سامهون سوراخ ڪيا ويندا آهن. ان جي مٿان هڪڙي ڪانيءَ ۾ اٺ سوراخ ڪيا آهن ۽ ٻيءَ ۾ بہ سوراخ ڪيا آهن، جن ڪي پيرڙا چئبو آهي، تن مان هڪڙي کي نر ۽ ٻئي کي وري مادي چئبو آهي. انهن جي اندر سَر جو اصلي ڪَنگور لڳايو ويندو آهي. ان

ڪنگور ۾ سڄي ڪاريگري رکيل آهي، جنهن جي ڄاڻ رڳو جوڳي فقيرن کي هوندي آهي. اهي ڪنگور ميڻ سان قابو ڪبا آهن. مادي ڪانئيءَ ۾ سُر هوندا آهن ۽ نر ۾ لهرا. جڏهن ڪنهن جوڳي جو ٻچڙو انهيءَ تي ساهہ سُڪائڻ لڳندو آهي ۽ ساهہ سکي ويندو آهي تہ سڄي ڏيري ۾ واهہ واهہ ٿي ويندي آهي. مرليءَ ۾ ساهہ سکڻ کان پوءِ پهريائين صدا ۽ پوءِ لهرا آهن. مصري چوي ٿو تہ گهڻا جوڳي لهرن تي بس ڪندا آهن. اڳتي جو پنڌ هنن جي هٿ وس ناهي. اصيل نانگ بس صدا تي مستان ٿي جهومندو آهي. سو ان تي جوڳين جو گذر سفر ٿيو وڃي. اڳتي اهو لهندو، جنهن جي دل ۾ مرليءَ جا لهرا سينگهڙيون ڪندا. اڳتي تہ بس ماديءَ کي ڪڍي ڇڏيو آهي. نر هلي ٿو مادي پوئتي ٿي رهجي وڃي. يعني پوءِ اک جي اڳئين ڪانئين مان هڪڙي جا ٻئي سوراخ بند ڪري ڇڏبا پوءِ بس اها ئي اٺن سوراخن واري هڪڙي هوندي. اهو سفر ڪي ڪي جوڳي ڪندا آهن. نر ۽ ماديءَ وارو گڏيل سفر تہ هر ڪو جوڳي ڪري ٿو.

مصري فقير انهيءَ کان اڳتي جو سفر ڪيو آهي. هو چوي ٿو تہ ٻيا جوڳي مرليءَ سان مرلي سر ملائي وڄائيندا آهن. پاڻ تہ پهريائين باجي سان سُر ملائي مرلي وڄائڻ سکي. هن جي پهرين استاد اڪيلائي هئي. جڏهن هو ننڍڙو هو تہ شرم وچان، جوڳين جي ڏيري ۾ ويهي، مرلي وڄائڻ بدران اڪيلو ٻنن تي نڪري ويندو هو. منو فقير جي مرليءَ تي ساهہ سکائيندو ۽ دم مارپندو هو. ايئن زندگيءَ جا پهريان ٻاويهہ سال، هن پنهنجي لاڏائو قبيلي جي گڏهن تي، نگر نگر رولاڪيون ڪيون، پر انهن ٻاويهن سالن ۾ هن جو عشق مرلي سان هو، تنهنڪري هن مرلي منهن مان نہ ڪڍي. صدا ۽ لهرن کان گهڻو اڳتي نڪري ويو. وڃي سُرن ۾ پيو ۽ مادي ڪڍي رڳو نر جي پيرڻ تي آگريون سورپائين. سُرن جي پهرين سکيا پنهنجي پيءُ منو فقير کان ئي ورتائين، پر هن گرناريءَ کي ڏاڍو ٻڌي چيلو وري بہ استاد منظور علي خان ئي ڪيو. پورا چوڏنهن سال استاد منظور علي خان وٽ ئي هيءُ

جوڳي فقير رهيو. اتان ئي هن مرليءَ تي ڪلاسيڪل ڌنن وڄائڻ جو فن سکيو. استاد ڏاڳو ٻڏي سيڪاري روانو ڪيو تہ بس پوءِ ڏيرو گڏهن تي ڪٽي بکيا چڏائڻ ۽ پنڻ واري ڪم کي پٺ ڏئي وڃي گوين سان گڏيو. عابده پروين، استاد محمد جمن، استاد يوسف ۽ الاهي تہ ڪيترن راڳين جي راڳ کي مرليءَ جي لهرن ۾ سمايائين. مصري جوڳي، اڄ بہ، جڏهن لندن جي هُن گوريءَ جو ذڪر ڪري ٿو تہ سندس دل جي ڌڙڪن تيز ٿي وڃي، جنهن هن ٽرئي جوڳيءَ کي پاڻ سان گڏ رکڻ انڪري رهڻ لئہ منٿون ڪيون هيون، جو هن جي مرليءَ جي لهرن تي هن کي نانگڻ ٿيڻو هو. اها جرمن جرڪا نانگن جي شهنشاهہ هئي. جڏهن سنڌ آئي تہ مصري کيس ڪارو اصيل واسينگ تحفي ۾ ڏنو هو. انهيءَ اڳيان جڏهن هن مرشد لطيف جي وائي ڳائي هئي. اهو مرشد جنهن جي گوهي هن استاد منظور علي خان وٽ رهڻ وقت ڪڏهن بہ نہ ڇڏي هئي. جرمن گوري هن جي مرلي جي لهرن تي نچي هئي ۽ هن کان استادي وٺڻ لئہ آزيون ڪيون هئائين. هِن جوڳيءَ جي ڇپي وٽ ڪيترن ئي گورن ۽ گورين جا قصا آهن، جيڪي هن جي مرليءَ جي داد عيوض مليا. اُهي هن جي دل جي موڙي آهن. تنهن کان سواءِ تہ کيس هيستائين ڪيترن ئي ملڪن مان ايوارڊ ۽ گولڊ ميڊل بہ مليا آهن. ويندي هن کي پاڻ واري پياري ملڪ مان ٽيويهين مارچ 2013ع تي صدارتي ايوارڊ بہ مليو آهي. هيءُ جوڳي رڳو مرلي نٿو وڄائي، پر نانگ بلا جي بہ هن کي پوري خبر آهي. اصيل ۽ گڏي مان بہ سمجهي ٿو. مصري چوي ٿو تہ اصيل جي مادي، وڏ ۾ وڏ، ٽي يا چار ٻچا ڏيندي آهي. ان مان بہ ٻچندا هڪ يا ٻہ آهن. گڏي جي مادي، جڏهن لڳڻ واري هوندي آهي تہ اُها اصيل جي ڳولا ۾ هوندي آهي. بس جيئن اصيل کي ڏسندي تہ هُن جي اڳيان اچي ويندي آهي. گڏي جي مادي چاهيندي آهي تہ اصيل سان لڳ ڪريان. انهيءَ لڳ کان پوءِ بيضا ڏيندي آهي، جن مان گهڻا پاڻ پي ويندي آهي. باقي ڪو هڪ اڌ ٻچي تہ ٻچي. مصري چوي ٿو تہ، جيڪڏهن سڀ نانگ ٻچي وڃن تہ سمورو جهنگ نانگ ئي نانگ هجي. اهو ئي مصري جوڳي گهوڙيال

ڪي پنهنجي نڪ مان وڄهي وات مان ٻاهر ڪڍي ٿو. ان لئہ هن جو چوڻ تہ ان عمل ۾ ساهي پچائڻي ٿي پوي. مصري اڄ بہ اصيل ڪي پنهنجي ٻچي وانگر ڪڇ تي ڳڌ سمهاري ٿو. دنيا جهان رلندڙ هيءُ جوڳي جڏهن مرلي وڄائيندو آهي تہ هن جو سهڻو پٽ مور ناچ ۾، اصيل جو روپ ڌاري، هن اڳيان هٿن سان ڦڻ ڻاهيندو آهي. توڙي جو هو رنگ جو اصيل ناهي. اڳي اها ڊانس هن جو پٽ حاڪم ڪندو هو. هو پنهنجن چئني پٽن کي پنهنجو سُنگ سمجهي ٿو. اقبال جوڳي جيڪو هن کان اڳُ مرلي باجي تي وڄائيندو هو، پر مصري چوي ٿو تہ هن جي مرلي، اقبالُ مقابلي ۾ نہ وڄائي سگهيو، هن جي آئون وڄائي ويس. هن جي مرليءَ ۾ نر مادي ٻئي هئا ۽ منهنجي ۾ رڳو نر هو. هن شمن جوڳيءَ کي بہ چيو هو، جيڪو ذات جو پڻو هو، تہ جيڪڏهن اسان جي ڪڙم جي ڪنهن پنجن سالن جي ٻار کي بہ تو ماريو تہ اسان جو ڪڙم تو وٽ اچي پيش پوندو. ٽنڊي الهيار واري ٻهراڻي لئہ بہ هن وٽ ڪوڙ ڳالهيون آهن. پر اها بہ حقيقت آهي تہ هيتري دنيا رلڻ کان پوءِ بہ هن مان جوڳين وارا ور ناهن ويا. ڳالهہ ۾ اهي ئي لنڊيءَ وارا ور رکي ٿو، جيئن هر جوڳي رکندو آهي. هينئر هيءُ گرناري جوڳين جو سردار بہ آهي. بس سرداري، مرلي، ايوارڊ، گورين جي نچڻ، فوٽن، سهڻي پٽ مور جي ناٽگ واري رقص مان هن کي ڪهڙي شيءِ عزيز آهي، اهو هن کي طئہ ڪرڻو آهي يا ڪيس پيارو آهي مرشد جي آسڻ تي مليل شرميلا فاروقيءَ وٽان داڏ.

# منڇو شڪاري

اڄ وري هن کي منڇو شڪاري ياد آيو. ڪي مهينا ٿيندا، جيڪو ڪيس رولاڪيون ڪندي، بدين شهر جي ٻاهر پاس وٽ، ڪجهه خيمن ۾ مليو هو. انهن خيمن ۾ منڇي جا گهر ڀاتي ۽ اهي شڪاري ڪتا به هئا، جيڪي نسلن کان وٺي هن جي پوري قبيلي جا گهر ڀاتي رهندا آيا هئا. اتي ئي انهن خيمن جي پر ۾ ڍلا ڳڌه به ٻڌل هئا. ان ڏينهن هن منڇي شڪاريءَ سان، ٻير جي ڇدي وڻ هيٺان ويهي ڊگهي ڪچهري ڪئي هئي. اهو ئي ڇدو ٻير سندس اوطاق به هو. ان وڻ مان سج جا تيز ڪرڻا ڇڻي رهيا هئا. اتي هن سان منڇي پنهنجي قبيلي جون ڪيتريون ئي ڳالهيون ڪيون هيون، جن ۾ شڪار جا طريقا به هئا. هن هوڙ واري ڪتن کان وٺي شڪار واري ڪتن تائين جا قصا ٻڌايا هئا. هن ٻين به ڪيترن ئي ڪتن جي نسلن جون ڳالهيون ڪيون هيون. هن اهي ننڍي ڳن واريون ڪهاڙيون به ڏيکاريون هيون، جن سان شڪاري قبيلي جا ماڻهو، سوئر کي ڌڪ هڻندا آهن. هو انهيءَ قبيلي مان هو، جيڪي سدائين ڳڌه گاڏي ۾ پنهنجو گهر ڪڻي گهمندو آهي. انهيءَ شڪاري قبيلا جا ڪيترائي خاندان، هاڻ مذهب مٽائي ڪڙئي گهنور شهر ۾ گهر اڏي ويهي رهيا آهن. هن جي قبيلي مان ڪير پنج درجا به پڙهيل ناهي. هنن مان ڪنهن جو ووٽ به داخل ناهي. جڏهن هنن جو ڪو ڳوٺ ئي ناهي ته بجلي، تعليم، صحت يا ٻيا سمورا سوال ئي اجايا آهن. پر انهن سڀني ڳالهين کان پوءِ به منڇي وٽ سڀني وڏيرن جا فون نمبر هئا. هن جو اهو به چوڻ هو ته هن ضلعي جي لڳ ڀڳ وڏيرن جي سيل فونن ۾ هن جو فون نمبر محفوظ ٿيل هوندو. پر انهيءَ منڇي جي فون جي اسڪرين تي ڪنهن وڏيرن جي نالو صرف تڏهن ايندو آهي، جڏهن

ڪنهن وڏيري کي سوئر جو شڪار ڪرڻو هوندو آهي. تڏهن ئي ڪو وڏيرو منڇي کي ياد ڪندو آهي. وڏيري جو پهريون سوال ئي اهو هوندو آهي تہ منڇا اڄڪلهہ ڪيتي وينو آهين، پڪا ڏس پڇي، پوءِ پروگرام ٺهندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن وڏيرا منڇي کي ٽريڪٽر ٽالي بہ موڪليندا آهن. اها ٽريڪٽر ٽالي منڇي جي ڪٽنب يا منڇي لئہ ناهي ايندي، پر اها منڇي جي شڪاري ڪتن ۽ شڪار ۾ ڪهاڙيءَ جو ڏڪ هڻندڙ هوشيار شڪارين لئہ ايندي آهي. پوءِ اها ٽريڪٽر ٽالهي وڃي گهاٽي ديوين جي ڪنهن جهنگ وٽ بيهندي آهي، جتان سوئر جو پير کڻي جهنگ ۾ هوڙ وارن ڪتن کي ڇڏيو ويندو آهي، جيڪي ڪتا هوا کي پنيرا ڇڏيا ويندا آهن. بس منڇو وڏيري کي ان ڏينهن ياد ايندو آهي. سوئر جي شڪار کان پوءِ وري وڏيرو منڇي کي وساري ڇڏيندو آهي. ان ڏينهن منڇي کي بہ ٻي هزار نصيب ٿيندا آهن.

ها پر انهن سيني ڳالهين کان سواءِ، هن کي منڇي جي هيءَ بہ ڳالهہ ياد هئي، جيڪا هن کان هر هر سوال ڪندي ٿي رهي. اها ڳالهہ هن سان منڇي تڏهن ڪئي هئي، جڏهن هو انهيءَ ڇڏي ٻپر جي هيٺان ڪچهري ختم ڪري اٿي روانو ٿيڻ وارو هو. تڏهن هن جي پنيان هلندي هلندي منڇي هن کي آهستي آهستي چيو هو: ”سائين! سنڌ تہ اسان جي آهي. هي سڀ پوءِ آيا آهن.“ هو اُن ڏينهن کان سوچي رهيو آهي تہ ڇا واقعي سنڌ منڇي شڪاري جي آهي؟ يا رڳو هو پنهنجن خيالن ۾ دل ۾ سنڌ جي مالڪي جو دعويدار آهي. هيءَ سنڌ منڇي جي ڪيئن آهي؟ هيءَ سنڌ منڇي لئہ ۽ منڇو سنڌ لئہ اجنبي ڇو ناهن ٿي سگهيا؟ هن کي اها بہ خبر هئي تہ سنڌ هاڻ گهڻي بدلجي وئي آهي ۽ منڇو اڃا اهو ئي آهي. پوءِ هيءَ ڇو ٿو چوي تہ سنڌ هن جي آهي. ان سنڌ هن کي اهڙو ڇا ڏنو آهي، جو هو اڃا تائين انهيءَ سنڌ جي ڏٽيپ پيو ڪري! اها سنڌ، جنهن ۾ هو نسلن کان بي وطن ۽ بي گهر بڻيل آهي. هن کان تہ سنڌ پنهنجو قبيلو ئي کسي ورتو هو. هن جو قبيلو جيڪو مذهب مڃائيندي ڏينهون ڏينهن سُسندو پئي ويو! اهو ۽ انهيءَ جهڙا ٻيا ڪيترائي سوال هن

منڇي کان ڪرڻ ٿي گهريا، جيڪي هو ان ڏينهن اهي سوال منڇي کان نہ ڪري سگهيو هو. هن جي ذهن ۾ سوالن جو گهاٽو جهنگ موجود هو. پوءِ هو جڏهن بہ ڪٿان گذرندي، ڪنهن رودِ جي پاسي ۾، ڪنهن گٽر نالي جي پرسان ڪٿي اهڙا خيما ڏسندو هو تہ، هو گاڏي روڪي انهن خيمن ۾ ڊري ويندو هو، پر مايوس ٿي وري ايندو هو. هو ڪيترن ئي مهينن کان منڇي شڪاريءَ جي ڳولا ۾ هو. سوچيندو هو: ڪاش آئون منڇي شڪاريءَ کان، ڪنهن وڏيري وانگر، سندس فون نمبر وٺان ها. يا کيس پنهنجو فون نمبر ڏئي ڇڏيان ها تہ ڪانئس اهي سڀ سوال ڪري وٺان ها، جن منهنجين راتين جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي هئي. ڪڏهن ڪڏهن منڇو کيس خواب ۾ بہ ايندو هو. هو ڏسندو هو: هڪڙو گهاٽو جهنگ آهي، جنهن ۾ هوڙ وارا ڪتا، هوا کي سامهان سوئر کي هوڙ ڪري جهنگ مان ٻاهر ڪڍي رهيا آهن ۽ جهنگ جي ٻئي ڇيڙي تي شڪار وارا ڪتا بيٺا آهن. منڇو شڪاري پنهنجي پوري قبيلي سان نندي ڳن واريون ڪهاڙيون کڻي بيٺو آهي. سوئر جهنگ مان ٻاهر نڪري ٿو هو ۽ منڇي شڪاريءَ جي ڪهاڙي سوئر جي نڙيءَ ۾ کپي وڃي ٿي. رَت زمين تي ڦوهارجي ڪري ٿو. پوءِ هو ڇرڪي خواب مان جاڳي پوندو هو.

هن کي بس منڇي جي ڳولا هئي. کيس خبر هئي تہ، هن جيڪڏهن منڇي کي ڳولي ورتو ۽ ڪانئس سوالن جا جواب ملي ويا تہ، هن کي سنڌ بہ ملي پوندي، پر هن کي اهو احساس بہ هو تہ، سنڌ پاڻ گهاٽو جهنگ بڻجي وئي آهي، جنهن ۾ هاڻ سوئر ٻيلن بدران وڏن بنگلن ۾ رهن ٿا ۽ وڏين گاڏين ۾ هلن ٿا. انهن سوئرن تي هاڻ منڇي جي نندي ڳن واري ڪهاڙيءَ جو ڏڪ پهچندو الائي نہ! هاڻ شايد منڇي کي پنهنجو مذهب ۽ ڪم مٽائڻو پوندو ۽ ان دعويٰ تان بہ هٿ کڻڻو پوندو تہ، سنڌ هن جي آهي ۽ انهيءَ ڳالهہ تان بہ تہ، هو سوئر جي شڪار جو ڪاريگر شڪاري آهي.

# محبوب گرگلو

آئون جڏهن اجان صفا ننڍڙو هئس تڏهن اسان جو گهر بہ ٻين خانہ بدوشن وانگر ڪنهن هڪڙي جڳهہ تي ڪونہ هوندو هو. گهر گهر جا سوالي هئاسين. ڏهہ پندرنهن ڏينهن هڪڙي تر ۾ وري ڏهہ پندرنهن ڏينهن ڪنهن ٻي تر ۾ ايئن رولاڪيون ڪندا هئاسين. آئون سمجهان ٿو اسان جي انهي رولاڪي جو هڪڙو وڏو سبب پنڻ هو. پر منهنجا وڏا چونڊا تہ اسان شڪار جي پٺيان خانہ بدوش ٿياسين. خير تڏهن آئون منهنجي ماءُ سان گڏ پنڻ ويندو هئس. هونءَ تہ ڪٽي ايئن سمجهو آئون منهنجي ماءُ جي ٿڃ تي هئس تڏهن ڪان پنڻ سان واسطو هو. سائين پنڻ اسان جهڙن قبيلن کي ستي ۾ مليو آهي. اهو اسان جي قبيلي جي هر ٻار کي ملندو آهي. پر آئون جڏهن ڪجهہ هلڻ جهڙو ٿيس تہ مونکي باقائده پنڻ سيکاريو ويو. اسان جي قبيلي ۾ روايت آهي تہ جڏهن ڪو پنڻ جيڏو ٿيندو آهي تہ انهي کي سڀ کان پهرئين ماءُ ۽ پيءُ نئين بگري ۽ ٽوپي پنهنجي هٿ سان سبي ڏيندا آهن. انهي سان گڏ هڪڙو وٽو بہ ڏيندا آهن. ايئن مونکي بہ بگري سبي ڏني وئي. پوءِ هو پنهنجي اولاد کي پنڻ جا گر بہ سيکاريندا آهن. کهڙي ماڻهو کي کهڙيون دعائون ۽ کهڙا قسم ڏجن جو هو اوهان کي ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏئي وڃي. اوهان کي ايلاز ڪيئن ڪرڻا آهن. الله جا نالا ڪٽبا، امامن جا نالا ڪٽبا. اهو سڀ ڪجهہ مونکي بہ سيکاريو ويو.

اسان وٽ تہ جتي پنڻ سيکاربو آهي، اتي پنڻ کي چڏڻ جي بہ رسم آهي. جڏهن ڪنهن کي پنڻ ڇڏرائبو آهي تہ انهي کي گهر جي وچ ۾ ويهاري لوٽي پاڻي جي ڀري انهي جي مٿان چوڌاري ست دفعا ڦيرائي ويندي آهي. انهي ڪانپوءِ اسان پنهنجي ڀڳوان جا نالا ڪٽي سڄي گهر ۾

انهي پاڻي جا چندا هٿندا آهيون. پوءِ اهو پنڻ ڇڏي ڏيندو آهي.

انهي خانہ بدوشي ۾ اسان جي گهراڻي جو لڏو ڪٿي گهٽو ڪري اچڻ وڃڻ امان الله ڏاهري جي ڳوٺ ۾ ٿيندو هو. اهو ڳوٺ شاهپورچاڪر جي پرسان آهي. شروع شروع ۾ آئون اتي انهي ڳوٺ ۾ ٿي ٻڪري ڪٺي ڦرندو هئس. گهرن ۾ ٿي پنڻ ويندو هئس. جيڪو ان وغيره ملندو هو. اتي هڪڙي ڏاهري جو دڪان هوندو هو جنهن تي شام جو وڪڻندو هئس. انهي ۾ اٽو اسان ڪونہ وڪڻندا هئاسين پنهنجي گهر جي ڪاڌي لئہ رکندا هئاسين. باقي سڀ دڪان تي وڪڻي ڇڏيندا هئاسين. جنهن دڪان تي ان وڪڻندو هئس، انهي دڪان تي ڪاپيون ۽ ڪتاب پيل هوندا هئا. آئون انهن ڪاپين ۽ ڪتابن کي ڪڏهن پري ڪان تہ ڪڏهن وري ويجهي ڪان هٿ لڳائي ڏسندو هئس. اهو دڪان هڪڙي رٽائر پرائمري ماسترسائين پنهل ڏاهري جوهوندو هو. جڏهن بہ آئون دڪان تي هن وٽ پن جو مليل ان وڪڻڻ ويندو هئس تہ هو مونکي اڪثر ڪري چوندو هو جيڪڏهن تنهنجي انهي گودڙي ۾ انهي پن واري ان جي جڳهہ تي ڪتاب پيل هجن تہ واه واه ٿي وڃي. آئون وري روز سائين پنهل جي اها ڳالهہ ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏيندو هئس. پر هو مونسان اها ڳالهہ ڪرڻ ڪڏهن بہ ڪونہ وساريندو هو. اها ڳالهہ مونکي بہ وڻندي هئي. هڪڙي ڏينهن نيٺ مون اها ڳالهہ بابا وارن سان گهر ڪئي. بابا اها ڳالهہ ٻڌي مونکي چيو ٻچا پاڻ رول ماڻهو هڪڙي هنڌ پنهنجا گهر ٺاهيو آهن. اڄ هتي تہ سڀاڻي وري ڪنهن ٻي هنڌ آهن. انهي ڪري سان اهو پڙهڻ وارو ڪم نٿا ڪري سگهون. اسان جي وچ ۾ اهڙي اهي ڳالهيون ڪجهہ ڏينهن ڪان هليون پئي تہ وري اسان اتان بہ ٽي سالن لئہ لڏو ڪٺي اهو تر ئي ڇڏي هليا وياسين. وري ڪجهہ سالن کانپوءِ جڏهن ٻي دفعي اسين انهي ئي ڳوٺ ۾ اياسين تہ سائين پنهل جي مون سان اها ئي ڳالهہ هوندي هئي. نيٺ مون سائين پنهل سان پڙهڻ جي ها ڪئي. مون سائين کي چيو آئون پڙهڻ لئہ تيار آهيان. پر ٿورو ترس رکو بابا وارن کي راضي ڪري وٺان. پوءِ نيٺ منهنجي گهڻي ضد ڪرڻ تي منهنجو پيءُ

انهي ڳالهہ تي راضي ٿي ويو.

بابا جي راضي ٿيڻ کانپوءِ مون سائين پنهل کان سليٽ ۽ ڪتاب مفت ۾ ڪنيان. ايئن سمجهو اهو پهريون دفعو مون کي ڪتاب پن ۾ مليا هئا. ايئن اتان کان سائين پنهل جي محبتن جي ڪري آئون اسڪول وڃڻ لڳس. جڏهن آئون اسڪول وڃڻ لڳس تڏهن منهنجي عمر تيرنهن چوڏانهن سالن کان بہ مٿي هئي. پهرئين ڏينهن جڏهن مونکي سائين پنهل سليٽ ۽ ڪتاب ڏنا تہ اهي آئون پنڻ واري گودڙي ۾ لڪائي گهر کڻي ويو هئس. اتي مون سليٽ ڪتاب ۽ قلم ڪڍي امان ۽ ابي کي خوشي مان هڪ هڪ ڪري ڏيکاريا، مونکي ياد آهي. مون امان کي چيو هي ڪتاب آهي، هي سليٽ آهي، هي پين آهي. جڏهن هنن منهنجي گودڙي ۾ اهي شيون ڏٺيون تہ وري مونکي چيائون جيڪڏهن تون پڙهندي تہ اسان کي پني ڪير ڪارائيندو. نيٺ مون ۽ منهنجي مائٽن جي وچ ۾ اهو طئہ ٿيو تہ ڏهہ ڏينهن اسڪول ويجو ڏهہ ڏينهن پني ڪائيبو. ايئن آئون ڏهہ ڏينهن اسڪول ۽ ڏهہ ڏينهن پنڻ ويندو هئس. انهي طريقي سان مون پنجون ڪلاس پاس ڪيو.

پڙهڻ وارن ڏينهن ۾ اسڪول ۾ منهنجي ڪا خاص حيثيت نہ هئي. مونکي ٻين شاگردن وانگر ڪونہ سمجهيو ويندو هو. اسڪول ۾ مونکي پٽ تي ويهاريندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن سچو سچو ڏينهن بيهٽو بہ پوندو هو. محبوب جيڏي مهل مونسان اها ڳالهہ ڪري رهيو هو تہ هن جي چهري تي عجيب قسم جي مايوسي هئي. مون سان اسڪول ۾ ڪو سٺو رويو نہ هو. پهرئين ڏينهن مونکي سائين پنهل ڏاهري اسڪول جي ماستر تي چٺي بہ لکي ڏني هئي. انهي ۾ هن لکيو هو تہ هي هڪڙو خانہ بدوش ماڻهو آهي. هن کي اسڪول ۾ داخل ڪريو.

پنجون پاس ڪرڻ کانپوءِ هڪ سال لڏي وياسين. اهو سال وري گودڙي کڻي وڃي پنيو. انهي کانپوءِ وري واپس اچي ڇهين ڪلاس ۾ داخلا ورتي. ماستر مونکي گرگلو ذات سان داخل نہ ڪن. چون جيڪڏهن تون رڪارڊ ۾ پنهنجي ذات گرگلو لکندين تہ ماڻهو توکان نفرت ڪندا.

پوءِ مون پنهنجي ذات اسڪول رڪارڊ ۾ سوڍو لکرائي. جيڪا منهنجي نک هئي. اتي ئي مڊل اسڪول ۾ هڪڙو اهڙو ٽيچر بہ هو جيڪو مونکي رڳو انهي ڪري هٿ نہ ڏيندو هو جو آئون گرگلو هئس. جڏهن هن کي منهنجي ذات جي خبر نہ هئي تہ هن مونکي ڪلاس جو مانيٽر ڪري رکيو. پر خبر پوڻ ڪانپوءِ مونکي هٿ ئي نہ ڏيندو هو ۽ اڪثر ڪري نفرت ڀرين نگاهن سان ڏسندو هو. اهي نفرت سان ڀريل نگاهون آئون اڃان تائين وساري ناهيان سگهيو. توڙي جو اهو منهنجو پوري اسڪول ۾ آئيڊيل ٽيچر بہ هو. هن جي انگلش ڏاڍي ڀلي هوندي هئي جيڪا مونکي وڻندي هئي. پر انهي استاد کي آئون نہ وڻندو هئس. ايئن مون پڙهڻ دوران مختلف روين کي مسلسل برداشت ڪيو.

جڏهن آئون اٺين ڪلاس ۾ آيس تہ منهنجي مائٽن مونکي چيو تہ هاڻ تنهنجي شادي ڪرائينداسين. مون جام ضد ڪيو تہ شادي نہ ڪريان پڙهي وڃان. پر منهنجي ماءُ هيپاٽائٽس سي ۽ شگر جي مريض هئي. سو امان روز چوندي هئي آئون توکي گهوٽ ڏسڻ چاهيان ٿي. منهنجي ماءُ جي انهي حالت ۽ منهنجي پيءُ جي ضد مونکي مجبور ڪري وڌو. انهي مجبوري ۾ مون شادي جي ها ڪئي. اسان جا مائٽ اڪثر اسان وٽ ايندا ويندا هئا. پر هنن کي اها خبر ڪونہ هئي تہ ڪو آئون اسڪول ۾ پڙهان ٿو. جي اها خبر هجي ها تہ هو مونکي پنهنجي ڌيءُ ڏين ئي ڪونہ ها. اسان جو گهر اڪيلو هو. آئون گودڙي ۾ پينٽ شرٽ ۽ ڪتاب وجهي اسڪول ويندو هئس. ڪپڙا وڃي اسڪول جي واش روم ۾ مٽائيندو هئس. اسڪول ٽائيم ختم ٿيڻ ڪانپوءِ وري اسڪول جي ڊريس ۽ ڪتاب گودڙي ۾ ۽ ٽِڪل ڪپڙا پائي اسڪول مان ٻاهر نڪرندو هئس. اسان جي برادري جا ماڻهو سمجهندا هئا آئون پنڻ ٿو وڃان. سو گهر اچڻ مهل بہ گرگلو لڳندو هئس. ايئن امان جي خواهش جو مان رکندي جڏهن اٺين ڪلاس ۾ پڙهندو هئس تڏهن ئي مون شادي ڪري ڇڏي.

اسان ۾ رواج آهي ڪنوار ۽ گهوٽ گڏجي پنڻ ويندا آهن. سو

آئون وري شادي قائم رکڻ لئہ شادي ڪانپوءِ پنهنجي زال سان گڏ پنڻ لڳس. هڪڙي ڏينهن ايئن پنندي پنندي ڪٿي اچي منهنجي پانچي ۾ چڪ پاتو. مون پنهنجي زال کي چيو هي ڪهڙو جيئڻ آهي. مون مائي کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. انهي ڪوشش ڪرڻ دوران هن کي مون پنهنجي پڙهڻ جي ڳالهہ بہ ٻڌائي ڇڏي. ايئن هو مونڪان سڀ ڳالهيون ٻڌي وڃي پنهنجي مائٽن ۾ پهتي. هنن کي چيائين اوهان مونکي ڪهڙي هنڌ پرڻايو آهي. منهنجو مڙس پڙهي بہ ٿو ۽ چوي ٿو پنڻ بہ ڇڏ ۽ هو شڪار بہ نٿو ڪري اهو تہ چوي ٿو شڪار نہ ڪائينداسين. آئون تہ انهي مڙس سان گڏ بک مري وينديس. منهنجي ۽ منهنجي ساهورن جي وچ ۾ منهنجي گهر واري جنگ ڇيڙي وڌي. اهو جهيڙو اسان جي وچ ۾ پورا ٽي سال هليو. انهي جهيڙي جا اسان جي برادري ۾ ڪيترائي فيصلا ٿيا. برادري انهي ضد تي هجي تہ آئون پڙهڻ ڇڏي پنا ۽ شڪار ڪريان. پڙهڻ اسان گرگلن جو ڪم ناهي. آئون چوان تہ پڙهان. نيٺ هنن اسان جي گهر کي پنهنجي برادري مان ڪڍڻ جو فيصلو ڪيو. نيٺ مون هنن کي چيو آئون پڙهڻ بہ ڇڏيان ٿو، پنندس بہ سهي. رڳو هي گدڙ، ٻلا ماري کائڻ مونکان ڪونہ ٿيندو. پر هنن منهنجي اها ڳالهہ نہ مڃي. هنن اسان کي پنهنجي برادري مان ڪڍي ڇڏيو. ايئن منهنجي زال سان منهنجي شادي رڳو پڙهڻ جي ڪري ٽٽي وئي. منهنجي زال هميشہ جي لئہ مائٽن ۾ هلي وئي. اسان ۾ شادي ٽٽڻ جي ريت سولي آهي. مڙس پنهنجي زال جي مٿي ۾ رڳو نج گيهہ جا ڪجهہ ڇنڊا هڻندو. ايئن مون پنهنجي زال جي مٿي ۾ ڪجهہ نج گيهہ جا ڇنڊا هنيا. هو هلي وئي. پوءِ مون وري پڙهڻ جاري رکيو. برادري مان نڪرڻ ڪانپوءِ ڪو بہ ڊپ ڪو نہ هو. چوندا ناهن ڦري ڪانپوءِ ڪهڙو ڊپ. مون پنهنجي پٽن کي بہ پڙهائڻ شروع ڪيو. اسين پنج پٽ آهيون. جنهن مان صرف هڪڙو وڏيري جي اوطاق تي ڪم ڪري ٿو. باقي ٽي ٻيا پٽ پڙهن ٿا.

سائين پنهل سان منهنجي تمام گهڻي عقيدت هوندي هئي. اتي سائين پنهل وٽ سائين عاجز منگي بہ ايندو هو. هڪڙي ڏينهن سائين

عاجز منگي مونکي ٻہ سئو روپيا ڏئي ويو ۽ هڪڙو گل ڦل رسالو ڏئي ويو ۽ چيائين سانگهڙ اچجان تنهنجي روزگار جو ڪو بندو بست ڪندس. سانگهڙ منهنجو ڏٺل ئي ڪونہ هو. ايئن آئون سائين عاجز جي پنيان الفقرا پريس ڪلب سانگهڙ پهچي ويس. هتي سائين وٽ رهڻ لڳس. سائين وٽان هر هفتي ڳوٺ ويندو هئس. منهنجي مائٽن ڪي ڊپ هو ڪٿي ڇوڪرو مسلمان نہ ٿي وڃي. انهي ڪري هر هفتي گهر وڃڻو پوندو هو. سائين خرچو پاڻي ڏيندو هو. پوءِ بس گهڻو عاجز منگي سان گڏ ئي هوندو هئس. هو اڪثر ڪتابن جا ميلا لڳائيندو هو. اسان اتي ادبي ڪتاب وڪڻندا هئاسين. صبح جو هاڪر ٿي اخبارون وڪڻندو هئس. ادبي ميلن ۾ سائين عاجز ڪتابن جو اسٽال لڳائيندو هو، مختلف شهرن ۾ پريس ڪلبن تي بہ ڪتابي اسٽال لڳائيندو هو. پر اتي پگهار گهٽ هوندي هئي. انهي ڪري پورت ڪونہ ٿيندي هئي. سائين مونکي چيو آئون تہ اهو ئي ڏئي سگهان ٿو. انهي ڪري جو بچت سائين ڪي بہ گهٽ ٿيندي هئي. ايئن مون سائين وٽ ڪجهہ عرصو ڪم ڪرڻ کان پوءِ اتي ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو. پرسائين جي ڪري ادارن سان منهنجو لنڪ ٿي ويو هو. پوءِ انهن ادارن کان آئون پاڻ ڪتاب ڪٺي آيس. پنهنجو ڪتابن جو ريڙهو لڳايم. هڪڙي دفعي ڇا ٿيو جو برسات ۾ منهنجا سڀ ڪتاب پسي ويا. پوءِ مون مزدوري ڪري ادارن جا اهي پئسا پري ڏنا. پر مون ڪتابن وڪڻڻ جو ڌنڌو جاري رکيو، جيڪو ڌنڌو مونکي سائين عاجز منگي سيکاريو هو. هاڻ بہ ڪتابي ميلا يا ٻيا ميلا لڳندا آهن، انهن ۾ ڪتاب وڪرو ڪرڻ منهنجو بنيادي ڌنڌو آهي. هاڻ منهنجا ٻيا ڀائر بہ اهو ئي ڌنڌو ڪندا آهن. هاڻ مونکي پڙهڻ جي ڪري بئنڪ ۾ نوڪري بہ آهي. اتي بہ آئون پنهنجي ذات لڪائيندو آهيان.

انهي وچ ۾ مون پنهنجي برادري جي هڪڙي مائي سان عشق ڪيو. انهي عشق ۾ بہ ناڪام ويس. اتي مونکي مائي سان ملندي منهنجي برادري جا ماڻهو ڏسي ويا. پوءِ انهن مونکي اهڙو ڪٽيو جو توبهہ آهي. اٿلائي اٿلائي ڪٽيو. ايئن سمجهو هڏيون ڀڃين ڇڏيون.

هڪڙي مون ہي برادري جي مائي سان بہ عشق ڪيو. انهي سان مون ڪوڙ ڪيا تہ آئون مسلمان آهيان مونسان شادي ڪر. هو مونسان گڏ پڇي آئي. جڏهن منهنجي گهر آئي تہ مونکي چيائين اڙي تون تہ گرگلو آهين. گرگلو ڏسي اها بہ ڇڏي وئي.

برادري مان نڪرڻ سان اسانکي اهو نقصان ٿيو جو هاڻ اسان سڀ پائر بنا شادي جي پيا هلون. ڪير بہ اسانکي ڌيءَ ڏيڻ لئہ تيار ناهي. اساڙ جي برادري اسان جي عزت بہ نٿي ڪري. مرٽي پرٽي ۾ ويندا آهيون پر هڪڙي ڪنڊ ۾ ويٺا هوندا آهيون. هو اتي اسانکي گهٽ سمجهندا آهن.

اسانجون ريتون رسمون پنهنجون آهن. جڏهن ڪير اسان ۾ مري ويندو آهي تہ ان جي آگوٺي تي تيلي ٻاري نشان ڪندا آهن. انهي ڪانسواءِ اسان وٽ مردي جي منهن ۾ ڳڙ ۽ گيهہ بہ وجهندا آهن. انهي مردي کي قبر ۾ دفنائڻ مهل هڪ سڪو ڪوٺيل قبر ۾ ضرور اڇليندا آهن. اهو سڪو هڪ روپئي جو هجي يا پائي هجي. شادي واري رسم ۾ وري اهو ٿيندو آهي جو اسان وٽ چوئنري ناهي ٿيندي. اسان جا گهوٽ ۽ ڪنوار باهہ جي چوڌاري ڦيرا ڏيندا آهن. وچ ۾ باهہ ٻاري انهي تي گيهہ يا تيل هاريو ويندو آهي. انهي جي چوڌاري ڦرندا آهن. انهي ٽائيم تي هڪڙي ٻي رسم بہ ٿيندي آهي. گهوٽ ۽ ڪنوار جي وچ تي هڪڙي دڪي رکي ويندي آهي. انهي دڪي ۾ پنج يا ست بلور ڇڏيا ويندا آهن. انهي کان پوءِ گهوٽ ۽ ڪنوار ٻئي انهي دڪي ۾ هٿ وجهي وڌ کان وڌ بلور جهلڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. پوءِ ٻنهي مان جيڪو وڌيڪ بلور جهلي ويندو آهي، انهي کٽيو ۽ جنهن گهٽ بلور جهليا انهي هارايو. اسان ۾ گهٽا مرد شادي کانپوءِ ڇوڪريءَ جي مائٽن ۾ رهندا آهن. اسان ۾ اهو جنڊي پاڙي جو رواج وڌيڪ آهي. جيئن جوڳين ۽ ٻڙهن ۾ آهي. گهوٽ شادي کانپوءِ ماءُ پيءُ جو ناهي. اسان وٽ وڏ کان وڏ خوشي تڏهن ملهائي ويندي آهي، جڏهن ڪو وڏو شڪار ڪري ايندا آهيون. مثال جيئن سوئر جو شڪار آهي.

اهي محبوب گرگلي جون ڳالهيون اسان پنهنجي محبوب دوست فيض ڏاريجي جي اوطاق تي سانگهڙ ۾ ہڌي رهيا هئاسين. محبوب پنهنجي پوري قبيلي جو هن جي چوڻ مطابق پهريون انٽر پاس چوڪرو آهي.

ڪبوترن جي ڏيري مان ڪبوترن سان گڏ ڪجھ ٻين ذاتين جا ماڻھو بہ نڪتا. ھڪڙو پوڙھو ڪبوترو نڪتو جيڪو نشي ۾ صفا ٻڏل ھو.جھڳيون پنج يا ڇھہ ھيون، پر مرد ماڻھو ڪافي نڪتا. انھن جي پنيان پنيان ھنن جون عورتون بہ آيون. سچ ڪلرائي پوني ۾ انھن ڪبوترين جي پڪن پنيان لھي رھيو ھو. اسان نشائي مردن ۽ ڪجھ عورتن جي گھيري ۾ ھئاسين. اھي عورتون ڳالھائڻ جون اھڙيون ھيون جو اسان کي دپ پئي ٿيو.

اسان ھنن کان سندن قبيلي جا پيرا ليڪائڻ چاھيا، پر ان مھل اھي سڀ ڪنھن ٻي سياري جي مخلوق ٿي لڳا، سو ڳالھيون ٿھي نہ سگھيون. بچاءُ بند وارن انھن ڪبوترن مان ڪجھہ ھڙ حاصل ڪرڻ واري اميد پلي واپس روانا ٿياسين. اسان سان ڪبوترين جو ھڪ ڪيجو بہ گڏ ھو، تنھن ورندي رستي ۾ ٻڌايو تہ "بچاءُ بند اسٽاپ جي ڪبوترن جو نڪ ھڪڙي ڪبوتري ھئي، جنھن جي نٽ ھڪ وڏي سرياند سياستدان الائي تہ ڪيترن لکن ۾ لاٿي! تن ڏينھن کان پوءِ اُھا ڪبوتري بچاءُ بند تہ ٿھيو، پر وري ڪڏھن بہ، ڪٿي بہ، ھن تر ۾ نظر ڪانہ آئي". اھا سياستدان الاھي ڪيڏانھن وٺي ويو.پر اھو سياستدان اڄ بہ پنھنجي ھن پوري تر جو معتبر ماڻھو آھي.

اھي ڪبوترا ڪير آھن ۽ ڪٿان آيا؟ ان سوال جي ڳولا ۾، اسين ڪوٽ غلام محمد جي ھڪ روڊ جو ڀر جھلي پڪن ۾ پيھي وياسين. اوڏي مھل، ديوي جي ھيٺان، وينل ھڪڙو ٿلھو ڪبوترو ٻنگ گھوٽي رھيو ھو. اسان جي اتي پھچڻ سان ئي سيني پڪن جا ڪبوترا اچي گڏ ٿيا. ڪبوتريون بہ نرا ڪٽي اسان کي ڏسڻ لڳيون. ھڪڙي ڪبوتري وچ اوٽي تي اٽو ڳوھي رھي ھئي. ھڪڙي سھڻي ڪبوتري پڪي ۾ کٽ تي وينل ھئي. ھن پنھنجو ھيٺون چپ ڏندن جي وچيان ڏئي ڇڏيو ھو. اتي خبر پئي تہ ھي ڪبوترا نہ پر ٽنيا آھن. ان وچ ۾ ٻنگ گھوٽيندڙ ڪبوتري کي مختلف نمبرن تان مسلسل فون ايندا رھيا. انھن فون ڪندڙن مان ڪو سرائڪي ھو تہ اُن سان ھنن سرائڪي ئي ڳالھائي، جيڪڏھن ڪو سندي

هو ته ان سان سنڌي ۾ ڳالهائي. جيڪڏهن ڪو اردو ڳالهائيندڙ هو تہ انهن سان هنن اردو ٻولي ۾ ڳالهايو ٿي. انهن ڳالهين مان ڪهڙيون ڳالهيون لکجن. بس انهن ڪبوترن جو چوڻ هو تہ اسان وٽ ڪا ٻني تہ آهي ڪانہ، هنن سهڻين ڪبوترين ڏانهن اشارو ڪندي چيو ٻني سمجهو جيڪو سمجهو بس اسان جي اها ئي ٻني آهي. انهيءَ ڏيري تي مختلف ڪبوتريون ڏٺيونسين. هڪڙي ڪبوتري پريان پڪي ۾ اٽو ڳوهي رهي هئي، جيڪا ڏاڍي سهڻي هئي. ٻيو جيڪو اوڪراڙي ۾ ڪبوترن جو پيڙو هو، اتي بہ وڃڻ ٿيو. اتي اسين ڪنهن ٻاهران آيل ريسرچر سان گڏ وياسين. اسان جيئن ئي وچي پڪي ۾ وياسين تہ پاسي ۾ ڪمري جو در بند هو، اي سي ڪمري ۾ لڳل هئي. ٿوري دير ويٺاسين تہ اوچتو انهي ڪمري جي در جو هڪڙو تاڪ کليو ۽ انهيءَ مان هڪڙي دڳهي ڪبوتري چمڪيلن ڪپڙن سان ٻاهر نڪتي. ڪمري ۾ اي سي هلي رهي هئي پر هو ٻاهر نڪتي تہ سڄو بدن پگهر ۾ پسيل هو. ڪپڙا اهڙا سنهڙا هئا جو انگ انگ ظاهر هو. هو اچي مونسان گڏ کٽ تي ويهي رهي. ٿوري دير رکي انهي ڪمري مان هڪڙو مرد بہ ٻاهر نڪتو. ايتري دير ۾ منهنجي کٽ تي رڳو ڪبوتريون ئي ڪبوتريون هيون. اسين جڏهن اتي وياسين تہ ڪبوترن ۾ شادي هئي. گهوٽ ۽ ڪنوار هڪڙي پڪي ۾ هڪڙي کٽ تي ويٺل هئا، جنهن جي چوڌاري، ڪجهہ هر عمر چوڪريون ۽ چوڪرا هئا، جيڪي چوڪري ۽ چوڪريءَ سان پوڳ چرچا ڪري رهيا هئا. انهن گهوٽ ۽ ڪنوار کي ڳاڙهي چني اوڍيل هئي. اتي ئي پاسي ۾ هڪڙي ننڍڙي ڪوٺڙي اندر ٺري جو مٽ لڳل هو ۽ ٺري جي مٽ تي ويٺل ڪبوترو ٺري ۾ چمچ ٿيل هو. شاديءَ جي ڪري هر هنڌان ڪبوتريون ۽ ڪبوترا اچي هتي گڏ ٿيا هئا.

مچلن ۽ ڪبوترن جا ڏيرا فحاشي جا اڏا آهن. اُتان جون راتيون رنگين ۽ روشن هونديون آهن. ۽ ها اتي راتيون جاڳيل اوجاڳيل هونديون آهن ۽ ڏينهن ننڊ ۽ ٽڪ ۾ سانا هوندا آهن. جڏهن اسان جو وڃڻ جنداوڙن ۾ ٿيو تہ هنن هيڪر تہ اسان کي پنهنجن پکن واري بستيءَ ۾ اچڻ ئي نہ ٿي ڏنو، پوءِ گهڻي زور ڀرڻ تي اچڻ ڏنائون، پر

اسان سان کابہ جنداوڙي کانہ ملي. اهي جنداوڙا بہ اسان کي پنهنجي قبيلي جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌائڻ لئہ تيار نہ هئا. پوءِ اسان هڪ اٽڪل ڪئي، هنن جو هڪ اڳواڻ هو جنهن کي هو هرداس چوندا آهن، جيڪو چرس جو موالي هو، تنهن کي آياري أڪسائي هوٽل تي وٺي آياسين. هن کي بہ پيالا چانهہ جا پيارياسين ۽ ڪجهہ پئسا ڏري تي رکيا تہ هو کلي پيو. اهين بستي بستي رلندي اسان جڏهن ٽنڊي باگي وارن ڪوڪڙين ۾ وياسين تہ هيڪر هنن اسان کي ڪنهن سماجي تنظيم وارو سمجهي پنهنجي گهر وٺي ويا. پر جڏهن هنن کي خبر پئي تہ اسان مڙئي ڪچهري ڪرڻ آيا آهيون تہ هنن اسان کي ڊوڙايو ڪونہ باقي چيو اوهين پلين هتان هليا وڃو. راوڙا ويچارا اسان کي تلهار ۾ پوني تي ويٺل ملي ويا. پاسي ۾ گڏهہ ٻڌا پيا هئا.

سو، انهن رول قبيلن جون اجا ڪيتريون ئي اهڙيون ڳالهيون جيڪي سلڻ کان رهجي ويون آهن، جيڪي پاڻ وقفي وقفي سان شش ڪري ڪندا رهنداسين تہ، آرٽ جي بيقدري ۽ ماڻهوءَ جي اندر مڪمل طرح سماجي قدر ڪيئن مرن ٿا. انهن جي مرڻ جو سبب رف بک بہ ناهي ۽ نہ وري انهن جي مرڻ جو سبب ڪو سماج آهي ، قبيلا اجا تائين پنهنجي پاڻ کي انهن حالتن مان نہ ٻاهر ڪڍي ڏهيا آهن نہ وري ڪڍي سگهندا، جن جا مرد ڪابہ مزدوري نٿا ڪن ، جون عورتون هر وقت اکين جا دام هٽي ويٺل آهن. اهو سڀڪجهہ ي لئہ بہ نٿو ڪيو وڃي، جيڪڏهن رڳو پئسي لئہ ڪيو وڃي ها تہ ڪترن ئي زميندارن جون زميندارين محلن جي ڏيرن ۽ ڪبوترن جي ن تي پوريون ٿي ويون آهن. اڄ هي ڪبوترا بہ زميندار هجن ها تہ يلا بہ وڏا زميندار هجن ها. پر اهو نفسياتي مسئلو آهي جيئن ، ڳي، اهي پلي مري وڃن، پر اوهان کي سچ نہ ٻڌائيندا. سندن هر ڳالهہ لندي جي ليکي وارا ور هوندا.جوڳي اوهان کي پنهنجو نالو بہ سهي ، ٻڌائيندا.جوڳي جيڪا ڳالهہ ڪندو انهي ۾ نوي سيڪڙو رڳو ڪوڙ هوندو آهي.

# خانہ بدوشن تي هندستان ۾ ٿيل انگريزن جا ظلم

ٻي عالمي جنگ ۾ هٽلر جتي يهودين کي گئس چيمبر ۾ وڌو، ملڪ بدر ڪيو. اتي هن يورپ ۾ وسندڙ خانہ دوش جپسين سان بہ گھٽ نہ ڪئي. هن در در جي مسافر رولاڪ قبيلن لئہ جرمني جي زمين تنگ ڪري ڇڏي. هن انهن جرمني ۾ وسندڙ خانہ بدوش جپسين جي نس بندي ڪري ڇڏي. جيئن انهن جو نسل ئي پئدا ٿي نہ سگھي. جپسي عورتن ۽ مردن جي نس بندي ڪانسواءِ هن انهن جپسين کي پڻ يهودين وانگر گئس چيمبر ۾ وجهي رک ڪري ڇڏيو. خير يهودين ۽ جپسين جي انهن درد ڀريل داستانن سان يورپ جو موجوده ادب ڀريو پيو آهي. سون جي تعداد ۾ ڪتاب لکيا ويا، تحقيقون ٿيون. اتان جا اسڪالر انهي ڪم ۾ ڏينهن رات لڳي ويا. انهي تي يورپ ۾ تمام گھڻو لکيو ويو آهي. انهن ئي جپسين سان ملندڙ جلندڙ حالت سنڌي ڪنڌ جي خانہ بدوش قبيلن جي بہ ڪئي وئي. اها ٻي ڳالھ آهي تہ سنڌي ڪنڌ ۾ نہ گئس چيمبر هئا نہ وري انهن جي نس بندي ڪئي وئي. پر انهن سان جيڪي ظلم ٿيا. اهي جيڪڏهن پڙهجن ٿا تہ انساني روح ڏڪي ٿو وڃي. پر خانہ بدوشن جي انهي غلامي واري صورتحال ۽ هنن تي ٿيندڙ جبر تي سنڌي ڪنڌ ۾ اهو ڪم ناهي ٿي سگھيو. سنڌي ڪنڌ ۾ شايد انهي معيار جا اسڪالر ۽ ريسرچر پئدا نہ ٿيا. جيڪي خانہ بدوشن جي انهي موضوع کي ايتري اهميت ڏين، انهي تي ڪم ڪن. ٿورو گھڻو ڪم وري بہ انهي ئي دور جي انگريز ليکڪن جو ملي ٿو.

جڏهن برطانيہ سنڌي ڪنڌ تي قبضو ڪيو هو. انهي قبضي ڪرڻ کان پوءِ هنن جو سڀ کان پهريون نشانو هتي جا ئي خانہ بدوش قبيلا ٿيا. هنن هتي ايندي ئي ٽرائيبل ڪرمنل ايڪٽ هڪڙو قانون پاس ڪيو.

هنن انهي قانون تحت هتي ڪنسٽريڪشن ڪئمپس ٺاهيون جن ڪئمپس ۾ خانہ بدوش قبيلا جانورن وانگر واڙيل رهيا. خانہ بدوشن ڪان هنن جا ٻار ڌريا ويا. هڪڙي ماءُ پنهنجي ٻار ڪان الڳ ٿي وئي. اهي ڪئمپون هڪڙو قيد خانو هيون. اهي ڪئمپون سنڌ سميت سڄي ننڍي کنڊ ۾ هيون. جن ڪي هتي لوڙها چيو ويو. سنڌ ۾ اهي ڪئمپس صرف ۽ صرف حر فقيرن لئہ هيون. جن ۾ حر مرد توڙي عورتون قيد هيون. پر اهو لوڙهن وارو قانون صرف انهن حر فقيرن لئہ نہ هو. اهي لوڙها پوري هندستان ۾ هئا. جن ۾ لڳ ڀڳ 250 ڪان مٿي ننڍي کنڊ جا خانہ بدوش قبيلا ۽ ٻيا باغي قبيلا پنهنجي عورتن سميت قيد هئا. 12 آڪٽوبر 1871ع تي اتر هندستان جي ڪجهہ علائقن ۾ سڀ ڪان پهرئين برطانيہ سرڪار خانہ بدوش قبيلن تي هڪڙو قانون لاڳو ڪيو. جنهن قانون جو نالو" ٽرائيبل ڪرمنل ايڪٽ" هو. اهو ڏوهاري قبيلن وارو قانون پوءِ اتر هندستان مان ٽيندو ٽيندو آهستي آهستي وڌندو وڌندو 1911ع ۾ پوري هندستان جي خانہ بدوش ۽ باغي قبيلن تي لاڳو ڪيو ويو. جنهن ۾ ڪجهہ ٻيا قبيلا بہ شامل هئا. پر انهي قانون ۾ هندستان جا سڀ خانہ بدوش قبيلا اچي ٿي ويا. انهي قانون ڪي لاڳو ڪرڻ وقت انگريزن اهو جواز پيش ڪيو تہ، هي اهي قبيلا آهن جيڪي عادي ڏوهاري آهن. هنن جو چوڻ هو تہ ڏوه هنن قبيلن جي ڊي اين اي يا ايئن ڪٿي چئون تہ رت ۾ شامل آهي. انگريزن جو چوڻ هو تہ اهي قبيلا ڏوهہ ڪي مزي طور وٺن ٿا. جيڪي بہ خانہ بدوش قبيلا هئا انهن ڪي انگريز سرڪار سڀ ڪان پهرئين پاڻ وٽ رجسٽرڊ ڪيو. انهي ڪانپوءِ هنن ڪي عادي ڏوهاري قرار ڏئي ڇڏيو. پوءِ هنن انهن خانہ بدوش قبيلن جي خانہ بدوشي تي مڪمل طور تي پابندي لاڳو ڪري ڇڏي. انگريزن چيو تہ هي اهي ئي قبيلا آهن. جيڪي پوري هندستان اندر هر برائي جي جڙ آهن. چوري، ڌر، قتل جهڙا ڏوه پوري هندستان ۾ صرف ۽ صرف خانہ بدوش قبيلا ڪن ٿا. انهي قانون تحت هن جي چر پر تي پابندي لڳي وئي. ايئن اهي قبيلا حڪومت جي مڪمل ڪنٽرول هيٺ اچي ويا. حڪومت هنن

قبيلن جي نوجوانن کي پابند ڪيو تہ اهي هر هفتي باقائدگي سان مقامي ٿاڻي تي پنهنجي ضرور حاضري لڳائن. حڪومت انهي قانون ۾ صرف ايتري گهنجائش رکي تہ هنن کي ڏنڊي لئہ بہ هڪ حد مقرر ڪئي وئي. انهي طئہ ٿيل حد کان ٻاهر نڪرندا هئا تہ انهن کي سزائون ڏنيون وينديون هيون. ايئن سمجهو اهي هڪڙي مخصوص علائقي کان ٻاهر نہ وڃي سگهندا هئا.

چون ٿا تہ هن قانون پاس ڪرڻ جي پٺيان سرڪار جو مقصد انهن ٺڳن کي قابو ڪرڻ هو جن هندستان ۾ سرڪار جو جيئڻ اڪ ڪري ڇڏيو هو. ٺڳ اڪثر ڪري ويس مٽائي گهمندا هئا. ٺڳن انگريز سرڪار جي ڪيترن ئي ڪئيمپن تي پڻ حملا ڪيا هئا. ڪيترائي انگريز سپاهي هنن قتل ڪري پوري ڇڏيا جن جي ڪا خبر نہ پئجي سگهي. انهي ڪري سڀ کان پهرئين انهن قبيلن کي ڏوهاري قرار ڏنو ويو جن جو ويس ٺڳ ڪندا هئا. انهي ڪانپوءِ ٻي نمبر تي انهن قبيلن کي ڏوهاري قبيلا قرار ڏنو ويو جن قبيلن 1857ع واري آزادي جي تحريڪ ۾ حصو ورتو. جن جن قبيلن انگريزن جي خلاف جنگ ۾ حصو ورتو، جن جن انگريزن سان بغاوت ڪئي هئي، جيڪي سردار انگريزن جا مخالف هئا، انهن جي قبيلن کي بہ هن قانون ۾ آندو ويو. اهي سردار ۽ اهي قبيلا هندستان سرڪار ڏوهاري قرار ڏئي ڇڏيا. انهي ڪانسواءِ ٽيون نمبر تي اهي قبيلا ڏوهاري قرار ڏنا ويا جيڪي ٻيلن ۾ رهندا هئا. جڏهن انگريز سرڪار بئراج ٺاهي زمينون آباد ڪيون. انهن زمينن تي جيڪي ٻيلا هئا، اهي وڍيا ويا. انهن ٻيلن ۾ جيڪي خانہ بدوش يا جهنگلي قبيلا رهندا هئا. جن کي آديواسي بہ چيو وڃي ٿو. انهن قبيلن انهن ٻيلن لئہ سرڪار جي خلاف احتجاج ڪيا ۽ بغاوت ڪئي. انهن قبيلن کي بہ هن قانون ۾ آندو ويو. هي هڪڙو اهڙو قانون هو، جنهن انگريز سرڪار کي وڏي آزادي ڏئي ڇڏي هئي. انهي مطابق مقامي حڪومت کي ڪنهن بہ قبيلي يا ذات تي ٿورڙو بہ شڪ هوندو هو تہ اها ذات يا قبيلو ڪنهن ڏوهاري سرگرمي چوري، ڦر يا قتل ۾ ملوث آهي ۽

اهي اهو ڏوه عادتن ڪن ٿا يا جنهن قبيلي ۾ ٿورو بہ شڪ هوندو هو تہ هي سرڪار خلاف بغاوت ڪندا انهي ڪي انهي قانون تحت ڏوهاري قرار ڏئي ڇڏيندا هئا.

انهي جو طريقيڪار سولو هو. جنهن تي اهي شڪ ڪندا هئا تہ اتان جي مقامي حڪومت ڪائونسل ذريعي گورنر جنرل ڪان انهي ڪي ڪرمنل ايڪٽ واري قبيلن جي فهرست ۾ شامل ڪرائي سگهيا ٿي. يا انهي جي گذارش ڪري سگهيا ٿي. انهي قسم جي سفارش ڪرڻ مهل مقامي حڪومت کي هڪ رپورٽ بہ جمع ڪرائي پوندي هئي. جنهن ۾ اهو ڇاڻائڻو پوندو هو تہ اهو قبيلو، گروه يا ذات ڪيئن ڏوه طرف آيو. هنن ڪي ڪهڙين حالتن ڏوهاري ٿاهيو. اهو سبب بہ واضع بيان ڪرڻا پوندا هئا. انهي ڪانسواءِ اهو بہ ٻڌائڻون پوندو هو تہ اهو قبيلو ڪنهن مخصوص علائقي ۾ ڏوه ڪري ٿو يا پوري هندستان ۾ ڪري ٿو. اهو ڪنهن مخصوص جڳهہ تي رهي ڏوه ڪري ٿو يا گهمندي ڦرندي. انهي قبيلي جا گهڻا ماڻهو ڪهڙي ڌنڌي سان لاڳاپيل آهن. جنهن ڌنڌي سان لاڳاپيل آهن. اهو ڌنڌو قانوني جائز آهي يا ناهي. جيڪڏهن اهو رول قبيلو آهي تہ اهو ڪٿي ملي سگهي ٿو. جيڪڏهن گورنر جنرل انهي رپورٽ مان مطمئن ٿيو تہ اهو قبيلو واقعي ڏوهاري آهي تہ انهي کي ڏوهاري سڏجڻ ڪپجي. پوءِ هو مقامي حڪومت کي هڪ نوٽيفڪيشن جاري ڪري هن ڪي اجازت ڏيندو. مقامي اخبار ۾ اشتهار ڏئي، انهي کي ڏوهاري قرار ڏنو ويندو هو. ظلم اهڙو هو جيڪڏهن ڪو انهي نوٽيفيڪشن جي رد عمل ۾ ڪو اپيل داخل ڪندو هو تہ اها فورن رد ٿي ويندي هئي. انهي ڪري جو انهي کي گورنر جنرل هڪ رپورٽ جي بنياد تي ڏوهار قرار ڏنو آهي. انهي ڪانپوءِ ضلعي ماجسٽريٽ انهي قبيلي جي سيني ماڻهن کي رجسٽرڊ ڪندو هو. انهي ڪانپوءِ ماجسٽريٽ انهي قبيلي جي سيني ماڻهن کي هڪڙو نوٽيس جاري ڪري ڏينهن ۽ ٽائيم مقرر ڪندو هو. جنهن ۾ انهي قبيلي جا ماڻهو پاڻ اچي رجسٽريشن ڪرائيندا هئا. رجسٽريشن ڪانپوءِ اها رپورٽ ۽ لسٽ پوليس

ڪي موڪلي ويندي هئي. جيڪا انهي قبيلي تي نظر رکندي هئي. جيڪڏهن انهي قبيلي جو ڪو ماڻهو پيش نہ پوندو هو تہ انهي جي خلاف سخت قانوني ڪاروائي ڪئي ويندي هئي. انهي قانون ۾ هو تہ جيڪڏهن ڪنهن ڏوهاري قبيلي وٽ رهڻ لئہ جڳهہ ناهي تہ اها مقامي حڪومت جي طئہ ڪيل جڳهہ ۾ رهندو. حڪومت ڪي اهو بہ اختيار هوندو هو تہ جيڪڏهن هو چاهي تہ ڪنهن قبيلي جي رهڻ جي جڳهہ تبديل بہ ڪري سگهي ٿي. جيڪو بہ حڪومت جي انهي قانون جي پڃڪڙي ڪندو هو. انهي ڪي گهٽ ۾ گهٽ ڇهہ مهينا سخت سزا ڏني ويندي هئي. انهي ڪانسواءِ ڏنڊ بہ وڌو ويندو هو. انهي قانون تحت هندستان جا لکين ماڻهو حڪومت جي اجازت ڪانسواءِ هڪ شهر ڪان ٻي شهر بہ نٿي وڃي سگهيا. انهي هڪ شهر ڪان ٻي شهر وڃڻ لئہ بہ هنن ڪي سرڪار ڪان اجازت نامون وٺڻون ٿي پيو. ايئن سمجهو هنن ڪي پنهنجي ئي ملڪ ۾ غلام ڪري رکيو ويو هو جو پنهنجي ئي ملڪ ۾ هڪ شهر ڪان ٻي شهر لئہ ويزا گهربل هئي. جيڪڏهن ڪو اجازت نامي ڪانسواءِ پنهنجي طئہ ٿيل حد مان ٻاهر ٿي نڪتو تہ انهي ڪي گرفتار ڪري ماجسٽريٽ جي سامهون پيش ڪيو ويندو هو. اهو سزا ڪائي ويندو هو. جيڪڏهن انهي ڏوهاري قرار ڏنل قبيلي جو ڪو ماڻهو لڪي فرار ٿي ويندو هو تہ انهي قبيلي جو چڱو مڙس يا وليج واچمين لاڳاپيل پوليس ٿاڻي ۾ انهي جي ڄاڻ ڏيڻ جو پابند هو. جيڪڏ ن قبيلي ۾ ڪو نئون ماڻهو داخل ٿيو تہ انهي جي ڄاڻ پڻ ٿاڻي تي ساڳي طريقي سان ڏني ويندي هئي. جيڪڏهن قبيلي جي چڱي مڙس يا وليج واچ مين ايئن نہ ڪيو تہ انهي جي خلاف بہ قانوني ڪاروائي ڪري سگهبي. بدقسمتي سان هندستان جي آزادي ڪانپوءِ بہ لڳ ڀڳ 127 قبيلن جي لڳ ڀڳ هڪ ڪروڙ ڏهہ لک ماڻهن تي انهي قانون تحت نظر رکي وئي. انهن ماڻهن جي گرفتاري ۽ تلاشي لئہ پوليس ڪي ڪنهن بہ وارنٽ جي ضرورت ڪونہ هوندي هئي. نيٺ 1949ع جي آگسٽ مهيني ۾ هنن قبيلن تي لڳل ڏوهاري قبيلن وارو ٺپو لٿو ۽ هنن ڪي ڊي نوٽيفائيڊ قرار ڏنو

ويو. ايئن اهو قانون 1952ع ۾ ڏوهاري قبيلن مان فري عادي ڏوهاري قانون ۾ تبديل ٿي ويو. پر قبيلن جا قبيلا ڏوهاري رهيا. انهن جا مرد ته ڏوهاري ٿيا ئي ٿيا پر انهن جون عورتون ۽ ٻار به ڏوهاري هئا. هي اهڙو قانون هو جنهن ۾ ٻار ڄمندي ئي ڏوهاري هئا.

هن وقت پوري هندستان ۾ لڳ ڀڳ 313 خانه بدوش قبيلا ۽ 198 ڊي نوٽيفائيڊ قبيلا موجود آهن. اڄ انهن قبيلن جا رڳو هندستان ۾ سٺ ملين ماڻهو انهي قانون جي ڏپ ۾ زندگي گذارين ٿا. اڄ به جيڪڏهن اوهان ڪنهن خانه بدوش قبيلي سان ملندا ته اهي ماڻهو نه اوهانکي پنهنجي ذات سهي ٻڌائيندا نه وري اوهانکي پنهنجو نالو سهي ٻڌائيندا. هنن قبيلن مان اڃان تائين اهو ڏپ ناهي نڪري سگهيو. انهي قانون تحت لکين ماڻهو دربدر ٿي ويا. هنن قانون پاس ڪرڻ جي پويان جيڪي سبب مٿي بيان ڪياسين انهي ڪانسواءِ هڪ خاص سبب پيو به هو. 19 صدي جي وچ ڌاري جيڪو فاريسٽ ايڪٽ ناهيو ويو. انهي قانون ڪيترن ئي قبيلن کي انهن جي روايتي حقن جنهن ۾ شڪار، پوک جهنگ ۾ رهڻ وغيره کان محروم ڪري ڇڏيو. انهي کي اها زندگي ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ويو جيڪو هو گذاري رهيا هئا. جيئن ٻاڻ وڻ ٻيلا تباه ڪري زمينون آباد ڪيون ويون. هي اهي ماڻهو هئا. جن جڏهن ٻيلا ختم پئي ٿيا ته وڏي جدوجهد ڪئي. هنن قبيلن جو خوراڪ وارو آخري سهارو ويندي نظر آيو. پوءِ اهي ماڻهو خانه بدوش ۽ ڏوهاري ٿي پوري هندستان ۾ رلندا رهيا. اڄ آزادي جي ستر سالن کانپوءِ به انهن قبيلن جي ماڻهن سان ساڳيون رويو رکيو وڃي ٿو. اڄ به پوري هندستان ۾ هنن کي ڪوڙن ڏوهن جي الزام ۾ جيل موڪليو وڃي ٿو. رپوٽون ٻڌائن ٿيون ته ڪيترائي پوليس تشدد ۾ مري وڃن ٿا. پوليس جي انهي ڏپ کان ڪيترائي ماڻهو گذريل ٻن صدين کان پنهنجا گهر ڳوٺ زمين وطن ڇڏي روپوش ٿي خانه بدوشن واري زندگي گذاري دربدر ٿي رهيا آهن. اهي اڻ ڪٽندڙ سفر جا مسافر ٿي ويا. جن علائقن ۾ هي رهن ٿا يا جتان گذرن ٿا. اتي جا ماڻهو هنن کان نفرت ڪن ٿا. هنن کان مزدوريون

ڪرائن ٿا. اهي اجورو پنهنجي مرضي مان ڏين ٿا. اڄ بہ قبيلن جا ماڻهو جڏهن ريل گاڏين رڪشن يا بسن ۾ سفر ڪن ٿا تہ هنن کي ويهڻ لئہ جڳهہ نٿي ڏني وڃي. هي بيهي پنهنجو سفر پورو ڪن ٿا. جيڪڏهن هي کنهن واٽر يا کوہ تان پاڻي ڀرڻ وڃن ٿا تہ هنن کي پاڻي ڀرڻ نٿو ڏنو وڃي. ڳوٺن جا ماڻهو هنن کي کوهن تان ڀڄرائي ڪڍن ٿا. چون ٿا تہ اهو قانون لاڳو ڪرائڻ ۾ گهڻو هٿ مقامي نوابن راجپوتن ۽ وڏين ذات وارن ماڻهن جو هو. انهن ماڻهن جهنگلن ۾ رهندڙ انهن قبيلن کي انهي ڪري ڏوهاري قرار ڏياريو جو، جيڪي زمينون پيلا ختم ڪري آباد ڪيا پئي ويا. اهي انهن جهنگلي قبيلن کي ملي وڃن ها. انهي ڪري مقامي وڏيرن هنن کي ڏوهاري قرار ڏياري انهن زمينن کان محروم ڪري ڇڏيو. انگريزن اهو الزام بہ لڳايو هو تہ هندستان ۾ جيڪي بہ خانہ بدوش قبيلا رهن ٿا. هي اهي ئي قبيلا آهن. جيڪي انگريز سرڪار جي خلاف بغاوت ڪندڙ ڌرين کي هٿيار ۽ ٻيو سامان پهچائن ٿا. ايئن سمجهو تہ اهي قبيلا ئي اصل سڀ کان وڏا بغاوت ڪندڙ ۽ باغين جا سپورٽر آهن. هنن جي خانہ بدوشي تي انگريز انهي ڪري بہ روڪ وڌي. هنن کي ڪئمپن ۾ رکيو ويو. انهن ماڻهن کان انهن جا ٻار الڳ ڪيا ويا. عورتون الڳ ڪئمپن ۾ ۽ مرد الڳ ڪئمپن ۾ هئا. آزادي ڪانپوءِ بہ هندستان اندر اهي ڪئمپس رهيون.



جوڳي جي پيرن ۾ پين ڪي لنڊ ناهي. هن اهڙن موضوعن، ماڻهن قبيلن جي زندگي ڏانهن پنڌ ڪيو آهي.. جنهن طرف اسان جي ڪيترن محققن، لکارين جي قلم پنڌ نہ ڪيو آهي. جوڳي انهي ميدان ۾ گهر وٺي نٿو لڳي پر هو پنهنجي تخلص جي عملي شڪل ٿي رلندو رهي ٿو ۽ لکندو رهي ٿو ائين هو ان "بي تهذيب" مخلوق جون خبرون ڪڍي ٿو اچي جيڪا "مخلوق" تهذيب " جي جهنجهٽ کان آزاد آهي، جن قبيلن جي سموري ڌرتي آهي ۽ ڪا بہ زمين ڪون آهي، آهي ئي قبيلا هن جي خيال موجب عالمي شهري آهن اهي قبيلا جن جو تعارف اسان وٽ گاروارو آهي جوڳي اسان جي اخلاقيات، ڪلچر جا ڪئين ٽيبوز ٽوڙي انهن کي قلم جي سيني سان ساندي هلي ٿو. هن جي رولاڪ، خانہ بدوش ڪردارن کي پڙهي فرد پنهنجي آزادي متعلق هر هر سوچي ٿو ۽ پيٽ ڪري ٿو تہ آزاد ڪير آهي.. بي تهذيب رولاڪ يا مهذب شهري؟

مون کي اينترا پالاجي جي ڪيترن ئي شاگردن ۽ پڙهندڙن جوڳي جي لکڻين جي گواهي ڏني تہ اهي ليک لکڻيون سندن سبجيڪٽ ۾ ڪيئن مددگار ثابت ٿين ٿيون.؟ هن جي سادي سلوڻي ٻولي، لکڻي جو انداز انتهائي دلپذير آهي. منهنجي خواهش ۽ صلاح آهي تہ خالد جوڳي جو هي ڪارائتو ڪم انگلش ٻولي ۾ بہ ترجمون ٿيڻ کپي.

حفيظ ڪنير

- حيدرآباد

